اڪيڊميءَ جو ڪتاب نمبر پهريون

# پيغام لطيف

جي- ايم- سيد

جي- ايم- سيد اڪيڊمي
سن، ضلعو دادو سنڌ

قيمت : پنجٽيهه رپيا

# انتساب



اُن شاعر جي نالي جنهن جون سوچون، جنهن جون سڏون، جنهن جا ٻول، اندر ۾ آزاديءَ جون امنگون اڀارين ٿا.



ٻوٽين وٽ ٻه وڻهه، وريءَ سان وجود جي!



— غلام مرتضيٰ

# وچــور

# فصل پهريون

## شاه صاحب جي زندگيءَ جو مختصر احوال

سنڌ جي مشهور درويش، صوفي ۽ قومي شاعر شاه عبداللطيف عليه رحمة جي حياتي جو احوال جيتوڻيڪ پوري تسلي بخش تفصيل سان اڃان تائين نہ لکيو ويو آهي، پر تنهن هوندي بہ ڪيترن ئي مصنفن ان طرف توجهہ ڏنو آهي، جن مان هيٺين صاحبن جا نالا قابل ذڪر آهن:-

مير عبدالحسين خان ٽالپر، مرزا قليچ بيگ، ليلارام وطن مل، ڊاڪٽر هوتچند گربخشاڻي، مسٽر جيٺمل پرسرام، ڊاڪٽر سورلي، مولوي دين محمد وفائي، ڪلياڻ آڏواڻي ۽ غلام محمد شهواڻي.

انهن صاحبن شاه صاحب جي زندگيءَ جي احوال يا ڪلام جي تشريح ڪي حتي الامڪان دائره تحرير ۾ آڻڻ جي ڪوشش ڪئي آهي.

جيئن تہ هن ڪتاب جو مقصد صرف شاه صاحب جي حياتيءَ جو احوال پيش ڪرڻ نہ آهي، بلڪ سندس پيغام جي سياسي مقصد ۽ مرادن جي سمجهڻ لاءِ ڪوشش آهي، ان ڪري شاه صاحب جي زندگيءَ جي سمورن قصن ۽ ڪهاڻين کي بيان ڪرڻ مناسب نہ سمجهي هت فقط تعارف طور سندن مختصر احوال پيش ڪجي ٿو.

پاڻ سيد امير علي هراتيءَ جي فرزند سيد حيدر عليه جي اولاد مان، جي سنڌ ۾ مٽياري سيدن جي نالي سان سڏجن ٿا. جي

جرار پوٽا قبيلہ سان آهن، اهي سيد پنهنجي نسبت امام موسيٰ ڪاظم جي صاحبزادي جعفر (ثاني) الحواري سان ڪن ٿا.

سيد حيدر بابت تاريخي شجرن مان معلوم ٿئي ٿو تہ امير تيمور جي هندوستان اچڻ جي زماني (٨٠١ کان ٨٠٦ هجري) ۾ سنڌ ۾ آيل ٿو ڏسجي. سيد صاحب سنڌ جو سير ڪندي هالڪنڊيءَ ۾ آيو، جو شهر هاڻ هالن جي نالن سان سڏجي ٿو. اتي ڪجھ وقت رهي پيو ۽ ارباب شاه محمد هالي جي نياڻيءَ سان شادي ڪيائين، جنهن مان ڪيس سيد امير علي پيدا ٿيو. انهيءَ کي ٽي پٽ ٿيا. ١- سيد شرف الدين ٢- سيد احمد ٣- سيد مرتضيٰ هئا. پهرئين جو اولاد ”شرف پوٽا“ سڏجڻ لڳا ۽ ٻي جو اولاد سندس فرزند سيد امير جي نالي ”ميرڻ پوٽا“ جي نالي سان مشهور ٿيا. ٽئين سيد مرتضيٰ کي ڪو اولاد نہ ٿيو، هو شاه پرپہ جي نالي سان مشهور ٿيو، سندس مقبرو مانجهندن جي اتر ۾ آهي.

مٿي ذڪر ڪيل سيدن جي اولاد جو گهڻو حصو ڪجھ وقت هالن ۾ رهڻ بعد اتان لڏي ڪجھ پنڌ رستي جي اڳ هڪ ننڍي ڳوٺ ۾ وڃي وينو، جنهن ڳوٺ جو نالو اتي جي هڪ مٽ پريندڙ فقير، جو رستي تي مسافرن جي پيڻ لاءِ پاڻيءَ جو مٽ پريو ويٺو هوندو هو، جنهن ڪري مٽ وارو ڳوٺ پئجي ويو، جو اڳتي هلي ڦير گهير بعد مٽياري ٿي ويو. سيدن پنهنجي عروج جي زماني ۾ ان ڳوٺ جو نالو بدلائي ”مت علوي“ رکڻ جي ڪوشش ڪئي. جيئن ان وقت سنڌ جي رسم الخط فارسي هئي ۽ ان ۾ ت، اڪر نہ هئڻ ڪري اهو نالو متعلوي تي لکڻ ۾ آيو. ان ڪري اهي سيد متياري يا متعلوي سيدن جي نالي سان مشهور ٿي ويا. ساڳي نموني تي لڪيءَ جي ڳوٺ وارا سيد لڪياري يا لڪعلوي جي نالي سان مشهور ٿي ويا هئا. ڀڳي ٺوڙهي جبل جي ڀرواري ڳوٺ جو، جنهن ۾ سيد رهندا هئا، لڪ وارو ڳوٺ يا لڪي نالو پئجي ويو. جنهن تي سيدن پنهنجي عروج جي زماني ۾ لڪعلوي، نالو رکيو هو ان ڪري اهي سيد بہ لڪياري يا

لڪعلوي سيد سڏجڻ لڳا.

مٽي ذڪر ڪيل سيدن جي هالن مان لڏي مٽياري وڃي وهڻ جو پورو زمانو معلوم ٿي نٿو سگهي. ليڪن قديم روايات مان ائين معلوم ٿئي ٿو ته هو ۸۳۰ ھ کان ۸۴۰ ھ جي وچ ڌاري وقت ۾ اوڏانهين لڏي ويل ٿا ڏسجن. مٽيارين ۾ گهڻي وقت رهڻ بعد جڏهن سندن اولاد گهڻو ٿيو ۽ وڌيا ويجهيا. تڏهين گذر جي تنگي، باهمي تعصب، گهرو جهڳڙن، رسم رواج جي خرابين ۽ خامين ڪري هنن مان ڪيترن مٽياري کي ڇڏي وڃي ٻاهر ٻين ڳوٺن ۾ پنهنجي سهوليت خاطر رهڻ شروع ڪيو.

مٽيارين جي رهائش جي دوران ۾ سيدن جو خاندان ڇئن مکيه قبيلن ۾ وراهجي ويو.

(الف) **جرار پوٽا:**- هي سيد جلال عرف جرار جا اولاد هئا. انهيءَ قبيلي چار مکيه درويش پيدا ڪيا. هن وقت مٽيارين جي شهر ۾ انهيءَ قبيلي جو ”جاموٽ“ سيد عالي شير آهي.

۱- **سيد شاه رڪن الدين:**- هي صاحب پير طريقت هو. ڪيس فيض مخدوم بلاول عليه رحمت جي خليفي مخدوم ساهڙ (سوائي) لنجار کان مليو. شاه رڪن الدين جو مقبرو مٽارين جي شهر ۾ آهي، سندس وفات جي پوري تاريخ معلوم نه ٿي سگهي آهي، ليڪن معلوم ائين ٿئي ٿو ته ۹۵۰ ھ ۽ ۹۸۰ھ جي وچ ڌاري وفات ڪئي ٿي ڏسجين.

مخدوم ساهڙ جو مقبرو انڙپور اسٽيشن جي پر ۾ ٽڪريءَ تي آهي.

۲- **سيد هاشم شاه سخي:**- هي صاحب سندس پڙ ڏاڏي شاه رڪن الدين عليه رحمت جو سلسلي وار فيض يافته هو. پاڻ ۱۱۰۰ هجري ۱۴ ربيع الاول ۾ وفات ڪيائون، سندن مزار مٽيارين ۾ شاه رڪن الدين جي قبي جي پر ۾ آهي، جتي سال بسال مٿين تاريخ تي ميلو لڳندو آهي ۽ هزارن جي تعداد ۾ ماڻهو زيارت لاءِ گڏ ٿيندا آهن.

سندن اولاد مان هن وقت مسند نشين پير حاجي بقادار شاه آهي سخي هاشم شاه ڪيترن متياري سيدن جو ڏاڏا پير آهي.

**سيد شاه عبدالڪريم:-** هي صاحب متيارين جي شهر ۾ ۹۴۴ هجري ۾ ڄائو ۽ وڏي ٿيڻ بعد اتان لڏي ٽنڊي محمد خان (گوني) تعلقي بلڙي جي ڳوٺ ۾ وڃي سڪونت پذير ٿيو. هن سيد عبدالقدوس ۽ شاه ابراهيم بخاري کان فيض طريقت حاصل ڪيو، جي صاحب قادري طريقي جو بزرگ هو. سندس ملاقاتون مخدوم نوح عليه رحمت سان به گهڻيون ٿيون هيون ۽ ڏسڻ ۾ اچي ٿو ته انهيءَ صحبت جو به مٿس گهڻو اثر ٿيو. هو صاحب ناميارو شاعر ٿي گذريو آهي. صبر ۽ ڪانڊ ۾ خاص شهرت حاصل ڪيائين، جنهن بابت ڪيئي قصا مشهور آهن. پاڻ ۱۰۳۰ هجري ۾ بلڙي جي ڳوٺ ۾ وفات ڪيائون سندن مقبرو بہ اتي آهي. سندن وفات جي تاريخ ۱۵ ذوالقعد تي سال به سال اتي ميلو لڳندو آهي. اتي هزارين معتقد زيارت لاءِ ايندا آهن. جتي ذڪر سماع ۽ راڳ ٿيندو آهي. سندن درگاه جو مسند نشين هن وقت پير ميان غلام حيدر شاه صاحب آهي.

۴- **سيد شاه عبداللطيف ڀٽائي:-** جنهن جي حياتيءَ جو احوال مختصر طرح هيٺ ڏنو ويندو ۽ جنهن جي پيغام جي تشريح لاءِ هي ڪتاب لکيو وڃي ٿو.

(ب) **باقبل پوٽا:-** هن قبيلي جا فرد سيد محمد باقر جي اولاد مان آهن- هن پاڙي مان ڪيترا درويش ۽ عالم ٿي گذريا آهن. سيد شهمير شاه مشهور عالم ۽ صاحب شريعت بزرگ (جو مولوي محمد هاشم ٺٽوي جي گروه جو هو) به ان قبيلي مان هو. انهيءَ پاڙي جو "جاموٽ" هن وقت سيد ميرادل شاه ولد سيد حاجي محمد شاه آزاد خيال ۽ وڏو زميندار آهي.

(ج) **موسي پوٽا:-** هن پاڙي وارا سيد محمد موسي شاه جي اولاد مان آهي- هن خاندان مان ڪيترا وڏا زميندار با اثر شخص ٿي گذريا آهن- هن قبيلي جو وڏو سيد طيب شاه مخدوم

نوح عليه رحمت جي مکيہ خليفن مان هو ۽ اڄ تائين انهيءَ خاندان جو تعلق مخدوم هالن وارن سان هليو اچي. هن وقت انهيءَ قبيلي جو چاموڙ ذوالفقار علي شاه ولد سيد محمد علي شاه هڪ باڻر، سمجهدار ۽ وڏو زميندار آهي.

(د) معين پوٽا:- هن پاڙي وارا سيد، سيد مئيڏنہ شاه ولد سيد محمد جي اولاد مان آهن. سيد مئيڏنہ شاه جي فرزند سيد احمد کي ہ پٽ ٿيا هڪ سيد اشرف شاه جنهن جي اولاد سعيدپور نالي ڳوٺ، گوني تعلقي ۾ بڌايو، جن مان سيد محمد ڪامل شاه مشهور معروف ٿي گذريو آهي ۽ ان جا پائينا اڄان اتي رهن ٿا. مئيڏنہ شاه جي فرزند سيد احمد کي ٻيو پٽ سيد ڏٺيڏنہ شاه هو جنهن جو فرزند سيد ابراهيم شاه ڄام نظام الدين عرف ڄام ننده سمي سنڌ جي حاڪم جي وزير اعظم دريا خان جو دوست هو ۽ ان وقت ڄانگن جي بغاوت کي ختم ڪرڻ جي مهم ۾ هو شهيد ٿي ويو. سندس مزار خانوٽ تعلقي ڪوٽڙي جي پر ۾ آهي. سيد ابراهيم شاه کي ہ فرزند هئا هڪ سيد بدرالدين شاه هو جنهن ٻيو ٻوٽو سيد حيدر عليه رحمت هڪ مشهور معروف سنڌ جو عالم حاجي حافظ ۽ صاحب طريقت بزرگ هو. هو مخدوم بلاول عليه رحمة جي خاص خليفن مان هو.

جنهن مخدوم بلاول سان گڏ سمي گهراڻي جي سنڌي حاڪمن جي اقتدار کي لڏندڙ ڏسي شاه بيگ ارغون جي مخالفت ۾ آخري ڪوشش ڪئي. سيد محمد ميران جونپوري جڏهين افغانستان ڏي سنڌ مان لنگهي وڃي رهيو هو ۽ پنهنجي مهدوي طريقي جي اشاعت ۾ ڪندو ٿي ويو، تڏهين شاه حيدر عليه رحمة طرفان ان جي کلي مخالفت ٿي جنهن ۾ چوڻ ۾ اچي ٿو تہ مخدوم صاحب جي رسد جون پيڙيون ٻہ ٻڏي ويون.

سيد صاحب انهيءَ تحريڪ ۾ سنڌي اقتدار لاءِ خطرو محسوس ڪيو هو ان ڪري ئي ان جي مخالفت ڪئي هئائون. سيد حيدر عليه رحمة سن جي ڳوٺ ۾ ۱۰ شعبان روز سومر ۹۳۷

هجري ۾ وفات ڪئي ۽ سندس مزار ڀ اتي آهي جتي سال ٻه
سال انهيءَ تاريخ تي ميلو ٿئي ٿو جنهن ۾ آس پاس جا هزارها
ماڻهو زيارت لاءِ اچي ختمي ۾ شريڪ ٿين ٿا. سندن مسند جو
هاڻوڪو جاءِ نشين هن ڪتاب جو لکندڙ آهي.

سيد ابراهيم شاه جو ٻيو فرزند سيد ڏڏينڊنو شاه هو جنهن
جي اولاد کي ڪاڙها سيد ڪري سڏيندا آهن. هنن جا پويان
لڏي وڃي ڪوٽڙي ۾ ويٺا، جن منجهان سيد علي اڪبر شاه مشهور
معروف ٿي گذريو آهي. انهن مان سيد ڪبير شاه لس ٻيلي وارو
مشهور شاعر به پيدا ٿيو جنهن جي مزار اٿل جي ڳوٺ لس ٻيلي
رياست ۾ آهي.

مٿي ذڪر ڪيل مختصر تاريخ مٽياري خاندان جي سيدن
جي ناظرينن جي واقفيت لاءِ تعارف طور پيش ڪئي وئي آهي.
شاه عبداللطيف به انهيءَ خاندان جو فرد هو. هو صاحب سيد
شاه حبيب جو فرزند هو ۽ ١١٠٢ هجري مطابق ١٦٩٠ع ۾ تعلقي
هالا جي ڳوٺ ڀئي پور ۾ ڄائو هو- جو ڳوٺ هن وقت شاه جي
ڀٽ کان ٩ ميل پري ويران پيو آهي. سندس ڄمڻ واري هنڌ
پراڻي نصير واه جي ڪپ تي لونگ فقير خيرپور رياست واري جي
ٺهرايل مسجد اڄان تائين موجود آهي.

شاه صاحب شاه عبدالڪريم بلڙي واري جي فرزند شاه جمال
جو پڙ پوٽو آهي- هن ابتدائي تعليم ۽ تربيت پنهنجي ڳوٺ ۾
ورتي- جڏهن مڪاني ملان ۽ مولوي، پير ۽ فقير سندس علمي ۽
روحاني اڃ کي سيراب نه ڪري سگهيا، تڏهن فقيري ويس ڪري
سنڌ جي سير تي نڪري پيو ۽ جهنگ، جبل، درياءَ بر ٻٽ، ٿر
۽ بر ڏوري ۽ جهاڳي ملڪ جي ڪنڊ ڪڙڇ ۾ گهميو، جنهن
ڪري هر طبقي جي ماڻهن سان ملڻ ۽ رهڻ جو موقعو مليس ۽
سندس حالات، جذبات ۽ روايات مان پوريءَ طرح واقف ٿي سگهيو.
انهيءَ دوران ۾ سنڌ جي مسڪين عالمن، فقيرن، صوفين، جوڳين،

بيراڳين جي صحبت ۾ حاصل ڪيائين. جن درويشن جي صحبت ۾ گذارڻ جو موقعي مليس تن مان مکيہ هيٺيان هئا:-

۱- **شاه عنايت صوفي** (شهيد) سندس رهائش جهوڪ، تعلقہ ميرپور بٺوري ۾ هئي سندس مقبرو بہ اتي آهي- پاڻ ۱۱۳۰ هجري ۾ شهيد ڪيا ويا. سندس شهادت جي ڏينهن ۱۷ صفر تي ميلو لڳندو آهي جتي هزارها ماڻهو زيارت تي ايندا آهن. هو وڏو باڪمال ۽ صاحب اثر بزرگ هو سندس مفصل احوال ٻئي فصل ۾ ايندو.

۲- **مخدوم محمد معين ٺٽوي:-** هي بزرگ ٺٽي جي شهر جو رهاڪو، وڏو عالم ۽ درويش هو ۽ هو شاه ولي الله دهلويءَ جي مکيہ شاگردن مان هو. شاه صاحب سان خاص دوستي هيس ۱۱٦۰ هجري ۾ وفات ڪيائين.

۳- **شاه عنايت الله رضوي:-** هي صاحب نصرپور جي ڳوٺ ۾ رهندو هو سيد نصرالدين ولد سيد خيرالدين شاه بکريءَ جي اولاد مان هو.

شاه صاحب جي زماني ۾ پير مرد ٿي چڪو هو. سنڌيءَ جو عمدو شاعر هو سندس رسالو ڇپجي چڪو آهي- نصرپور ۾ سندس مزار آهي سندس خاندان مان مصري شاه سنڌ جو نامور شاعر تازو ٿي گذريو آهي.

٤- **مخدوم محمدي:-** خيرپور رياست جي کهڙن جي ڳوٺ ۾ رهندو هو هڪ وڏو ديندار ۽ درويش شخص هو ۱۱۷۱ هجري ۾ وفات ڪيائين.

۵- **مخدوم محمد هاشم ٺٽوي:-** هي ٺٽي جي شهر ۾ مشهور عالم ۽ شريعت جو پابند ۽ پرهيزگار شخص هو. سندس فتوائون مشهور آهن. ۱۱۷۲ هجري ۾ وفات ڪيائين.

٦- **سيد شهمير شاه:-** باقيل پوٽہ مٽياري سيدن مان هڪ وڏو عالم ۽ شريعت جو پابند شخص هو. مخدوم محمد هاشم ٺٽوي

جي مکيہ شاگردن مان هو. شاه صاحب جون ان سان گهڻيون ملاقاتون ٿينديون هيون.

۷- **مخدوم صابر ولهاري:-** انهيءَ وقت جي وڏن عالمن مان هڪ درويش صفت نقش بندي طريقہ جو مرشد هو. سندس مقبرو تعلقہ ٽنڊي الهيار ۾ آهي.

۸- **مخدوم محمد زمان لنواري:-** هڪ وڏو اهل الله نقش بندي طريقہ جو مرشد ۽ عالم فاضل شخص هو. سندس مزار ڳوٺ لنواري تعلقہ بدين ۾ آهي. پاڻ ۱۱۸۴ هجري ۾ وفات ڪيائون.

۹- **صاحب ڏنو فقير فاروقي:-** خيرپور رياست جي درازن جي ڳوٺ ۾ رهندو هو اتيئي سندس مزار آهي. صوفي طريقہ جو بزرگ هو. سنڌ جي مشهور معروف شاعر سچل فقير جو ڏاڏو هو ۱۱۹۲ هجري ۾ وفات ڪيائين.

۱۰- **مخدوم دين محمد سيوهاڻي:-** سيوهڻ جي شهر جو هڪ وڏو عالم صوفي ۽ سهروردي طريقہ جو بزرگ هو. هي صاحب شرعي فيصلن جو ايڏو ماهر هو، جو ميان نور محمد ڪلهوڙو بہ شرعي معاملن ۾ ڪانئس مشورو وٺندو هو.

۱۱- **سيد محمد بقا لڪياري:** سيد محمد راشد روضي ڌڻي عليہ رحمت سندس فرزند هو، جو سڀني راشدي سيدن جو ڏاڏو هو. جنهن جا سنڌ ۾ لکها مريد ٿيا- پير پاڳارو ۽ جهنڊي وارو ان جي اولاد مان آهن. شاه صاحب سان واٽ ويندي ملاقات ٿي هيس. نهايت سادي زندگي گذاريندو هو. سندس مزار قبرستان شيخ طيب ۾ آهي. ۱۱۹۲ هجري ۾ وفات ڪيائين.

۱۲- **مخدوم عبدالرحيم گروهڙي:-** هي صاحب ڳوٺ گروهڙ تعلقہ ڪپرو جو وينل هو. ذات جو مگريو وڏو مجذوب، عالم، مناظري ۽ مباحثي جو ماهر هو. مخدوم محمد زمان لنواريءَ جي مکيہ خليفن مان هو. نقشبندي طريقہ هوس ۱۱۹۲ هجري ۾ شهيد ٿيو.

١٣- **مدن ڀڳت:-** هي هڪ هندو درويش هو ۽ شاعر به هو. شاهه صاحب سان خاص رستو هوس. سندس شاهه صاحب سان رهاڻين ۽ ملاقاتن جا قصا گهڻا مشهور آهن. هو سندس ڳوٺ جو ويٺل هو. سندس ڪجهه ڪلام سنڌ جا قديم هندو ڀڳت شاهه صاحب جي ڪلام سان گڏ ڳائيندا هئا.

ازانسواءِ شاهه صاحب ڪيترن ئي هندو فقيرن جي صحبت مان مستفيد ٿيو، جهڙوڪ جوڳي، ويراڳي، آڌوتي، ڪاپڙي، سامي، سنياسي ۽ نانگا وغيره. ساڻن گڏجي پاڻ سندن مندرن ۽ تيرٿ ياترائن جا سير ڪيائين ۽ سندن متن، طريقن، رسمن ۽ رواجن مان بخوبي واقف ٿيو. غالبا متفرقا هندو ويدانيت جو خاص اڀياس ڪيائين. شاهه صاحب جي گڏ ڪيل ڪلام سان گڏ سندس رسالي ۾ ڪيترن هندو درويشن جا بيت بيراڳ هنديءَ جي سر ۾ ڏنل آهن. انهيءَ مان معلوم ٿو ٿئي ته اهڙي قسم جا بيت ۽ ڪلام سندس مجلس ۾ عام طرح ڳايا يا پڙهيا ويندا هئا، جنهن ڪري اهي شاهه صاحب جي ڪلام سان گڏجي ويا آهن.

شايد نوجوانيءَ ۾ سنڌ جي جدا جدا طرفن ۾ سير ڪيا هئائون. اتر طرف رياست بهاولپور مان لنگهي ملتان تائين ويل ٿو ڏسجي. هڪ دفع شاهه عبدالڪريم جي قبي لاءِ اتان ڀيڙين رستي ڪا شيءِ به آندي هئائين. الهندي طرف ڏسجي ٿو ته لس ٻيلي ۽ هنگلاج ويل هو. ڏکڻ طرف سمنڊ جو ڪنارو ڏيئي ابراهيم حيدري، ريڙهي، ڪارو ڇاڻ، پور بندر ۽ ڪڇ ڀڄ جا ڪي حصا ڏٺل ٿا ڏسجنس. ابراهيم حيدري، ريڙهي، ڪاري ڇاڻ طرف شاهه عبدالڪريم ۽ سندس سلسلي جا مريد هئڻ انهيءَ ڳالهه جي ثابتي ٿا ڏين. ڪڇ رياست جي رهاڪن جي رسمن، رواجن ۽ قديم حڪايتن ڪي رسالي ۾ بيان ڪيو ويو آهي. جنهن مان ائين معلوم ٿو ٿئي ته ڪيس ان ملڪ جو به چڱو اڀياس آهي. سر سريراڳ ۽ ساموندڙيءَ مان معلوم ٿو ٿئي ته شايد سمنڊ جي ڪنارن وارن ملڪن ۽ ماڻهن مان به ڪجهه وقت گذاريو اٿس.

شاه صاحب ڪاٺياواڙ طرف به ويل ته ڏسجي، جهونا ڳڙه جي سير وقت راءِ ڏياچ ۽ سورٺ جا احوال معلوم ڪري انهيءَ کي پنهنجي ڪلام ۾ آندو اٿس. ته ۾ شايد خاصو وقت رهيو آهي جو مارئي جي سر ۾ اهڙو احوال اوريو اٿس جو جڻ اتان وٺي ڪلام پيو جوڙي. شاه صاحب کي جيسلمير سان به دلچسپي رهي آهي جو جوڙي ٿو ته:

جيسلميرائين جس، جي لله ڪارڻ لنديون.

شڪارپور جي طرف نوشهري، ابڙي ۽ تراڻي ابڙي جي پاسي به ويل آهي جو اتي شاه صاحب جا اوتارا آهن چون ٿا اچي ٿو ته شاه صاحب اتي اچي رهيو هو.

درياءَ جي پر ۾ رهڻ ڪري مينهن، ڪانهن، درياءَ جي جي ڪنن ۽ پيٽ جو ذڪر سهڻيءَ جي سر ۾ چڱي طرح بيان ڪري سگهيو آهي. زندگيءَ جو اول حصو سير ۽ سفر، ملاقاتن ۽ صحبتن ۾ گذارڻ ڪري هن ملڪ جي ماڻهن جي حالات کان پوري واقفيت حاصل ڪئي. سنڌين جي خانه بدوش زندگي، دهقاني عادتن ۽ سادگيءَ جو مٿس گهڻو اثر ٿو ڏسجي. سنڌ جي زميندار، مولوين، پيرن ۽ حاڪمن جي صحبت سان خوش نه ٿيڻ ڪري هن گهڻو ڪري عوام سان لاڳاپو ۽ تعلق رکيو. تصوف جي علم جو مٿس گهڻو اثر پيو. حياتيءَ جا آخري ڏينهن، ڏهاڪو کن سال هو ڀٽ تي آستانو ٺاهي ويٺو ۽ پنهنجي صحبتين ۽ فقيرن سان گڏ پنهنجي حاصل ڪيل معلومات مطابق زندگي گذارڻ لڳو. انهيءَ وچ ۾ ڪافي ڪلام چئي چڪو هو، سو پنهنجي مجلس ۾ راڳ جي ذريعي جوائڻ شروع ڪيائين. راڳ سرود سان ڳائڻ جو، مذهبي مخالفت هوندي به دستور وڌائين. چون ٿا اچي ٿو ته اول سنڌس ڪلام به سنڌ جي ٻين بزرگن جي طرز تي ڳايو ويندو هو جو ڏوهيڙن ۽ لوڙائو جو نمونو هو. مخدوم نوح عليه رحمت، غوث بهاوالحق عليه رحمت، پير پٺو وغيره درويشن جا

ڪلام ڪم و بيش انهيءَ طريق تي ڳائبا آهن. سنڌ ۾ بيت، وايون ۽ گيت نڙ، دلي، يڪتاري يا دهل تي ڳايا ويندا هئا يا سماع ۾ چيا ويندا هئا. ليڪن شاه صاحب وٽ دهليءَ جي ٻن گوين اٽل فقير ۽ چنچل فقير نالي اچڻ بعد سندس راڳ هندوستاني طريق راڳ مطابق ٻهريون دفعو طنبور تي ڳائڻ جو رواج پيو.

شاه صاحب کان اڳ به ڪيترا شاعر سنڌ ۾ ٿي گذريا آهن ۽ پوءِ به گهڻائي ٿيا آهن پر شاه صاحب، پنهنجو مٽ پاڻ آهي. سندس مرتبو دنيا جي مکيه قومي شاعرن سان شمار ڪري ٿو سگهجي. جهڙيءَ طرح امرءالقيس قبل اسلام عرب جو وڏو قومي شاعر هو ۽ فردوسي ايرانين جو ۽ شيڪسپيئر انگلنڊ جو. اهڙي طرح شاه کي بجا طور سنڌ جو قومي شاعر سڏي سگهجي ٿو. ڇو ته شاه صاحب کي سنڌ جي شاعرن ۾ خاص فوقيت حاصل آهي.

هي جو چوڻ ۾ اچي ٿو ته شاه صاحب اڻ پڙهيل هو سو پوريءَ طرح صحيح نه آهي. چوڻ ۾ اچي ٿو ته هو سفر ۽ حضر ۾ هميشه پاڻ سان گڏ قرآن شريف، مثنوي مولانا روم ۽ شاه عبدالڪريم جو رسالو رکندو هو. جنهن مان معلوم ٿي سگهي ٿو ته هو ان وقت جي علم مان چڱي واقفيت رکندو هو. البت سند يافته عالم نه هئڻ ڪري هن کي علمي ماهرن ۾ شمار نٿو ڪري سگهجي. سندس ڪلام ۽ خيالات مان سندس مختلف ذريعن سان حاصل ڪيل معلومات جو پتو پئجي سگهي ٿو. سندن وفات به عين جذب جي حالات ۾ ٿي. چيو وڃي ٿو ته هڪ دفع وٽن راڳ ٿي رهيو هو جڏهن مجلس متي، تڏهين مٿي اچي جذب ۽ وجد طاري ٿيو. عين انهيءَ حالت ۾ سندن روح پرواز ڪري رباني راه ورتي. سندس انتقال جي تاريخ ١٤ صفر ١١٦٥ هجري مطابق سنه ١٧٥٢ع آهي. سندن مزار ڀٽ جي ڪوٽ ۾ هالن جي شهر کان ٤ ميل اوپر طرف آهي. سندن مقبرو غلام شاه ڪلهوڙي

ٺهرايو. ڪائن پوءِ سندن پائنٽي جو پٽ سيد جمال سجاده نشين ٿيو، اول ۾ گاديءَ تي تڪرار هو، پر آخر ميان نور محمد ڪلهوڙي جي فيصلي مطابق سيد جمال سجاده نشين ٿيو. هن وقت سندس اولاد مان غلام شبير شاه ولد سيد پير شاه ڏنو شاه سجاده نشين آهي، پير شاه ڏنو شاه فقير تن ۽ درويشن منش بزرگ هو. سندن درگاه تي هر جمع رات جو راڳ ٿيندو آهي. ۽ هر سال تاريخ ١٤-١٥ صفر جي ميلو لڳندو آهي. سندن سلسله طريقت جا مريد ۽ معتقد سنڌ جي ڪند ڪڙڇ ۾ پکڙيل آهن.

# فصل ٻيون

## شاه صاحب جو زمانو ۽ ان وقت جو ماحول

شاه صاحب ٻارهين صدي هجريءَ جي اول ۽ سترهين صدي عيسوي جي آخر ۾ پيدا ٿيو. سندن ماحول ۽ ان وقت جي ملڪي حالتن کي پوريءَ طرح سمجهڻ لاءِ اهو ضروري آهي، ته ان زماني کان اڳ وارين ٻن صدين اندر سنڌ ۽ ان جي آس پاس ۾ جيڪي ٿي گذريو آهي ان جي حالتن کان واقف ٿجي. انهيءَ لاءِ ته شاه صاحب جي نظريه زندگيءَ تي جن واقعن ۽ حالتن اثر ڪيو، تن جو پس منظر پوريءَ طرح معلوم ٿي سگهي، تنهن ڪري آئون هن فصل ۾ هيٺين حقيقتن تي روشني وجهڻ جي ڪوشش ڪندس.

١- انهيءَ زماني ۾ سنڌ جي اندروني سياسي حالت.

٢- انهيءَ وقت ڌاري سنڌ کان ٻاهر جا سياسي حالات ۽ انهن جو سنڌ جي مڪاني حالت تي اثر.

٣- سنڌ جي اندر يا ٻاهر ان وقت جي سياسي يا مذهبي نظرين جو سنڌي زندگيءَ تي اثر.

٤- جن بزرگن سان شاه صاحب مليو ۽ جن جي ٻوئلڳڻ سان صحبتون ڪيائين انهن جي حالات ۽ طريقن جو مختصر احوال.

آءٌ سمجهان ٿو ته انهن حقيقتن معلوم ڪرڻ بعد پڙهندڙن کي شاه صاحب جي قومي پيغام، فلسفہ زندگي ۽ مذهبي رجحانات جو سولائي سان پتو پئجي سگهندو.

## (۱) انهيءَ زماني ۾ سنڌ جي اندروني سياسي حالت.

ڏهين صدي هجريءَ جي شروعات مطابق ۱۵ صدي عيسويءَ ۾ سنڌ اندر "سمن" (خالص سنڌي خاندان) جي حڪومت هئي ۽ وقت جو حڪمران ڄام نظام الدين عرف ڄام ننده هو. جيڪو وڏو عالم، پرهيزگار ۽ عادل حاڪم هو. سندس ڏينهن ۾ سنڌ ٻاهرين اثر کان ذري گهٽ آزاد هئي. هن صاحب جي ڏينهن ۾ ٺٽي شهر جي نئين سر تعمير ٿي. جنهن تي ٿوري وقت اندر دور دراز ملڪن کان وڏا عالم، شاعر، درويش ۽ هنرن جا ماهر اچي ويا. جنهن ڪري ٺٽي جو شهر سنڌ جي تهذيب ۽ تمدن جو مرڪز ٿي پيو. ٺٽي کان سواءِ ان وقت سنڌ اندر نصرپور، مٽياري، درٻيلو بکر، روهڙي، پاٽ، باغبان، سيوهڻ ۽ ٻين جا شهر پڻ تمدني ۽ تجارتي مرڪز هئا.

سنڌ ان وقت دهليءَ جي مرڪزي تسلط کان مس جان ڇڏائي، مڪاني خود مختياري حاصل ڪري پنهنجي پيرن تي بيهڻ جي لائق ٿي هئي. انهيءَ زماني ۾ سنڌ جي عالمن ۽ درويشن ۾ نظرين جي نقطہ نگاه کان ٻه مکيه گروه ٿي پيا.

## پهريون گروه.

هي سنڌي تهذيب، سياسي اقتدار ۽ اندروني خودمختياري ۽ ترقيءَ جو قائل هو. انهيءَ گروه جو مدارالمهام مخدوم بلاول رحمته الله عليه هو جو سمي قوم جو شاهي گهراڻي جو فرد هو. سندس ٻه مکيه رفيق خليفه سيد حيدر عليه رحمته سن وارو ۽ مخدوم ساهڙ لنجار (جنهن جو مقبرو اڃا پور جي مٿان آهي) هئا. انهن بزرگن جو موجوده دادو، سيوهڻ، ڪوٽڙي تعلقن جي جبلن ۽ درياءَ جي ڪنڌيءَ وارن رهاڪن تي گهڻو اثر هو. هن گروه کي ڄام ننده جي وزير ميان دريا خان (جنهن کي مبارڪ خان به ڪري سڏيندا هئا) جي سرپرستي نصيب هئي.

## ٻيو گروهه

هي وطني ۽ نسلي بنيادن تي قومي تسلط ۽ سياسي اقتدار کي ختم ڪري غلبهءِ اسلام قائم ڪرڻ جو قائل هو. انهيءَ گروهه جو اڳواڻ ٺٽي شهر جو مکيه عالم قاضي قاضن هو، جو پوءِ شاهه بيگ ارغون جي ڏينهن ۾ بکر جو قاضي مقرر ٿيو. هو مخدوم محمد ميران جونپوري جي مهدوي فرقي جو پوئلڳ هو. مخدوم صاحب افغانستان وڃڻ کان اڳ ٩٩٣ هجري يا ٩١٠ هجري ڌاري سنڌ ۾ آيو ۽ انهيءَ وقت جي ڪيترن عالمن ۽ اميرن تي سندس تعليم جو اثر پيل هو. شاهه بيگ ارغون به سندس پوئلڳن مان هو. سنڌ جي حاڪم ڄام نندي جي دربار ۾ به ڏسڻ ۾ اچي ٿو ته ڪن اميرن جي ان تحريڪ سان همدردي هئي. پاڻئجي ٿو ته نظرين جي انهيءَ اختلاف ڄام نندي جي درٻارين ۾ اندروني اختلاف پيدا ڪري ڇڏيا هئا. ۽ هڪ گروهه دولهه دريا خان جي پاليسي ڪري سندس برخلاف ٿي پيو.

جيستائين ڄام نندو حيات هو، تيستائين ٻنهي نظرين وارن جو دور دوره هو، ليڪن سنه ٩١٤ هجري ۾ ڄام صاحب جي وفات ڪري حالتون بدلجڻ لڳيون. انهيءَ وقت ڌاري افغانستان ۾ مغلن جي قبيلن ۾ طاقت حاصل ڪرڻ لاءِ خانه جنگيون ٿيون ۽ امير ذوالنون جي پٽ شاهه بيگ ارغون کي ميرزا بابر آهستي آهستي ڪري ڪابل ۽ قنڌار جي تسلط کان نيڪالي ڏئي ڇڏي، جنهن ڪري ان کي پنهنجي لاءِ ڪو نئون ملڪ تاڙڻو پيو. انهي وقت سنڌ ۾ ڄام نندي جي وفات بعد سندس پٽ ڄام فيروز حڪمران هو. سندس وڏي پاءُ جي پٽ ڄام صلاح الدين سندس برخلاف حڪومت لاءِ دعويداري شروع ڪئي، ٻئي طرف وري درٻاري سازشن ۽ سندس سياسي غلطين حڪومت کي ڪافي ڪمزور ڪري ڇڏيو هو. سنڌ جي گهڻن حصن ۾ مڪاني حاڪم خودسري ڏيکارڻ لڳا. ڄام فيروز ڪجهه افغان گهرائي پنهنجي دربار ۾ امير ڪري رکيا هئا. جن مڪاني حڪومت جي ڪمزوريءَ بابت شاهه

بيگ ارغون کي اطلاع ڏئي خواهش ظاهر ڪئي ته جيڪڏهن هو ان طرف ڪاه ڪندو ته حالتون گهڻو سازگار هئس. ان تي هن ٻه دفعا پنهنجي پاٽرن ميرزا ابومحمد ۽ سلطان محمد جي سرڪردگيءَ هيٺ سنڌ تي فوجون چاڙهي موڪليون پر دريا خان جي همت ۽ ڪوشش سان ٻئي دفعه کين شڪستون نصيب ٿيون ۽ مرزا شاه بيگ ارغون جا ٻئي پاٽر انهن جنگين ۾ مارجي ويا.

ان تي مڪاني مخالف گروه وارن محسوس ڪيو ته جيستائين دريا خان حڪومت ۾ اقتدار رکي ٿو ان وقت تائين سنڌن مرادون بر ثواب ٿي ڪين سگهنديون. جنهن ڪري هنن اهڙيءَ طرح سازشون شروع ڪيون جو ڄام فيروز ۽ دريا خان جي وچ ۾ اختلاف پيدا ٿي پيو ۽ دريا خان ڪڪ ٿي وزارت تان استيعفا ڏئي پنهن جي جاگير ڪاهان ۾ گوشه نشين ٿي زندگي گذارڻ لڳو. ان ڪانپوءِ ته حالتون ويتر خراب ٿي ويئون. مرزا شاه بيگ ٻئي وجهه ڳوليا سو اها حالت ڏسي سنڌ تي سنه ٩٢٣ هجري ۾ ڪاهي آيو ۽ سيوهڻ تائين ملڪ فتح ڪري وري موٽي ويو. ڪجه وقت گذرڻ بعد ٩٢٦ هجري ۾ وري هو ڪاهي آيو. ڄام فيروز جڏهين اهي حالتون ڏٺيون تڏهن دريا خان جي مدد طلب ڪيائين پر هاڻي حالتون دريا خان جي وس کان ٻاهر ۽ خراب ٿي ويون هيون تنهن هوندي به دريا خان سنڌ کي ٻاهرين تسلط کان بچائڻ خاطر ڄام فيروز جي طرفان سنڌي لشڪر وٺي شاه بيگ جي فوج جي مقابلي لاءِ نڪتو، ٺٽي جي ٻاهران ساموئي وٽ سخت لڙائي لڳي جنهن ۾ دريا خان نهايت بهادريءَ سان مقابلو ڪيو تان جو پاڻ وڙهندي وڙهندي ميدان جنگ ۾ شهيد ٿيو. پويان ڄام فيروز ۾ اڳيئي لچڻ ڪونه هو، سو ٺٽو ڇڏي ٻئي ڀڳو ۽ وڃي پير پٺه جي درگاه ۾ لڪو.

شاه بيگ ارغون آسانيءَ سان اچي سنڌ جي پايه تخت ٺٽه تي قبضو ڪيو ۽ اهڙيءَ طرح سڄي سنڌ مرزا شاه بيگ ارغون جي تسلط هيٺ آئي. مرزا صاحب قاضي قاضن پنهنجي مرشد پاڻي

۽ طرفدار جي سفارش تي گهٽن ماڻهن کي امن ڏنو ۽ آخر ۾ قاضي قاضن کي بکر جو قاضي مقرر ڪري نوازيائين.

ان وقت کان وٺي سنڌ تي مخدوم محمد ميران جونپوري جي نظريہ سياست جي مجيندڙ جو تسلط قائم ٿي ويو ۽ سنڌ جي قومي سياست جي حامين کي آهستي آهستي ختم ڪيو ويو. دريا خان ٺٽي جي لڙائي ۾ شهيد ٿي چڪو هو ان کانپوءِ سندس ۾ پٽ بہ باغبان جي پر واريءَ لڙائيءَ ۾ مارجي ويا.

مخدوم بلاول جنهن جي اخلاقي همدردي ان تحريڪ سان هئي، ان کي ڪنهن بهاني تي سرڪاري طرفدار مولوين کان فتوا وٺي گهاڻي ۾ پيڙائي شهيد ڪرايو ويو. سيد حيدر تي سخت نظرداري ڪرڻ لاءِ ارغون گهراڻي وارن پنهنجي ڇانوڻي ڪٽي سن جي شهر ۾ رکي، اها نظرداري ان وقت تائين هلي آئي، تان جو سيد حيدر عليہ رحمت تاريخ ۴ شعبان ۹۳۷ هجريءَ تي وفات ڪئي.

سنڌي قوميت جي بانيڪارن جي ڪمزور ٿيڻ ڪري سنڌ ڏارين جي سياسي ۽ ذهني اقتدار هيٺ آئي، جو سلسلو قريبن سٺر وره ڪن هليو. ان بعد سنہ ۱۰۰۰ هجري مطابق ۱۵۹۱ع ۾ نواب خان خانان اڪبر بادشاه جي حڪم موجب اچي سنڌ کي فتح ڪري دهليءَ جي مغل حڪومت سان ملائي ڇڏيو. ان وقت کان وٺي شاه جهان بادشاه جي وچ حڪومت تائين سڄي سنڌ دهلي حڪومت جي مقرر ڪيل نوابن جي هٿ هيٺ رهي. ۱۶۴۱ کان وٺي ۱۶۵۱ع تائين تہ سنڌ ۽ ملتان جو گورنر خود اورنگزيب پاڻ رهيو.

انهيءَ وقت ميان آدم شاهي ڪلهوڙو، جو پيري مريدي هلائيندو هو، مڪاني طرح طاقت وٺڻ لڳو. هو بہ مخدوم محمد ميران جونپوري جي اصولن جو پوئلڳ هو. هن ۱۰۶۸ هجري مطابق ۱۵۵۸ع ۾ وفات ڪئي ۽ سندس جاءِ نشين ميان نصير محمد ڪلهوڙو ٿيو. سنڌ اگرچ دهليءَ جي بادشاهن جي قبضي هيٺ هئي، ليڪن مڪاني اختيارن ۾ سنڌ جي ڪيچ پاڳي تي ميان نصيرمحمد پنهنجي طاقت گهٽي قدر وڌائي، جا آهستي آهستي

وڌندي رهي تان جو ميان يار محمد ڪلهوڙي کي دهليءَ طرفان خدايار خان جو لقب مليو ۽ ڪانئس پوءِ سندس پٽ ميان نور محمد کي به ساڳيو خطاب مليو ۽ بعد ۾ محمد شاه جي آخري ڏينهن ۾ ڪيس دهلي جي حڪومت طرفان، سال ۱۱۳۵ هجري مطابق ۱۷۲۲ع ۾ باضابطه نواب مقرر ڪيو ويو. جنهن بعد سنڌ رڳو نالي خاطر دهليءَ جي زيردست رهي. ميان نور محمد جي انتقال بعد سندس جاءِ نشين ميان غلام شاه ڪلهوڙي انهيءَ قسم جو تورو گهڻو تعلق به دهليءَ سان ختم ڪري پاڻ کي ۽ پنهنجي ملڪ کي مڪمل طرح آزاد ڪري ڇڏيو. سندس تخت نشينيءَ جو سال ۱۱۶۸ هجري مطابق ۱۷۵۵ع آهي ۽ اهوئي سال سنڌ جي آزاديءَ جو پهريون سال ٿيو.

ڪلهوڙن جي خاندان بعد ٽالپر گهراڻو سال ۱۱۸۵ هجري مطابق ۱۷۷۲ع ۾ مسند تي حڪمران ٿيو. انهيءَ گهراڻي جي دور ۾ به گهڻو ڪري سنڌ غيرن جي دخل، قبضي ۽ تسلط کان آزاد رهي.

مخدوم بلاول عليه رحمته واري سنڌ جي قومي تحريڪ ڪانپوءِ سنڌ جي اڪثر بزرگن سياسي ڳالهين سان گوشو اختيار ڪري پنهن جي اندر اجارڻ ۽ اخلاقي اصلاح طرف توجهه ڏنو. مخدوم نوح عليه رحمته شاه عبدالڪريم عليه رحمته، سيد رڪن الدين سخي هاشم شاه وغيره انهيءَ پاليسي تي هليا، ليڪن شاه صاحب جي ابتدا کان وري نئون دور شروع ٿيو، جيئن مخدوم عبدالرحمان ڪهڙن وارو، شاه عنايت صوفي سياسي اختلاف ڪري شهيد ڪرايا ويا هئا.

## (۲) سنڌ کان ٻاهر جا سياسي، مذهبي رجحانات، حالات ۽ انهن جو سنڌي زندگيءَ تي اثر

ڏهين صدي هجري مطابق ۱۵ صدي عيسوي جي اوائل ۾ دهليءَ ۾ لوڌي گهراڻي جو راڄ هو. ان جي بادشاه ابراهيم

شاه لوڌيءَ جي ڪمزوري ڪري سنڌس ڪن اميرن پنجاب جي حاڪم دولت خان سان صلاح ڪري، مرزا بابر کي (جو سلطان تيمور لنگ جي ڇهين پيڙهي مان هو) هندستان تي ڪاه ڪرائڻ لاءِ سڏايو، جنهن لڙايون لڙي ۱۵۲۶ع سال ۾ دهليءَ تي قبضو ڪري مغل سلطنت جو پايو وڌو.

۱۵۳۰ع ۾ وفات ڪرڻ بعد ان جو پٽ همايون جانشين ٿيو، پر اهو گهڻو وقت حڪومت سنڀالي نه سگهيو ۽ پٺاڻ گهراڻي جي بادشاه شير شاه کيس شڪست ڏيئي دهليءَ مان ۱۵۴۰ع ۾ ڪڍي ڇڏي. ۱۵ سالن کانپوءِ هن ايران جي بادشاه جي مدد سان وري هندوستان جي حڪومت هٿ ڪئي ۽ هڪ سال جي حڪمراني بعد وفات ڪيائين. ان کان پوءِ سندس فرزند اڪبر چوڏهن ورهن جي ڄمار ۾ ۱۵۵۶ع ۾ حڪومت شروع ڪئي.

اڪبر گهڻي تجربي ۽ سکيه صلاح ڪارن جي مشوره بعد هن راءِ تي پهتو ته هندوستان جيڏي برصغير جي حڪومت صرف زور زبردستيءَ سان گهڻي وقت تائين هلائي ڪانه سگهبي. ان ڪري ضرورت ان ڳالهه جي هئي ته ڪنهن نظريه جي بنياد تي آئين ٺاهي حڪومت هلائي وڃي. انهيءَ خيال سان هن پنهنجي صلاحڪارن جي مشوره سان حڪومت لاءِ هڪ پاليسي ۽ پروگرام مقرر ڪيو، جنهن جا مکيه جزا هيٺيان هئا:-

۱- برصغير هندوستان جي مختلف مذهب رکندڙ باشندن ۾ يڪجهتي ۽ اتحاد آڻڻ لاءِ اهو امر ضروري هو ته اتي جي رهاڪن جي مذهبي اختلافن کي دور ڪري ڪن متحد اصولي بنيادن تي کين گڏ ڪجي.

۲- اهڙيءَ طرح کين هڪ متحد قوم بنائي ڪاروبار حڪومت ۾ شامل ڪري گڏيل جوابداريءَ سان ملڪي ڪم هلائجي.

۳- حڪومت جي هلائڻ لاءِ هڪ عام پسند آئين جو هئڻ ضروري آهي.

٤- هندوستان جي حڪومت جي خارجي پاليسي مذهبي خواه سياسي ڳالهين ۾ بيروني اثرن کان آزاد رکجي.

اها ڳالهه ظاهر هئي ته هندوستان ۾ جتي ٢٥ يا ٣٠ ڪروڙ ماڻهو رهندڙ هجن، اتي ۾ ٽي ڪروڙ مسلمان، سي به ذاتي تعصبن ۽ خود مطلبن ۾ ورهايل، گهڻي وقت تائين فقط طاقت جي زور تي غير مسلم رعيت جي رضامندي کانسواءِ حڪومت هلائي ڪين سگهندا. تنهن ڪري حالتن جي تقاضا اها هئي، ته پائدار حڪومت بنائڻ لاءِ هڪ اهڙي پاليسي اختيار ڪرڻ گهربي هئي، جنهن ۾ هندو مسلم گڏجي باهمي مشوره سان حڪومت هلائين، تجربي اڪبر کي محسوس ڪرايو ته انهيءَ مقصد کي حاصل ڪرڻ ۾ وڏي رنڊڪ جهڙي ڳالهه مختلف مذهبن جا اختلاف هئا. تنهن ڪري هو انهن اختلافن کي دور ڪري ڪن بنيادي اصولن تي هندوستان جي باشندن کي آڻڻ واسطي طريقا سوچڻ لڳو. انهيءَ مقصد جي حصول لاءِ چشتي طريقي جي بزرگن (جي مسئلي وحدت‌الوجود همه‌اوست عقيده جي قائل هئڻ ڪري مذهبي تعصب کان آزاد هئا) ۽ ملا مبارڪ سنڌي ۽ ان جي ٻن فرزندن ابوالفضل ۽ فيضي کان گهڻي مدد ۽ رهبري ملي. انهي ئي مقصد خاطر هن هندوستان جي مکيه مذهبن جا قابل عالم پاڻ وٽ گهرائي هندوستان ۾ هڪ خيال ۽ هڪ عقيدي جي مسئلي تي غور ۽ فڪر ڪرڻ لاءِ ڪٺو ڪيو. سندس دربار ۾ مسلمان، عيسائي، هندو ۽ پارسي مذهبن جا عالم- پادري- پنڊت ۽ موبد اچي گڏ ٿيا. جن جي مشوري بعد هڪ گڏيل خيالن جو مذهب ايجاد ڪيو ويو، جنهن تي **"دين الاهي"** نالو رکيو ويو ۽ آهستي آهستي ڪري انهيءَ جي تبليغ شروع ڪئي وئي. انهن سڀني ڳالهين مان سندن مقصد اتحاد هند هو. انهيءَ مطابق بادشاه جي روحاني پيشوا جي عقيدي کي جاري ڪرڻو پيو. انهيءَ تجويز پٽاندر هندوستان جي سڀني رهاڪن کي هڪ يڪي قومي شيرازه ۾ آڻڻ جو مقصد رکيل هو. ان ڪري ملڪ جي حڪومت

جي ڪاروبار ۾ بنا تميز مذهب ۽ عقيده جي هرهڪ باشنده کي شريڪ ڪرڻ جو اصول قبول ڪيو ويو. جنهن ڪري ڪيترا هندو وزير يا گورنر جهڙن اعليٰ عهدن تي مقرر ڪيا ويا. هندن سان سڱا بندي (بنا طرفين مان ڪنهن جي مذهب بدلائڻ جي) جو رواج وڌو ويو. حڪومت جو ڪاروبار بجاءِ اسلامي شريعت جي ”آئين اڪبري“ مطابق هلائڻ شروع ڪيو. اهڙيءَ طرح سان خود مسلمانن جي مذهبي معاملن ۾ پاڻ کي عراق ۽ بخارا جي اثر کان آزاد ڪري مذهبي رهبري جو مرڪز هندوستان اندر قائم ڪيو ويو. بادشاهه جي رهبريءَ هيٺ، انهيءَ تجويز جو لازمي نتيجو اهو نڪتو ته اسلام جي بنيادي اصولن طرف توجهه زياده ڏنو ويو ۽ ان جي فروعاتي مسئلن طرف ڪم توجهي ٿيڻ لڳا. ڪيترن مسلمان عالمن کي خوف پيدا ٿيڻ لڳو ته ان پاليسي ڪري اسلام دين منظم جي حيثيت وڃائي ويهندو. ازانسواءِ عالمن جو هڪ گروه جو گهڻي وقت کان اڳين مسلمان حاڪمن يا خود مغلن جي حڪومت ۾ ملڪي ڪاروبار جو روح روان ۽ عدالتي ڪاتي جو مکيه هلائيندڙ هو، سو پنهنجي طاقت ۽ اقتدار کي گهٽ ٿيندو ڏسي ناراض ٿيڻ لڳو. اهڙيءَ طرح سان مسلمانن جو امير طبقو جو اڳي سموري حڪومتي ڪاروبار جو عملدار هو، سو پاڻ سان هندن کي (جن کي هن وقت تائين رعيت سمجهندا هئا) شريڪ ٿيندو ڏسي پڻ ناراض ٿيو. اگرچ ظاهر ۾ هو مٿان مقرر ٿيل پاليسي مطابق ڪم هلائيندا رهيا ليڪن انهن پنهين گروهن پنهن جي وڃايل اقتدار کي وري حاصل ڪرڻ لاءِ حڪومت جي انهيءَ پاليسيءَ جي برخلاف سازش شروع ڪئي ۽ پروپئگندا ڪرڻ لڳا. جنهن جا مکيه جزا هيٺيان هئا:-

١- اڪبر بادشاهه جي دين الاهي واري تحريڪ ۽ هندوستانين جي متحده قوميت لاءِ ڪوشش سبب شريعت اسلامي جي ڪمزور ٿيڻ جو امڪان هو ۽ ان ڪري مسلمانن جي جداگانه هستي ختم ٿيڻ جو انديشو هو.

٢- غير مسلمانن کي حڪومتي ڪاروبار ۾ شريڪ ڪرڻ ڪري منجهن برابري ۽ همسري جو مادو پيدا ٿيندو ۽ مسلمانن جو اثر ۽ رعب مٿان لهي ويندو ۽ غير مسلمن جو حوصلو وڌي ويندو.

٣- اسلام کان سواءِ ٻين مذهبن جي سچ تي هئڻ کي تسليم ڪرڻ، اسلام جي ترقي ۽ واڌاري ۾ رڪاوٽ وجهندو. ان ڪري اسلام جي دين مڪمل ۽ آخري هئڻ جي دعوا ٿني پوندي.

٤- خدائي آئين (قرآن) ۽ دستور سنت جي هوندي ڪنهن قومي آئين کي لاڳو ڪرڻ اسلام جي ديني نظام قائم ڪرڻ جي برخلاف آهي.

انهن ٻنهي گروهن جي باوجود اڪبر ۽ جهانگير جي دور حڪومت ۾ گهٽو ڪجهه ٿي سگهيو. مگر آهستي آهستي انهن مذهبي مهندارن ۽ مسلم امير طبقي جي ڪوشش هٿي وڃي هند ڪيو ۽ خود مغلن جي شاهي گهراڻي ۾ به گروه ٿي پيا.

شريعتي نظام جي طرفدارن جڏهن ڏٺو، ته چشتي طريقه جي مسئله وحدالوجود سندن سياسي اقتدار ۽ اثر کي هڪ طرف ڪمزور ڪري ڇڏيو هو، ته ٻي طرف ماڻهن تان شرعي احڪامن جي پابندي ۽ ديني دستورن جا اثر گهٽ ٿيڻ لڳا هئا، جنهن ڪري سندن غلبه اسلام ۽ شرعي حڪومت جا خواب بنا تعبير جي رهجي ٿي ويا، سي فڪر ڪرڻ لڳا ته وحدت الوجود جي مقابلي ۾ ڪو موزون فلسفو هٿ اچين ته انهيءَ تي پنهنجن تجويزن ۽ پاليسيءَ جو بنياد رکي پنهنجن ارادن ۾ ڪامياب ٿي سگهن. بالاخر اڪبر بادشاه جي حڪومت جي پڇاڙيءَ ڌاري دهلي ۾ هڪ وڏو عالم، صاحب شريعت ۽ تقويٰ جو بزرگ پيدا ٿيو جنهن جو نالو خواجه باقي با الله هو ۽ هو نقشبندي طريقه جو مرشد هو. دهليءَ جي اميرن ۽ علماءِ دين هن جي تقويٰ ۽ تقدس جي شهرت جو فائدو

ولي، هن جي چوڏاري گڏ ٿي پنهنجن تجويزن کي مڪمل ڪرڻ گهريو. انهيءَ وقت هن صاحب جي خدمت ۾ هڪ نوجوان خواجه احمد فاروقي حاضر ٿي سندس حضور مان فيض ياب ٿيو. هن جي اچڻ کي غنيمت سمجهي سڀئي گروه انهيءَ جي طرف پنهنجو توجهه ڪيو. اهو صاحب ٿوري وقت ۾ ترقي ڪري امام رباني مجدد الف ثاني جي لقب سان مشهور ٿيو ۽ انهي سان اجيائي ديـن (دين کي وري اوج تي آڻڻ) جون اميدون وابسته ڪيون ويون. هن صاحب مسئله وحدت‌الوجود جي مقابلي ۾ وحدت الشهود جي نظريي کي پيش ڪري شريعت اسلام کي ضعيف ۽ خاتمي کان بچائڻ جي ڪوشش ڪئي. امام رباني جي طريقه‌ڪار ۽ نظريي مان جهانگير بادشاه کي سندن طريقه حڪومت ۽ پاليسيءَ جي برخلافيءَ جا ڪي شڪ پيدا ٿيا جنهن ڪري ڪيس ٻه سال ڪن نظر بند رکيائين ليڪن آخر ۾ آزاد ڪيائينس.

شاه جهان جو سمورو توجهه ملڪ جي اڏاوت ۽ سينگار تي صرف ٿي ٿيو، جنهن ڪري هو ملڪ ۾ پيدا ٿيل سياسي اختلافن طرف گهٽو ڌيان نه ڏيئي سگهيو. نتيجو اهو نڪتو ته خود سندس پٽن ۾ ٻن راين جا خيال پيدا ٿي پيا ۽ ساري دربار ۽ امير طبقو انهن گروهن ۾ ورهائجي ويو. شهزادو داراشڪوه حضرت چشتي، ميان مير سنڌي بزرگ، سرمد شهيد ۽ هندو يوگين جي صحبت ۽ اثر ڪري مسئله وحدت‌الوجود جو پوئلڳ ٿي پيو، تنهن ڪري اڪبري سياست قائم رکڻ جو حامي هو، ٻئي طرف وري شهزادو اورنگزيب مسئله وحدت الشهود جي پيروي ۾ علماءَ دين ۽ مسلم اميرن جي ڪثرت جي سياسي نظريي جو حامي بنجي پيو. انهيءَ نظريه سياست جا مکيه جزا هيٺيان هئا:-

١- هندستان جي مختلف مذهبن جي پيرون کـي ڪنهن هڪ تجويز جي بنياد تي گڏي متحده قوم بنائڻ جو خيال ناقابل عمل ۽ شريعت اسلامي جي خلاف هو، ان ڪري صحيح سياست جي تقاضا اها هئي ته مسلمانن جي جدا قومي حيثيت برقرار رکي

انهيءَ جي تحفظ، تنظيم ۽ ترقيءَ لاءِ هر ممڪن طريقي سان ڪوشش ڪئي وڃي.

٢- اهو تڏهن ٿي سگهندو، جڏهن مسلمانن جي جماعتي زندگيءَ کي نئين سر شريعت اسلام جي نظام موجب هلائي انهن کي صحيح مسلمان بنايو وڃي. ان لاءِ شريعت اسلام جي هر حڪم جي علمي پابندي جو لاڳو ڪرڻ ضروري ۽ مسلمانن جي سياسي اخلاقي ۽ مذهبي اصلاح ڪرڻ لازمي هئي.

٣- حڪومت کي قومي سياسي نظريي (آئين اڪبري) جي بنياد تي هلائڻ جي عيوض شريعت اسلام جي طريقي تي هلايو وڃي. جنهن جو لازمي نتيجو اهو نڪرڻ وارو هو، تہ حڪومت جي پاليسي مقرر ڪرڻ جي واڳ ديني عالمن جي هٿ ۾ اچڻ واري هئي. هندو امير طبقي جڏهين مسلمان اميرن ۽ عالمن کي غلبہ اسلام جي تحريڪ کي زور وٺائڻ جي در پي ڏٺو، تہ انهن ۾ بہ هن جي رد عمل طور هندو اقتدار کي نئين سر زنده ڪرڻ ۽ زور وٺائڻ جي هلچل شروع ٿي. مرهٽن ۽ راجپوتن ان ۾ خاص دلچسپي ورتي، شيواجي انهيءَ هلچل جو مکيہ اڳواڻ هو.

آخرڪار امير ۽ عالم طبقي جي منصوبن هٿي وٺي هند کيو ۽ سن ١٠٧٦ هجري مطابق سن ١٦٥٨ع ۾ شاهجهان جي بيماري وقت اورنگزيب پيءُ کي قيد ڪري پاڻ حڪمران ٿيو ۽ دارا شڪوه ۽ پين ڀائرن کي مارائي ڇڏيائين. انهيءَ سلسلي ۾ سرمد صوفي کي بہ قتل ڪرايائين، جو داراشڪوه جو طرفدار هو. اورنگزيب تخت تي وهڻ شرط رٿيل پاليسي مطابق مسلمانن جي جدا قوميت جي اصول جي بنياد تي حڪومت کي خاص طرح مسلمانن جي هٿن ۾ آڻڻ جي پاليسي اختيار ڪئي.

شريعت اسلامي جي تجديد جي سلسلي ۾ فتواي عالمگيري لکيو. تبليغ اسلامي شروع ٿي ۽ هندن سان حاڪم محڪوم وارو برتاءُ ٿيڻ لڳو. هر معاملي کي ملڪ ۽ هندوستانين جي نقطہ نگاهہ جي عيوض مسلماني نقطہ نگاهہ سان ڏسڻ شروع ٿيو.

اورنگزيب شخصي طرح پرهيزگار، عالم ۽ متقي هو، پر سندس طرفدارن اهڙي پاليسي اختيار ڪئي، جو ملڪي سياست مذهبي رنگ ۾ رڱجي ويئي ۽ تعصب وڌندو ويو، جنهن ڪري انهي پاليسي جي رد عمل ۾ مرهٽن بغاوت ڪئي ۽ راجپوتن ۾ ناراضپو پيدا ٿيو.

## ٣- سنڌ جي اندر ٻاهر وارن سياسي ۽ مذهبي نظرين جو سنڌ تي اثر:

ٻارهين صدي هجري جي اول ۾ شاهه صاحب جي پيدائش جي وقت ڌاري جيئن مٿي ذڪر ڪيو ويو آهي، سنڌ تي ٽن سياسي نظرين جو اثر هو ۽ ڪيترائي ماڻهو انهيءَ رجحانات جا هئا. جن ٽن سياسي نظرين جو اثر هو سي هيٺيان هئا.

١- سنڌ جي جدا قوميت، خود داري، سياسي اقتدار ۽ ترقيءَ جو نظريو.

٢- هندوستان جي متحده قوميت، اقتدار ۽ ترقيءَ جو نظريو.

٣- مسلمانن جي جدا قوميت، مذهبي نظام، اقتدار ۽ ترقيءَ جو نظريو.

### (١) سنڌ جي جدا ترقيءَ جو نظريو:

انهيءَ خيال جا ماڻهو ته سنڌ ۾ گهڻي وقت کان پئي رهيا. اهو انهيءَ جذبي جو ئي اثر هو، جو سنڌ جي حاڪم دودي سومري سڄي قوم سوڌو دهليءَ جي حاڪمن جي برخلاف لڙي فنا ٿيڻ قبوليو ليڪن آڌ نه ڏني، جيتوڻيڪ اندروني اختلاف هوندي دهلي جي حاڪمن جي زبردست طاقت اڳيان هو ست جهلي ڪين سگهيو، ته به سنڌ جي سر زمين تي پنهنجي بهادري ۽ حب الوطنيءَ جو اهڙو غير فاني مثال ڇڏي ويو، جو اڄا تائين ڳوٺن ۾ سندس ڪهاڻيون پٽ ۽ مڱڻهار ڳائيندا رهن ٿا.

سومرن کان پوءِ حڪومت سمن جي هٿ ۾ آئي جي

پنهنجي ابتدائي دور ۾ دهلي جي حاڪمن جي اثر هيٺ هئا، پر هو آهستي آهستي سنڌ آخري حاڪم جي حڪمراني ۾ اندروني آزادي حاصل ڪري چڪا هئا. انهيءَ دور ۾ سنڌ اندر علم، هنر ۽ سلامتي جي واڌاري ڪري سنڌين ۾ سنڌي زبان، تهذيب، تمدن جي ترقيءَ ۽ سياسي آزاديءَ جو جذبو پيدا ٿي چڪو هو.

ڄام نظام الدين جي عام ۾ شهرت ۽ مقبوليت جو وجهه ولي سندس وزير دريا خان. سنڌ جي قومي تحريڪ جي سرپرستي ڪئي. مخدوم بلاول عليه رحمته جهڙي زبردست عالم ۽ پير طريقت سندس ٻن خليفن سيد حيدر عليه الرحمته ۽ مخدوم ساهڙ (جنهن جو شاهه رڪن الدين جي معرفت متياري ساداتن تي اثر پيو) سميت انهيءَ تحريڪ جي واڌاري لاءِ خاص دلچسپي ورتي. سنڌ ساري تحريڪ جو بنياد هيٺين مکيه ڳالهين تي هو:-

(١) کين تاريخ اسلام جي مطالع ۽ ذاتي تجربي مان بخوبي معلوم ٿي چڪو هو ته ملڪ جي حاڪمن جي سياست هميشه خود غرضي ۽ طبقاتي مفاد جي بنياد تي ٻڌل هلي آهي.

عوام جي اڪثريت کي ڪڏهن به ان مان فائدو نه پهتو آهي، تنهن ڪري عام ماڻهن هميشه حڪومت کي ناپسنديده نگاهن سان ٻڌو آهي. اسلام جي واڌاري ۽ ساري انسان ذات جي سڌاري جهڙا وڏا مقصد حاڪمن جي حڪومت جي ذريعي حاصل ڪرڻ خيال خام هو. اهو ڪم بهتر نموني تي درويشن ۽ عالمن جي تزڪيه نفس ۽ اخلاقن جي درستيءَ واري تعليم ذريعي زياده آساني سان حاصل ٿي سگهندو، ان ڪري هنن سياست کي مذهب کان الڳ رکڻ مناسب ٿي سمجهيو.

(٢) سنڌ جي زبان، تهذيب، تمدن ۽ سياسي آزاديءَ جي حفاظت ۽ بچاءَ لاءِ اهو امر نهايت ضروري هو ته سنڌ جي جملي باشندن جي بنا تميز مذهب جي، انهيءَ مقصد حاصل ڪرڻ لاءِ همدردي ۽ مدد ورتي وڃي. تنهنڪري سنڌ جي رهاڪن کي هڪ قوم ڪري شمار ڪرڻ ضروري هو.

(٣) هر اهڙا سياسي تحريڪ جا مذهب جي نالي ۾ هلائي ويندي، خصوصاً ان وقت مخدوم محمد ميران جونپوري جي هلايل "مهدوي" هلچل، جا ڪم و بيش اڄ ڪلهه جي پئن اسلامزم جي تحريڪ جا جزا پاڻ ۾ رکندڙ هئي، سا سندن نظر ۾ سنڌي مفاد لاءِ نقصانڪار هئي. ان ڪري اسلام جي نالي ۾ هوشيار ۽ طاقتور مسلمان حاڪمن، قومن ۽ تهذيبن جو تسلط ۽ اقتدار سنڌ تي قائم ٿيڻ جو امڪان هو. ـ

## (٢) هندوستان جي متحده قوميت جو نظريو.

هندوستان ۾ آيل مسلمان درويش ۽ بزرگ ابتدا کان وٺي ٻن راين ۽ گروهن ۾ ورهايل هئا:-

هڪڙا:- مذهب ۽ سياست کي اسلام جي اصولن موجب ڌار شئي نه سمجهي، انسان ذات جي ترقيءَ ۽ فلاح شريعت اسلام جي ذريعي حاصل ٿيڻ ۾ اعتماد رکندا هئا، تنهن ڪري شريعتي حڪومت جي لاڳو ڪرڻ جا حامي هئا.

ٻيا:- مذهب کي سياست سان گڏي هلائڻ جي پاليسيءَ کي اسلامي تاريخ ۾ ناڪامياب ٿيندو ڏسي ۽ ان مان جي عوام کي نقصان پهتا هئا، انهن کي مدنظر رکي مسلمانن جي مذهبي اعتقادات کي سياست کان الڳ رکڻ جي فائدي ۾ هئا. انهن کي معلوم هو ته خود خلفاءِ راشدين جي تسليم شده بهترين دور حڪومت ۾ اندروني اختلافن ڪري ٽي خليفا قتل ٿيا. ڪربلا جو واقعو انهيءَ پاليسي جو نتيجو هو، بني امين ۽ بني عباسين جا باهمي جهيڙا، خونريزيون ۽ عربن جون پيون خانه جنگيون انهيءَ پاليسيءَ جي غير مفيد ثابت هئڻ لاءِ ڪافي دليل هيون.

ازانسواءِ خود اسلام جي تخيل نسبت مسلمانن ۾ اختلاف پيدا ٿي چڪو هو. انهن مان ڪي ان راءِ جا هئا ته اسلام جو اصل مقصد يعني انسان ذات جي ترقي ۽ فلاح حاصل ٿي ٿي سگهي جيستائين ان کي منظم دين ڪري، هڪ جداگانه ملت

جي آئين (جوڙجڪ) طور نہ هلايو ويو آهي. انهن جي نظر ۾ مسلمان هڪ چونڊيل قوم هئا ۽ اسلام انهن جي رهبريءَ جو قانون هو.

پين جي راءِ موجب اسلام دين فطرت، دنيا جي سڀني مذهبن جو نچوڙ ۽ انسان ذات لاءِ بنا ڪنهن تميز ملڪ، نسل قوم، لباس، زبان ۽ مذهب جي هڪ بهترين لائحہ (دستور) عمل ۽ اسوه حيات (طريقہ زندگي) هو. ان ۾ تنگ خياليءَ ۽ تعصب کي ڪا جاءِ نہ هئي. اسلام جي دائري کي ڪنهن گروه يا فرقي ۾ محدود ڪرڻ سندس بنيادي اصولن جي برخلاف هو.

انهن "فاينماتولوا فثم وجه الله" جي مطابق هر هند انهي بنيادي حق (اسلام) جا ترورا ڏٺا ٿي. ٿنهن ڪري مسئلہ وحدت الوجود جي ماتحت عملي سياست کان علاوه ٿي آواز حق بلند ڪرڻ لڳا.

خواجہ معين الدين اجميري انهيءَ گروه جي مکيہ ڪارڪن مان هو. اڪبر بادشاه انهيءَ گروه جي اثر هيٺ اچي هندوستان جي متحده قوميت جي نظريہ کي ڪن بنيادي اصولن جي ماتحت عمل ۾ آڻڻ لاءِ ڪوشش ڪئي. سندن ساري تجويزن جو نچوڙ هيٺيون ٿي سگهي ٿو.

(۱) جنهن صورت ۾ دنيا جي اڪثر مذهبن جي بنيادي اصولن پٽاندر هندوستان جي رهاڪن کي هڪٻئي جي نزديڪ آڻي هڪڙيءَ ڏوري ۾ پوئي متحده قوم بڻائڻ ضروري هو، هنن جي خيال موجب خود اسلام بہ انهيءَ مقصد لاءِ آيو هو. خدا کي مڃڻ، سڀني پيغمبرن ۽ ان جي ڪتابن تي بنا ڪنهن فرق جي ويساه آڻڻ، حيات بعد الممات (موت کانپوءِ جي حياتي) جزاءِ اعمال (ڪيل عملن جو ڦل) چڱن ۽ نيڪ ڪمن ۾ اعتبار ڪرڻ، ماڻهن جي وجہ سياسي، اقتصادي ۽ معاشرتي عدل ۽ انصاف قائم ڪرڻ اسلام جا بنيادي مقصد هئا. انهن مان ڪابہ ڳالهہ اتحاد هندي کان روڪيندڙ نہ هئي.

(۲) هنن جي راءِ اها هئي ته جيڪڏهن اسلام کي منظم دين ۽ مسلمانن کي هڪ جداگانه ملت جي صورت ۾ قائم رکيو ويندو ته هن جو عالمگير ۽ بين الاقوامي جذبو ۽ ڪشش فنا ٿي ويندو ۽ هو هڪ فرقي جي محدود دائري ۾ بند ٿي پوندو. هندوستان جهڙي ملڪ ۾ جتي گهڻو تعداد غير مسلمانن جو هو اهڙي پاليسي اختيار ڪرڻ ڪري خود اسلامي مقصدن جي تبليغ، فروغ ۽ ترقيءَ ۾ رنڊڪ پئجي ويندي سندن خيال ۾ فصل (جدائي) کان وڌيڪ وصل (ميلاپ) جي ذريعي زياده فائدو حاصل ٿيڻ وارو هو.

(۳) هنن جي راءِ موجب مذهب ۽ سياست کي گڏي هلائڻ ملڪ ۽ ماڻهن کي فائدي جي بدران نقصان پهچائيندو. هڪ طرف سياست ملن مولوين جي تعصبن، ذاتي ڪاوشن (دشمنين) خود غرضين ۽ اختلاف راءِ جو آکاڙو بنجي پوندي، ته ٻئي طرف وري مذهب انسانن ۾ محبت ۽ ميلاپ آڻڻ جي بدران زور ۽ زبردستي بغض ۽ عناد پيدا ڪرڻ لاءِ ڪتب آندو ويندو. ان کي اهل سياست جي ذاتي ۽ طبقاتي مفاد لاءِ اوزار ڪري ڪتب آڻڻ جو انديشو رهندو. جنهن جي رد عمل ڪري مذهب جو نالو بدنام ٿيندو ۽ سندس جاذبيت جو مادو گهٽ ٿيندو.

(۴) حڪومت عوام جي ڀلي لاءِ هئڻ گهرجي ۽ نه ڪنهن خاص طبقي، گروه يا قوم جي مفاد لاءِ جيئن ته غير مسلم هندوستان ۾ تمام گهڻا هئا، ان حالت ۾ حڪومت کي صرف مسلمانن جي قبضي ۽ اثر هيٺ رکڻ ۽ سندن مذهبي پاليسيءَ موجب هلائڻ، حاڪم ۽ محڪوم جو فرق رکڻ، انصاف، عدل ۽ اسلامي اصولن جي عين برخلاف هئي. تنهن ڪري هنن 'آئين اڪبري' ناهي حڪومت ۾ هندو مسلمانن کي شريڪ ڪري ڪاروبار هلائڻ پسند ڪيو.

سنڌ ۾ مغلن جا گورنر، انهن جا همدرد ۽ صوفي حضرات ان نظريي جا پوئلڳ هئا.

## (۳) مسلمانن جي جداگانه قوميت جو نظريو.

جنهن متي ذڪاري آيو آهيان انهيءَ نظريي کي مجڻ وارن جو ۽ ابتدا کان وٺي هندوستان خواه سنڌ ۾ هڪ گروه رهندو ئي آيو آهي. خلافت جو قيام، مهدين ۽ مجددن جو پيدا ٿيڻ، شريعتي حڪومت ۽ غلبه اسلام آڻڻ جون تجويزون، جهاد جا جذبا ۽ موجوده زماني جو پئن اسلامزم ۾ سڀ هڪ سلسلي زنجير جون جدا جدا ڪڙيون آهن. جهڙي طرح سان متحده قوميت جي نظريي خاص طرح شهنشاهه اڪبر جي ڏينهن ۾ زور ورتو اهڙيءَ طرح مسلمانن جي جدا قوميت جي نظريي اورنگزيب جي ڏينهن ۾ زور ورتو. انهيءَ وقت ڏاري سنڌ جي سياست تي مخدوم ميران جونپوري جي مهدوي تحريڪ (جنهن ارغونن ۽ ڪلهوڙن تي ڪافي اثر ڪيو ٿو ڏسجي) ۽ اورنگزيبي سياست جو اثر پيو. تنهن ڪري بهتر اهين ٿيندو ته اول مهدوي تحريڪ جنهن جو روح روان سنڌ ۾ شاه بيگ ارغون جي ڏينهن ۾ قاضي قاضن هو، جو مختصر احوال پيش ڪجي.

### (الف) مهدوي تحريڪ:

هن تحريڪ جو باني سيد محمد جونپوري هو، جو جونپور جي شهر ۾ ۸۴۷ هجري ۾ پيدا ٿيو ۽ افغانستان جي ڪوٺ فراه ۾ سن ۹۱۱ هجري ۾ وفات ڪيائين. سيد صاحب زهد، تقويٰ ۽ درويشيءَ ۾ پنهنجو مٽ پاڻ هو. هن صاحب ستن سالن تائين لاڳيتو ورد ۽ وظائف ڪيا ۽ روزه رکيا ۽ هڪ گوشه نشين زاهد جي زندگي گذاري. انهيءَ عرصي جي دوران ۾ چيو وڃي ٿو ته کيس هڪ ازغيبي آواز ٻڌڻ ۾ آيو ته "انت مهدي" اول ۾ هن آواز کي ڪا اهميت ڪانه ڏني، ليڪن جڏهين اهو آواز مسلسل ڪيترن ورهن تائين سندس ڪنن ۾ گونجڻ لڳو تڏهين هن کي يقين ٿي ويو ۽ پاڻ کي مهدي ڪوٺائڻ لڳو.

هي نوين صدي هجري وارو زمانو هندوستان اندر سخت بدامني ۽ طوائف الملوڪي جو هو. روز بادشاهيون لهنديون ۽ ڀڄنديون هيون اهڙي ڪا مرڪزي حڪومت باقي نه رهي هئي جا هندوستان اندر مسلمانن جو شيرازو درست ڪري دستور شريعت جاري ڪري سگهي. حق تي هلندڙ عالم دين گهٽ ٿي ويا هئا ۽ منجهن دنيا طلبي ۽ رياءُ گهر ڪري ويهي ويا هئا. جاهل پيرن جي عملن ڪري مسلمانن ۾ گمراهي ڦهلجڻ لڳي هئي. هي حال ڏسي سيد صاحب شريعت جي زنده ڪرڻ ۽ چڱن عملن جي ڪرڻ لاءِ ماڻهن کي ترغيب ڏيڻ واسطي آواز کڙو ڪرڻ ضروري سمجهيو ۽ خلق خدا کي سنتين راهه تي آڻڻ ۽ مسلمانن کي نظام شريعت مطابق هلائڻ جي ضرورت محسوس ڪئي هن جي صداقت ۽ قلب جي پاڪائي هن جي آواز ۾ اهڙو اثر رکيو هو جو ٿوري عرصي ۾ هزارها ماڻهو سندس معتقد ٿيا ۽ خود ڪيترن ملڪن جا والي به سندس مريدي جي دائري ۾ داخل ٿي ويا. سندس مريدن جا طور طريقا عاشقانا ۽ والهانا انداز جا هوا جنهن ڪري امير ۽ فقير، اعليٰ ۽ ادنيٰ سڀ هڪ صداقتمندي جي رسيءَ ۾ پوئجي هڪ ٿي ويا. انهيءَ تحريڪ جا مکيه هيٺيان اصول هئا.

(۱) هجرت ڪرڻ. سندن چوڻ هو ته جيستائين ماڻهو قيد وطن کان آزاد ٿي، گهربار جو سانگو لاهي لڳ لاڳاپا ڇڏي جماعت ۾ داخل نه ٿيو آهي ان وقت تائين منجهانئس ڪا وڏي اميد رکڻ اجائي آهي. ان ڪري ان راهه ۾ ترڪ وطن ضروري هو.

(۲) ترڪ مال. سندن رايو هو ته بي وڏي رنڊڪ انسان جي راهه ۾ ڪيس اعليٰ ارادن ۽ ڪمن کان روڪڻ لاءِ مال ۽ ملڪيت جي محبت هئي ۽ ان ڪري سندن تحريڪ جي حلقي ۾ داخل ٿيڻ لاءِ اهو ضروري هو ته هو پنهنجي ملڪيت ميمبران تحريڪ جي حوالي ڪري ته اهي ان کي تحريڪ جي راهه ۾ خرچ ڪن.

(٣) جان جي قرباني. انهيءَ تحريڪ ۾ داخل ٿيڻ لاءِ اهو به ضروري شرط هو، ته لاڳاپا لاهي، خوف خطرا ڦٽا ڪري، سر تريءَ تي رکي، مخالفن کي منهن ڏيڻ لاءِ تيار ٿي وڃنو هو. سندن اهو عقيدو هو ته نظام شريعت قائم ڪرڻ لاءِ طاقت جو هٿ ۾ هئڻ ضروري آهي. ان لاءِ زور زبردستي ۽ تلوار استعمال ڪرڻ کان نه ڪيائنو آهي.

رواجي طرح لفظ مهدي جي معنيٰ "هدايت حاصل ٿيل" آهي ۽ انهيءَ نقطہ نگاه کان هر مذهبي رهبر پاڻ کي انهيءَ نالي سان سڏائي سگهي ٿو. ليڪن مهدي جي نالي سان حديثن ۽ روايتن مطابق خاص معنيٰ ۽ مطلب ڪڍيا پيي ويا آهن. ۽ ان لاءِ ڪي خاص ڪم به مخصوص ڪيا ويا آهن. جهڙوڪ عيسائين ۽ يهودين سان جنگ، اسلام کي نئين سر زنده ڪرڻ (اسلام لاءِ جهاد) ڪعبي جي لڪل خزانن کي هٿ ڪرڻ ۽ ورهائڻ وغيره. ان ڪري مسلمان انهيءَ نالي کي رواجي طرح ڪتب آڻڻ جي برخلاف پي رهيا آهن ۽ انهيءَ سان ڪي اميدون وابسته پي رکيون اٿن. انهي سبب ڪري عام مسلمانن ۽ عالمن ۾ سيد صاحب جي مخالفت وڌي ويئي. ان کان سواءِ سندن مريدن ۽ پوئلڳن به زيادتي کان ڪم ورتي ڪيس مهدي آخر زمان سان تشبيهه ڏيڻ شروع ڪئي. مجدد ۽ مهدي مذهب اسلام جا نئين سر زنده ڪندڙ رهبر بي تسليم ڪيا ويا آهن. سمجهيو ويندو آهي ته مجدد، هڪ هزار سالن گذرڻ بعد، جڏهين مسلمان مذهب کي وساري ڇڏيندا آهن ۽ مذهب ۾ ڪيئي بدعتون پئجي وينديون آهن، پيدا ٿيندو آهي. ليڪن مهدي ڪم و بيش ساڳين مقصدن لاءِ صرف هڪ دفع پيدا ٿيڻ وارو آهي، جيتوڻيڪ انهيءَ دعويٰ سان اڄ تائين ڪيئي ماڻهو پيدا ٿي چڪا اهن. اهي تحريڪون موجوده زماني جي زبان ۾ پئن اسلامزم جي تحريڪ سان تشبيهه رکندڙ ۽ هڪئي سلسلي جون ڪڙيون هيون جن جو مکيہ مقصد اهو بي رهيو آهي ته مسلمانن کي منظم ڪري دنيا تي اسلام جو غلبو آڻجي.

## (ب) اورنگزيبي سياست:

مٿي ڏيکاري آيو آهيان ته مهدي تحريڪ کانسواءِ سنڌ تي اورنگزيبي سياست جو گهڻو اثر پيو، ان لاءِ اهو ضروري آهي ته ان سياست جا بنيادي اصول بيان ڪيا وڃن جن جي آڌار تي ان کي قائم ڪيو ويو هو.

(۱) هنن جو چوڻ هو ته جنهن صورت ۾ پيغمبر اسلام آخري نبي ۽ سندس مذهب مڪمل دين آهي تنهن صورت ۾ انسان ذات جي فلاح، بهبودي ۽ نجات صرف انهي دين جي وسيلي حاصل ٿي سگهندي. اهو مقصد تڏهن حاصل ٿي سگهندو جڏهين انهي جي پوئلڳن کي خلافت يا اسلامي حڪومت جي ذريعي منظم ڪري غلبه اسلام آندو ويندو. انهيءَ قوم جي رهبري لاءِ آئين قرآن شريف جي بنياد تي هئڻ گهرجي ۽ ان جي سمجهائي لاءِ سنت نبوي ڪافي آهي. تنهن ڪري سياست کان مذهب کي جدا ڪري نه سگهبو.

(۲) انهيءَ دين جي پوئلڳن يا مڃيندڙن کي دنيا جي ٻين قومن کان جدا نسل، زبان، رنگ ۽ جاگرافي جي اختلافن جي ويچي بنان، اعتقادن تي، هڪ ڌار قوم يا ملت ڄڻي رکيو آهي انهيءَ قوم يا موجوده زماني جي زبان ۾ "پارٽي" جي تنظيم، اصلاح ۽ ترقيءَ ۾ دنيا جي تعمير ۽ ترقيءَ جو راز سمايل آهي. تنهن ڪري قومن جي اڳواڻي رهبري ۽ حڪومت جو حق صرف انهيءَ کي ئي آهي ۽ ٻي ڪنهن قوم يا جماعت کي ملڪي معاملن ۾ دخل اندازي يا شموليت جو حق نه هئڻ گهرجي. اهو نظريو نسطائيت جا جزا رکندڙ هو.

(۳) سندن نظر ۾ اسلام جا عالمگير اصول، عملي دنيا ۾ ڪا خاص صورت اختيار ڪري ڪين سگهندا جيستائين انهن جي فروعات تي ڪافي توجهه نه ڏنو ويو آهي. جهڙيءَ طرح ڪنهن ۾ ملڪ جو آئين (ڪانسٽيٽيوشن) تڏهن ڪارگر ٿي سگهندو آهي

جڏهن ديواني ۽ فوجداري ڪاروبار هلائڻ لاءِ قاعدا قانون الهي ان تي عمل ڪيو ويندو آهي. تنهن ڪري فروعات دين يعني شرعي قانون تي توجهه ڏيڻ از حد ضروري آهي. انهن جي ئي ذريعي اصول دين جي حفاظت ٿي سگهي ٿي ۽ مسلمانن جي ترقي ٿيندي.

(۴) سنڌن اهو رايو هو ته جنهن صورت ۾ اسلام مڪمل دين آهي ۽ ان جا پوئلڳ جدا قوم ۽ هڪ خاص نصب العين جا مالڪ آهن ته ان حالت ۾ انهن لاءِ آئين به خاص ۽ جدا هئڻ جي ضرورت آهي. انساني عقل خام ۽ اڻپورو آهي، انهيءَ ڪري اهڙيءَ خاص قوم لاءِ آئيني جوڙجڪ سواءِ الهامي ڪتاب جي، جو قرآن جي صورت ۾ انساني هدايت لاءِ آخري سند ٿي آيل آهي ٻيو ڪوبه ٿي نٿو سگهي. اسلامي حڪومت جي رهبري لاءِ قرآن، سنت نبوي، روايات خلفاءِ راشدين، مذهب ائمه سنت ۾ ڪافي مواد ۽ ذخيرو موجود آهي. تنهن ڪري ڪنهن ٻي قومي آئين ٺاهڻ جي ڪابه ضرورت نه آهي.

مختصر طور اورنگزيب جي ڏينهن ۾ اهي مسلمانن جي جداگانه قومي نظريي جا بنيادي اصول هئا.

ڪهڙن واري ميان عبدالرحمان بزرگ جو قتل به انهيءَ سلسلي جي ڪڙي هو.

آءُ سمجهان ٿو ته سنڌ اندر يا ٻاهر سياسي ۽ مذهبي نظرين جو ميدان غير مڪمل رهجي ويندو جيڪڏهين آءُ ٻن مکيه مسئلن جن اسانجي سنڌي سياست تي گهڻو اثر ڪيو آهي تن جي مختصر سمجهاڻي پيش ڪندس. يعني ته

۱- مسئله وحدت الوجود ۽ ۲- مسئله وحدت الشهود.

## مسئله وحدت الوجود:-

مسلمانن ۾ انهي نظريي جو باني مياني شيخ محي الدين محمد بن علي عرف ابن عربي هو. کيس شيخ الاڪبر به ڪري

سڏيندا هئا. هو ذڪر اسپين ۾ مورشيا جي شهر ۾ ۵٦٠ هجري مطابق ۱۱٦۴ع ۾ ڄائو هو ۽ حاتم طائي جي اولاد مان هو. هن ۵٦۸ هجري ۾ پورچوگال جي موجوده گاديءَ جي شهر لزبن ۾ شيخ ابوبڪر بن خداف کان ابتدائي تعليم ورتي هئي. انهيءَ وقت اڀرندي اسپين جو گورنر سلطان محمد هو. ابن عربي ابتدائي تعليم وٺڻ کانپوءِ سيولي ۾ ويو جتان ڪاردووا ۾ ويو ۽ اتي جي قاضي سان ملاقات ڪيائين. اتان فيز، موراڪو، مصر ۽ بيت‌المقدس مان ٿيندو سير سفر ڪندو اچي دمشق ۾ رهيو جتي سن ٦۳۸ هجري مطابق ۱۲۴٠ع ۾ وفات ڪيائين.

جبل قاضيون تي قاضي محي‌الدين زڪي جي مقام ۾ دفن ٿيل آهي. ستينءَ صديءَ جي شروع ۾ جنهن اسلامي تصوف واري نظريي وحدت الوجود جو بنياد شيخ ابن العربي وڌو هو. شاه صاحب جي زماني ۾ سنڌ اندر ان نظريي جا گهڻائي اثر رسوخ وارا درويش ۽ بزرگ قائل هئا بلڪ وحدت‌الوجود جا علمبردار هئا. خصوصا محمد معين ٺٽوي شاه ولي الله دهلوي جو شاگرد، شاه عنايت صوفي جهوڪ وارو، صاحبڏنو فقير درازن وارو جن سان شاه‌عبداللطيف جون ملاقاتون ٿيل هيون ۽ سندس وڏو ڏاڏو شاه عبدالڪريم خود وحدت‌الوجود جا قائل هئا. شاه صاحب خود مثنوي مولانا روم پڙهندڙ هو انهيءَ ۾ وحدت‌الوجود جو ذڪر هو.

نظريہ وحدت الوجود کي "همہ اوست" بہ سڏيندا آهن. جنهن جو مطلب اهو آهي تہ جملي هستيءَ جو حقيقي بنياد "هستي مطلق" يا "وجود ڪل" آهي. اهو "وجود ڪل" ئي خدا آهي ۽ ان کانسواءِ ٻي ڪابہ چيز عالم ۾ موجود نہ آهي جملہ ڪائنات سندس پرتوي جو مظهر يا عڪس آهي. جنهن شي کي "عالم صفات" ڪري سڏجي ٿو ان کي ڪا جدا هستي نہ آهي.

جيئن ماڻهو جو آئيني ۾ عڪس يا زمين تي پاڇولو يا سڏ جو پڙاڏو ڪا جدا حيثيت ڪانہ ٿا رکن ان وانگر صفات بہ

ڪله جدا حيثيت ڪانہ ٿي رکي بلڪ ذات حقيقي تي مدار رکندڙ ۽ عڪس مثل آهي. انهيءَ مسئلي جي فلسفيانا پهلوءَ جو بيان ڪرڻ امان جي هن ڪتاب جو مقصد نہ آهي ان ڪري ان کي ڇڏي هتي صرف هي ظاهر ڪرڻ جي ڪوشش ڪندس تہ انهيءَ نظريي جو اثر ملڪي سياست تي ڪهڙو ٿو پوي، جنهن صورت ۾ ان نظريي مطابق وجود ڪل شيءِ جو هڪ ئي آهي ان ڪري ان جي مڃيندڙن جي رهبر پاليسي محبت ۽ ميلاپ رهي ٿي ۽ نہ نفرت ۽ نفاق. اهو فلسفو "عالم ڪثرت" جي ظاهري اختلافن جي پويان هڪ لڪل يڪوجوي جو راز کولي ظاهري ڪري ٿو.

اهو مذهبن جي اختلافن، سچ ۽ ڪوڙ، سزا ۽ جزا، نفع ۽ نقصان، گناه ۽ ثواب وغيره جهڙي ظاهري تفاوتن تي هڪ اهڙي نموني جي روشني وجهي ٿو جنهن ڪري انهن جي صورت ئي بدلجيو پئي ٿيو وڃي. مذهبي حڪومت جي طرفدارن، ڪٽر ملن ۽ مولوين هميشه ان کي خطري جي نگاه سان ڏسي ان جي مخالفت پئي ڪئي آهي، اهو نظريو جيتوڻيڪ محبت ۽ ميلاپ فراخدلي ۽ ترقي پسند خيالن جو پيدا ڪندڙ آهي، ليڪن هر شيءِ حد کان وڌي وڃڻ جي حالت ۾ صحيح طرح استعمال نہ ڪرڻ ڪري فائدي بدران نقصان ڪري ٿي. اهڙيءَ طرح ساڳي هن نظريي جي غلط استعمال ڪري دهريت، بت پرستي، لاديني، انارڪزم (يعني ڪنهن بہ پابنديءَ کي نہ قبولڻ) پيدا ٿين ٿا.

جڏهن مذهب جا طرفدار مذهب جي نالي کي غلط طرح استعمال ڪن ٿا ۽ ان ڪري گهڻا ظلم ۽ خرابيون ٿين ٿيون تڏهين ان جي رد عمل ۾ وحدت الوجودي فلسفي پيدا ٿيس ٿا. سنڌ ۾ ڪلهوڙن جي مذهب کي غلط نموني استعمال ڪرڻ ڪري ان جي مخالفت ۾ هڪ اهڙو گروه پيدا ٿيو جو کليو کلايو مذهبي پابندين ۽ اعتقادن جي برخلافي ڪرڻ لڳو. انهيءَ وقت جي شاعرن جي ڪلام مان هيٺيان اقتباس ان جي ثابتي بہ ڏين ٿا:-

"جڏان منبر، مسجد، مناري ويران نہ ٿيسن،
حال حقاني ميان سچو حاصل نہ ٿيوي."

(سچل)

......

"هڪ هندو ٻيا مسلمان ٿيون وچ وڏائون وير،
انڌن اونده نہ لهي تن کي سچ چوندو ڪير."

(روحل)

......

"بهشت دلاسو دوزخ دڙڪو،
ڪوڙي سامي تنهنجو ڪوڙو ڪڙڪو."

(شاه نصير)

......

## مسئلہ وحدت الشهود:

هن جو پيو نالو "هم ازاوست" جو نظريو آهي. هن مطابق اگرچ جملي هستيءَ جو بنياد وجود ڪل (خدا) آهي ليڪن پيدا ٿيڻ بعد عالم ناسوت (مادي دنيا) بہ پنهنجي نجدا هستي رکي ٿو. هستي مطلق (خدا) پاڪ ۽ اعليٰ آهي. عالم صفات سان ان کي تشبيه، ڏئي نٿي سگهجي. مادو پنهنجي دائري اثر هيٺ قادر آهي. انهيءَ مسئلي جي فلسفيانا باريڪبينين کي ڇڏي آءٌ هتي ان جي سياست تي اثر بنسبت روشني وجهڻ جي ڪوشش ڪندس. انهيءَ نظريي ڪري هر شيءِ جا ٻہ پهلو ٿين ٿا. هڪ طرف جي روح آهي تہ ٻي طرف مادو آهي، سچ آهي تہ ڪوڙ بہ آهي، جي ثواب آهي تہ گناه بہ آهي، تنهنڪري نفعو ۽ نقصان، سزا ۽ جزا بہ لازمي شيون ٿيو پون. ان ڪري جماعت انساني کي گناه ۽ گمراهي مان ڪڍي راه ثواب ۽ حق طرف هلائڻ لاءِ مذهبي شريعت، جماعتي قاعدن ۽ قانونن جي ضرورت پوي ٿي. اهو فلسفو عالم وحدت جي ڀڪوجودگيءَ جي باوجود عالم ڪثرت جي

ظاهري اختلافن کي هڪ حقيقت ڪري مڃي ٿو. ان مطابق ”سوپرين سو پساه“ ۽ سو ”ويري سو واهرو“ نہ آهي، اتي محبت سان گڏ ڪلفت ڪي بہ جاءِ آهي. جيتوڻيڪ اهو نقطہ نگاہ بہ هڪ حد تائين پنهنجي اندر ڪي خاصيتون رکي ٿو مگر جي ان کي بنيادي طرح ڏسڻ جي ڪوشش ڪجي تہ اهو دوئي ڏي ڇڪيندڙ آهي. جيئن انسان اڪثر افراط تفريط جو شڪار ٿي رهيو آهي تيئن هن نظريي جو ملڪي سياست تي غلط نموني اثر پيو آهي جنهن جي نتيجي ڪري ملڪ ۾ مذهبن جا اختلاف نسلي ۽ ملڪي امتيازات، فرقہ بنديون، نفرت، تعصبي قانون اندا ڏنڊ مذهبي شريعتن جي تقليد، قسطائيت (ڊڪٽيٽر شپ) پيدا ٿيا آهن. آزاد راءِ جمهوريت ۽ وسيع النظري کي گهڻو نقصان پهتو آهي.

دنيا ۾ جڏهين شخصي آزاديءَ جو ايتري قدر ناجائز فائدو ورتو وڃي ٿو جو جماعتي اخلاق ختم ٿيڻ کي اچيو وڃهو پئي ۽ ڇڙواڳي ايتري قدر زور وٺيو وڃي جو ساري اجتماعي زندگي پرزہ ٿيو پوي ۽ جڏهين ڪشادہ خياليءَ جي نالي ۾ مفاد عام جو خيال نہ رکي هر چيز کي جائز قرار ڏنو وڃي ٿو تہ ان جي رد عمل ۾ مذهبي ڪٽر پڻو فسطائيت (ڊڪٽيٽرشپ) سنهن ڪڍن ٿا ۽ مذهب ۽ قوم جي نالي ۾ چند اشخاص عجيب غريب ڪم ڪن ٿا.

شاہ صاحب جي زماني ۾ ڪلهوڙن جي مذهبي حڪومت انهيءَ نقطہ نگاہ جي پيدائش هئي. شخصي اعتقادن يا راين جي اختلاف تي بہ حاڪم ڪاوڙجي ويندا هئا ۽ مذهب جي نالي ۾ مخالفن کي موت جي سزا تائين سزائون ڏنيون وينديون هيون. غير مسلمانن کي زوريءَ مسلمان ڪرڻ هڪ دستور ٿي ويو هو. مذهبي تعصب وڏي ويل هو. مذهبي آزادي يا اعتقادي اختلاف برداشت نہ ڪيا ويندا هئا. مذهب اسلام ان جي بنيادي اصولن کان هيٺ لهي فروعات ۽ فرقہ بنديءَ جو شڪار بنجي پيو هو. مسئلہ وحدت الوجود ۽ وحدت الشهود جي هن مختصر

سمجهائي پيش ڪرڻ بعد آءٌ شاھ صاحب جي زماني ۾ اهل طريقت جي هيٺين مکيہ طريقن يعني، ١- قادري ٢- چشتي ٣- نقشبندي ۽ سهروردي جو مختصر احوال پڙهندڙن جي معلومات لاءِ پيش ڪندس.

سنڌ جا اڪثر بزرگ انهن ئي طريقن جا پوئلڳ ٿي رهيا آهن ۽ انهن بزرگن جو سنڌ جي سياسي ۽ معاشرتي زندگيءَ تي گهڻو اثر پئي پيو آهي.

## ١- قادري طريقو:-

هن طريقي جو باني شيخ محي الدين ابو محمد عبدالقادر بن ابي صالح موسيٰ جيلاني رحمته الله عليه آهي جو سن ٤٧٠ هجري مطابق سن ١٠٧٧ع ۾ ڄائو هو ۽ سن ٥٦١ هجري مطابق سن ١١٦٦ع ۾ وفات ڪئي هئائين. سندس مقبرو بغداد ۾ آهي ۽ کيس عام طرح سان "بادشاھ پير" عليہ رحمته جي لقب سان سڏيو ويندو آهي. غنيته الطالبين، فتوح الغيب ۽ مجالس هتين سندس مکيہ تصانيف آهن. جن ۾ قادري سلسلي جو تفصيلوار ذڪر آيل آهي. انهيءَ طريقي جا پوئلڳ اڪثري وحدت الوجودي آهن.

هي حسيني سادات مان هو ۽ عباسين جي حڪومت جي زماني ۾ پيدا ٿيو. ڪربلا جي واقع کان ولي بني اميہ ۽ بني عباس حاڪم، بني فاطمين کي شڪي نگاھ سان ڏسندا هئا ۽ انهن تي سختيون ڪندا هئا. ڇاڪاڻ تہ ڪين انهن مان سهامي طرح خطرو هوندو هو "بادشاھ پير" پهريون ئي سادات هو جنهن مان بني عباس حاڪم راضي هئا. ان جو مکيہ ڪارڻ اهو هو تہ هي صاحب سياست کان علحدو ٿي ماڻهن جي تزڪيہ نفس (اندراجارڻ) ذريعي اصلاحيت (سڌاري ڪرڻ) جو قائل بنيو ۽ مذهب کي سياست کان علحدہ رکڻ جي ڪوشش ڪيائين. سنڌ ۾ ان وقت عباسي حاڪمن جي حڪومت ختم ٿي چڪي هئي، ليڪن علمي

۽ روحاني لاڳاپا جاري هئا. ان ڪري سنڌ ۾ قادري طريقي جو گهڻو اثر ٿيو.

سنڌ ۾ جيلاني پيرن کان سواءِ جي سڀ انهي طريقي جا پوئلڳ آهن پيا ۽ ڪيترائي بزرگ انهي سلسلي سان واسطو رکندڙ آهن راشدي خاندان، شاه عبدالڪريم بلڙيءَ وارو ۽ ان ڪري شاه عبداللطيف ڀٽائي ۽ صوفي حضرات انهيءَ سلسلي سان واسطو رکندڙ هئا.

انهي طريقي جون مکيه ڳالهيون هيٺيون آهن.

۱- برن ڪمن جي ڪرڻ کان توبهه ڪري، اخلاقن کي درست ڪرڻ لاءِ سچي دل سان مرشد جي هٿ تي بيعت ڪرڻ.

۲- اعمالن جي درستي سان گڏ تزڪيه نفس لاءِ عبادت ڪرڻ ۽ وڏي آواز سان خدا جي نالي جو ذڪر ڪرڻ.

۳- مسلمانن جي جماعتي نظام ۽ معاشرتي ترقيءَ پلئه سچائي، اندر اجارڻ، اخلاق درست ڪرڻ ۽ سلسه طريقت جي ذريعي حاصل ٿي سگهندو ۽ نه حڪومت جي دٻاءَ وسيلي. انهن ڳالهين جو سياست تي اهو اثر پوي ٿو ته مخلص ڪارڪنن جو هڪ گروه حڪومتي ڪاروبار کان علحدو ٿي ماڻهن کي اشرف المخلوقات جو صحيح نمونو بنائڻ جي لاءِ ڪوشش ڪري ٿو. قادري طريقو عبادت ۽ رياضت طرف مائل ڪري سياسي مهاڄار کان علحدگي جا اثر پيدا ڪري ٿو.

## چشتي طريقو.

هن طريقي جو باني حضرت خواجه معين الدين محمد حسن چشتي سنجزي عليه رحمته هو جو سن ۵۳۷ هجري مطابق ۱۱۴۲ع ۾ سجتان ۾ ڄائو، وڏي ٿيڻ بعد هن سمرقند ۾ وڃي دنياوي علم حاصل ڪيو، اتان هارون جي ڳوٺ ۾ اچي حضرت شيخ عثمان هاروني کان سلسله طريقت ۾ بيعت ڪري فيض ياب ٿيو. مرشد سان گڏ گهڻن شهرن جو سير ڪيائين. انهي سير و سياحت جي

دِوران ۾ هن بغداد ۾ شيخ نجم الدين ڪبريٰ ڪبروي طريقي جي شيخ، حضرت شيخ عبدالقادر جيلاني ۽ شيخ شهاب الدين سهروردي سان ملاقاتون ڪيون. اتان خراسان ۽ دهلي جو سير ڪندو آخر اچي اجمير جي شهر ۾ رهيو ۽ اتي ئي سنه ٦٣٣ هجري مطابق سنه ١٢٣٦ع ۾ وفات ڪيائين. سندس سلسله طريقت جو جيتوڻيڪ سنڌ ۽ طرح سنڌ تي گهڻو اثر نه پيو ليڪن جيئن ته ساري هندوستان تي سندس سلسله طريقت جو خاص اثر پيو ان ڪري سنڌ به ان سنڌ ۽ طرح ان کان مستفيد ٿيندي رهي.

سندس سلسله جو اثر شاهان مغليه تي گهڻو پيو ۽ انهن مان ڀهرين جي سياست ته انهي ۽ رنگ ۾ رنگجي ويئي.

## چشتي طريقي جون مکيه ڳالهيون هيٺيون آهن:

١- ظاهري ۽ باطني اخلاق دُرست ڪرڻ.

٢- فروعات کان وڌيڪ مذهب جي بنيادي اصولن تي زور ڏيڻ.

٣- سچ جي ڳولا هرجاءِ ۽ هر هنڌ ڪرڻ.

٤- خلق خدا ڪي خلق ۽ محبت رستي نيڪي ۽ اصلاح جي رستي تي هلڻ لاءِ چڪڻ.

اڪبري سياست جو بنياد انهي سلسله طريقت جي اثر هيٺ ئي پيو. شاه صاحب تي انهي سلسلي جي ڪيترن ئي ڳالهين اثر ڪيو تو ڏسجي. راڳ، سرود، پيغام، محبت فرقه بنديءَ کان گوشو وغيره سڀ چشتي فيض جون حاصلات هيون.

## سهروردي طريقو:

هن طريقي جو باني شيخ ابوالنجيب سهروردي عليه رحمته هو. سندس نالو عبدالقاهر ڪنيت ابوالنجيب ۽ لقب ضياءَ الدين ۽ نجيب الدين هئا. هو صديقي خاندان مان هو سنه ۴۹۱ هجري

مطابق ۱۰۹۷ع ۾ سهرورد شهر ۾ ڄائو هو ۽ ٻاهتر سال جي عمر ۾ سنہ ۵٦۳ هجري مطابق ۱۱٦۸ع ۾ شهر بغداد ۾ وفات ڪيائين. هن سندس چاچي ابو حفض وجيهہ الدين سهروردي، امام محمد غزالي مشهور عالم جي ڀاءُ امام احمد غزالي، شيخ حماد ۽ شيخ محي الدين عبدالقادر جيلاني رحمة الله عليه جي صحبتن مان فيض پرايو. ظاهري علم بغداد جي نظاميہ درسگاه مان حاصل ڪيائين، هو ڪو وقت انهيءَ وڏي درسگاه جو مدرس اعليٰ بہ ٿي رهيو. سندس ڪيترا خليفا ٿي گذريا آهن، جن جي نالن تي سهروردي طريقي جون شاخون نڪتيون ۽ ملڪان ملڪ پکڙيون. جن مان مکيہ شاخون هي آهن:-

۱- شهابيہ سهرورديہ- هن شاخ جو باني شيخ شهاب الدين سهروردي هو جنهن جو مکيہ خليفو شيخ بهاوالدين ذڪريا ملتاني ٿيو. مخدوم نوح عليه رحمته جو بہ تعلق ان شاخ سان ڏسڻ ۾ اچي ٿو. انهي سلسلي جو غوث بهاوالحق ۽ مخدوم نوح عليه رحمته ذريعي سنڌ تي گهڻو اثر پيو.

۲- ڪبرويہ سهرورديہ- هن شاخ جو باني شيخ نجم الدين ڪبريٰ هو، جنهن ساسلي سان واسطو رکندڙ لنواري واري بزرگن جا وڏا ۽ مخدوم بلاول عليه رحمته هئا.

۳- فردوسيہ سهرورديہ- هن شاخ جو باني شيخ نجيب الدين فردوسي هو، جو ٿن واسطن سان شيخ نجم الدين ڪبريٰ سان وڃي ملي ٿو.

۴- مولويہ رومين سهرورديہ- هن سلسلي جو باني مولانا روم (صاحب مثنوي) آهي جو هڪ نسبت سان ڪبرويہ ۽ ٻي نسبت حضرت قطب الدين ابهري سان حضرت ابو نجيب تائين پهچي ٿو.

۵- جلاليہ بخاريہ سهرورديہ- هي شاخ مخدوم جهانيان سيد جلال بخاري جي نالي سان منسوب آهي. هي سلسلي حضرت غوث

بهاؤالحق ذڪريا جي واسطي سان ابونجيب سهروردي تائين پهچي ٿو. هن سلسلي جا پوئلڳ به سنڌ ۾ گهڻا آهن، ڪي اچ جي درگاه سان واسطو رکندڙ آهن ته ڪي انهيءَ ڪٽنب جي شاخ حضرت قطب‌الدين جهانيا پوتو حيدرآباد سان واسطو رکندڙ آهن.

٦- صفويه سهرورديه- هي سلسلو شيخ صفي‌الدين اردبيلي جي نالي سان منسوب آهي جو چئن واسطن سان حضرت قطب‌الدين ابهري جي وسيلي شيخ ابونجيب تائين پهچي ٿو.

٧- خلوتيه سهرورديه- هي شاخ شيخ محمد خلوتي جي نالي سان منسوب آهي.

٨- شطاريه سهرورديه- هي شاخ حضرت عبدالله شطار جي نالي سان منسوب آهي.

٩- ابراهيم سوقيه سهرورديه- هي شاخ حضرت ابراهيم سوقي قطب مصري جي نالي سان منسوب آهي.

١٠- رسول شاهيه سهرورديه- هي شاخ سيد رسول شاه خليفي حضرت جهانيه جي نالي سان منسوب آهي.

١١- سدا سهاگيه سهرورديه- هي شاخ حضرت شاه موسيٰ سدا سهاگ احمد آبادي المتوفي سنه ٨٥٢ هجري جي نالي سان منسوب آهي جو حضرت ابراهيم سيد واسطي سان شيخ ابونجيب تائين پهچي ٿو.

هن طريقي ۾ ڪيئي ڳالهيون هيئيون آهن.

ذڪر- سماع- رقص- راڳ جو ٻڌڻ- وجد ۾ اچڻ- سياسي نقطه نگاهه کان هن طريقي جا اڪثر مشائخ حڪومت وقت سان دوست ٿي رهيا آهن. سنڌ ۾ هن سلسلي طريقت جو ڪوڙو اثر رهيو آهي.

## نقشبندي طريقو:

هن طريقي جو باني محمد بن محمد عرف خواجه بهاؤالدين نقشبندي عليه رحمة هو جو بخارا جي شهر ۾ سنه ۷۲۸ هجري مطابق ۱۳۲۷ع ۾ ڄائو ۽ اتي ۷۹۱ هجري مطابق ۱۳۸۸ع ۾ وفات ڪيائين. هندوستان ۾ انهيءَ طريقي خواجه باقي بالله ۽ امام احمد رباني مجدد الف ثاني سرهندي جي ڪري زور ورتو.

سنڌ ۾ شاهه صاحب جي زماني کان ٿورو اڳ انهيءَ سلسلي طريقت جو چڱو اثر پيدا ٿيو. مخدوم آدم ٺٽوي، مخدوم ابوالقاسم، مخدوم محمد زمان لنواري وارو، سندس خليفو ميان عبدالرحيم گروڙي، مخدوم محمد معين ٺٽوي- سيد محمد بقا لڪياري کن واسطن سان ۽ حضرات سرهندي انهي سلسله طريقت جا مکيه بزرگ هئا.

هن طريقي جون مکيه ڳالهيون هيٺيون آهن:-

۱- تزڪيه نفس لاءِ شريعت جي پابندي، مخفي (ڳجهو) ذڪر ۽ مراقبه ڪرڻ.

۲- احڪام مذهبي رائج ڪرڻ لاءِ منظم طريقي ڪوشش ڪرڻ. انهيءَ طريقي جو هندوستان خواه سنڌ جي سياست تي گهڻو اثر پيو. هندوستان ۾ اورنگزيبي سياست ۽ سنڌ ۾ ڪلهوڙن جي مذهبي حڪومت تي انهيءَ طريقي جي بانين جي مذهبي خيالات تي گهڻو اثر وڌو.

مخدوم محمد هاشم ٺٽوي جيڪي مذهبي احڪامن لاءِ فرمان حڪومت کان جاري ڪرايا (جن ۾ مذهب سان بدعتن جي دور ڪرڻ، صورت ۽ سيرت شريعت موافق ڏارڻ لاءِ حڪم ٿيل هئا) سي به انهيءَ سلسلي جون ڪڙيون هئا.

### (۴) جن بزرگن سان شاهه صاحب مليو انهن جو مختصر احوال

جن بزرگن سان شاهه صاحب ملاقاتون ڪيون هيون تن

جا نالا ۽ مختصر احوال اگرچ پهرئين فصل ۾ اچي چڪا آهي ليڪن شاهه صاحب جي زندگيءَ تي انهن جي صحبت مان ڪهڙو اثر پيو ان ڪري هيٺ ذرا وڌيڪ تفصيل سان انهن جو حال ۽ طريقن جو ذڪر پيش ڪجي ٿو ته ناظرينن کي شاهه صاحب تي جن ڳالهين جو اثر پيو انهن کي معلوم ڪرڻ بعد شاهه صاحب جي ڪلام کي سمجهڻ ۾ سهوليت ٿئي. انهن مان مکيه هي هئا:-

۱- شاهه عنايت صوفي ۲- مخدوم محمد معين ٺٽوي ۳- مخدوم محمدي ڪهڙن وارو ۴- صاحبڏنو فقير درازن وارو ۵- مخدوم محمد زمان لنواري وارو ۶- مخدوم محمد هاشم ٺٽوي ۷- مخدوم عبدالرحيم گروهڙي ۸- مدن ڀڳت ۽ ڪي هندو يوگي.

ازانسواءِ پيا تي بزرگ جن کي اگرچ پاڻ مليو ڪونه هو، جاڪاڻ ته هو گهڻو وقت اڳ گذر ڪري ويا هئا. پر انهن جي تعليمات مٿس خاص اثر ڪيو ٿو ڏسجي تنهن ڪري انهن جو مختصر ذڪر ڪرڻ به ضروري آهي. اهي بزرگ ۱- مخدوم بلاول عليه ۲- مخدوم نوح عليه ۳- شاهه عبدالڪريم عليه بلڙي وارو آهي.

## ۱- شاهه عنايت صوفي:

شاهه عنايت الله ولد مخدوم فضل الله سنڌ جي مشهور درويش مخدوم صدولانگاه جي اولاد مان هو. هي درويش ميرانپور جي ڳوٺ ۾ رهندو هوجو ميرپور بٺورو تعلقي جي هاٿوڪي جهوڪ جي ڳوٺ جي نزديڪ هو. هي صاحب مخدوم عبدالملڪ برهانپوري قادري طريقي جو مريد هو جو شاهه عبيدالله جيلاني جو فرزند هو، شيخ عبدالقادر جيلاني جي اولاد مان قادري طريقي جو بزرگ هو شاهه عبداللطيف پنهنجي قوهه جواني جي وقت ۾ صوفي صاحب جي بزرگيءَ ۽ درويشيءَ جي هاڪ ٻڌي سندس ملاقات ڪئي تي ڏسجي. ميرانپور جي ڳوٺ شاهه عبدالڪريم رحمت الله عليه جي

مزار واري ڳوٺ بلڙي کان ڏيڍ ميل پنڌ تي هو ان ڪري ٻ
ٻيس شاه عنايت سان ملڻ جا موقعا پيا بنيا جو شاه صاحب اڪثر
پنهنجي ڏاڏي جي درگاه تي زيارت لاءِ ايندڙ هو.

شاه عنايت جي ياد خدا ۽ فيض عام جي شهرت جڏهين
وڌي ويئي ته چوطرف کان ماڻهو جوڪ در جوڪ انهيءَ چشمه
شيرين مان سيراب ٿيڻ لاءِ .گڏ ٿيڻ لڳا. جنهن ڳالهه آس پاس
جي زميندارن، عالمن ۽ پيرن ۾ حسد پيدا ڪري. وڏو انهن مان
مکي وڏيرو نورمحمد پليجو ۽ حمل خان جت ۽ سيد عبدالواسع
سجاده نشين درگاه شاه عبدالڪريم عليه رحمته هئا. معلوم ائين
ٿئي ٿو ته صاحبڏنو فقير درازن وارو جو مخدوم عبدالملڪ جي والد
شاه عبيدالله جو مريد هو ۽ شاه عنايت جو هڪ چشم مان
فيض حاصل ڪيل هو. صاحبڏنه فقير جي پوٽي سچل فقير جي
ڪلام کي، (جو اسان وٽ پورو پهچي سگهيو آهي) هن
ڏس مان پورو پتو پوي ٿو ته اهي شيخ فريدالدين عطار جي
سلسله تصوف جا قائل هئا. اهڙا حوالا سندس ديوان آشڪار مان
گهڻا ملي سگهن ٿا. صوفي صاحب جي تعليم تنگ خيالي ۽ مذهبي
ڪٽر پڻي جي برخلاف کليو چئلينج هو. ڏسڻ ۾ اچي ٿو ته انهي
وقت ڌاري ملن ۽ پيرن شريعت ۽ طريقت کي پنهنجي طاقت ۽
اقتدار هٿ ڪرڻ لاءِ رانديڪو ڪئي بنايو هو. جنهن ڪري صوفي
صاحب جهڙن آزاد خيال بزرگن کي انهيءَ تصنع ۽ ڍونگ جي
برخلاف کلي بغاوت جو اعلان ڪرڻو پيو. بدقسمتيءَ سان صوفي
صاحب جي احوال بابت گهڻو ذخيرو ملي نٿو سگهيو جنهن مان
سندس حياتيءَ تي پوري روشني پئجي سگهي. تنهن هوندي ٻه
تاريخ تحفة الڪرام، مقالات الشعرا، سندس هم شرب صوفين جو
ڪلام ۽ مڪاني معلومات مان جيڪي احوال معلوم ٿي سگهيا
آهن تن جي آڌار تي هيٺيان نتيجا اخذ ڪري سگهيو آهيان.

صوفي صاحب اگرچ پاڻ ٻه شاعر هو ليڪن سندس ڪلام
سواءِ چند بيتن جي اجا تائين منهنجي نظر تي چڙهي نه سگهيو

آهي، ليڪن هن ڳالهه ڪان انڪار ٿي نٿو سگهي ته هو مسئلہ وحدت الوجود يا همہ اوست جو قائل هو. انهيءَ نظريي جا پوئلڳ ٻن گروهن ۾ ورهاجي ويا. هڪڙا انهيءَ نظريي جي باني شيخ الاڪبر محي الدين ابن عربي جي فلسفي، جو سنڌ ۾ شاه ولي الله دهلوي، پين قادري ۽ سهروردي طريقن جي بزرگن وسيلي پکڙيو، جا قائل هئا ۽ ٻين منصور بن حلاج جي نقط نگاه (جو شيخ فريدالدين عطار عليه ۽ شمس تبريزي عليه جي معرفت سنڌ ۾ پکڙيو) جا پوئلڳ هئا، اگرچ خود شيخ ابن عربي تي ٻہ منصوري خيال جو گهڻو اثر هو، ليڪن انهن جي نقط نگاهن کي باريڪ نظر سان ڏسبو ته تفاوت معلوم ٿي ويندو. منصور جو چوڻ هو ته "ذات ماڳي صفات آهي" ۽ "آءٌ خود حق آهيان ۽ انهي ڪري ڪڏهين ٻہ حق کان جدا نہ آهيان." هو خدا سان مخاطب ٿي چوي ٿو تہ "مون ۾ ۽ تو ۾ ڪوبہ تفاوت نہ آهي سواءِ هن ڳالهه جي ته تنهن جو نالو خدا آهي" هڪ هنڌ چوي ٿو ته "اهو ڪير آهي اهو آءٌ آهيان، مون ۾ ۽ تو ۾ ڪوبہ تفاوت، نہ آهي سواءِ عارضي ۽ دائمي جي".

سندس انهي راين مان معلوم ٿيندو تہ انسان ۾ ذات ۽ صفات جي جداگانہ حيثيت قبول ڪرڻ جي باوجود بہ هو ڪن حالتن هيٺ ان کي گڏي ٿو، انهن حالتن هيٺ، سندس نظريي مطابق صفات پاڻ کي ذات سڏي سگهي ٿي.

ابن عربي انهي نموني ذات ۽ صفات جو گڏجڻ قبول ڪري ٿو ليڪن حلول ۽ الوهيت جو قائل نہ آهي. هي هڪ هستيءَ مطلق کي ٻن نقط نگاهن سان ڏسي ٿو ۽ پر ٻنهي جو تفاوت سندس اکين اڳيان چٽو آهي. منصور جي نعره "اناالحق" بابت هو چوي ٿو تہ:-

"انا سرالحق مالحق انا" يعني "آءٌ حق جو ڳجهہ آهيان پر خود حق نہ آهيان" ڳجهہ مان سندس مطلب ذات جو مظهري جلوو آهي جنهن ۾ حق چپيل رهي ٿو ليڪن ٻئي طرف هميشه

موجود رهن ٿا ۽ اهو چوڻ اجايو ٿيندو ته هڪ ٻيو ٿي پوي ٿو.

صوفي صاحب منصوري نقط نگاهه جو هو. باوجود پرهيزگار خدا پرس ۽ عبادت گذار هئڻ جي، هن اهڙن خيالن جو اظهار ڪيو جو ملن جي تخيل واري مذهب جي خلاف کلي بغاوت سان تصور ڪيو ويو. هر انتها پسند صوفي فطرتا "انارڪسٽ" آهي. هو سوسائٽي (جماعت) جي قانون ۽ پابندين جو محتاج رهڻ نٿو گهري. هن جي خيال موجب قانون سندس فائده لاءِ ٺاهيا ويا آهن. هو قانونن جي، مقصدن ۽ مرادن تي نظر ڪري ٿو ته قانونن کي پنهن جي تخليق سمجهي ٿو. مذهب، حڪومت ۽ ملڪي رسم رواج جي قيدن کان هو پاڻ کي آزاد ٿو سمجهي. "همه اوست" جي عالم ۾ هن وٽ ڪوڙ ۽ سچ، گناهه ۽ ثواب، نفعي ۽ نقصان جا تفاوت گم ٿيو وڃن. تنهن ڪري سزا ۽ جزا جا سوال هن وٽ رهن ئي ڪين ٿا. هو محويت جي عالم ۾ رهي ٿو ۽ هو نه ڪنهن سان واسطو رکڻ گهري ٿو، نڪو ٻين جي دستورن جو محتاج ٿيڻ گهوري ٿو. صوفي اگرچ ٻي ضرر ۽ مونن ۾ منهن وجهي گذارڻ وارا آهن. ليڪن هر منظم طريقي جي مدار المهامن ملن، حاڪمن، پيرن انهن جي تعليم ۾ خطرو ٻي محسوس ڪيو آهي. جيڪڏهين غور سان شاهه عنايت جي زندگيءَ تي نظر ڪبي ته هن سنڌي سوسائٽيءَ ۾ اهو انقلاب ٿي آڻڻ گهريو جو ان وقت جي قبول ڪيل نظريـن، دستورن ۽ قانونن جي پاڙ پٽي ڇڏي ها. تنهنڪري انهيءَ وقت جي وڏيرن، ملن، پيرن ۽ حاڪمن جا خوف ۽ خطرا سندن نقط نگاهه ۾ حق بجانب هئا. ۽ هنن ملي دهلي جي بادشاهه فرخ سير جي طرفان سنڌ ۾ مقرر ڪيل نواب اعظم خان کي صوفي صاحب جي برخلاف بدظن ڪري، فرخ سير بادشاهه کان هن جي ختم ڪرڻ جي اجازت گهرائي. جيتوڻيڪ پوريءَ طرح حقيقتون معلوم نه ٿي سگهيون آهن پر جيتري قدر معلوم ٿي سگهيو آهي منهنجي نظر ۾ صوفي صاحب جا هيٺيان ڪم سندس ان مخالفت جو ڪارڻ بنيا.

١- انهيءَ وقت ملن جي تخيل واري شريعتي پابنديءَ اعتقادن ۽ پيران وقت جي رائج ڪيل سلسلہ پيري مريدي کي نہ مڃڻ ۽ آزاد خيالن جو پرچار ڪرڻ.

٢- مذهبي فرقن کي ٽوڙي آزاد خيال لاڳاپن جي بنياد تي بنا تفاوت مذهب، فرقي، ذات ۽ طبقي جي پنهنجي جماعت ٺاهڻ، جنهن ڪري موجوده مذهبن جي اثر ۽ اقتدار کي نقصان پهچڻ جو انديشو محسوس ڪيو ويو.

٣- پنهنجي جماعت جو ويس هڪ اهڙي رنگ جو ڪرڻ جو هندو، سنياسي يا ٻڌ ڌرم جا لاما ڪندڙ هئا يعني گيڙو ويس. انهيءَ ويس لاءِ مسلمان ملن کي خاص تعصب هو.

٤- صوفي صاحب جي جماعت وارن جو حڪومت کي ڍلن ڏيڻ کان انڪار ڪرڻ. انهيءَ لاءِ عذر اهو ڏنو ٿي ويو تہ اهي زمينون کين سندن نقصان جي عيوض ۾ مليل هيون جي انعام طور ڪري شمار ڪرڻ گهرجن.

٥- هو ان راءِ جا هئا تہ ماڻهن جا شخصي اعتقاد جن تي هو غور ۽ فڪر بعد صداقت سان پهتل هجن سندن خانگي معاملات هئا. سوسائٽي ۽ حڪومت کي انهن ۾ دست اندازي ڪرڻ جو ڪوبہ حق ڪونہ آهي.

انهن سڀني ڳالهين جو نتيجو اهو ٿيو جو سنڌ جي ڪجھ حصي جا ملان، پير، زميندار سندن برخلاف ٿي پيا ۽ ميان يارمحمد ڪلهوڙي جي رهبري هيٺ دهلي جي بادشاہ جي حڪم ۽ سندن ٺٽي واري نواب جي مدد سان هڪ لشڪر صوفي صاحب تي ڪاهہ ڪري ويو ۽ ڇهن مهينن تائين صوفي صاحب تي گهيرو ڪري ويٺو هو. صوفي صاحب جا مريد ۽ فقير مقابلو ڪندا رهيا. آخر ميان يار محمد ڪلهوڙي ۽ مير شهداد خان ٽالپر قسم ۽ وعدا ڏيئي صوفي صاحب کي ٺٽي جي نواب جي دربار ۾ وٺي آيا، جتي ڪجھ بحث مباحثي بعد مولوين کان فتوى وٺي مذهب جي بهاني

تي قتل ڪرايو ويو. اهو واقعه سن ۱۱۳۰ هجري مطابق سن ۱۷۲۱ ع ۾ سرزد ٿيو. شاهه صاحب تي شاهه عنايت جي تعليم جو گهڻو اثر ٿيو ٿو ڏسجي. پاڻ چوي ٿو ته:-

"صوفي لا ڪوفي، ڪونه پائينس ڪير،
منجهائي منجهه وڙهي، پٽر نه آهس پير،
جنين سائس وير، هي تنين جو واهرو."

ٻي هنڌ اهڙن ماڻهن جي مخالفن کي مخاطب ٿي چوي ٿو ته:-

سوٽ پچار ٻرين جي، سوٽ هوت حضور،
ملڪ مڙيئي منصور، ڪهي ڪندين ڪيترا؟

صوفي صاحب جي شهادت وقت شاهه صاحب ۲۸ سالن جي عمر جو هو. چوڻ ۾ اچي ٿو ته ان واقعي مٿس ايڏو اثر ڪيو جو رامڪليءَ سر جا ۸ بيت انهيءَ جي درد ۾ مرثيي طور چيا اٿس. انهن بيتن مان هڪ هيٺيون آهي:-

اڄ نه اوطاقن ۾ طالب تنوارين،
آديسي اٿي ويا، مڙهيون مون مارين،
جي جيءَ کي جيارين، سي لاهوتي لڏي ويا.
(شاهه)

**(۳) مخدوم محمد معين ٺٽوي:**

محمد معين ولد محمد امين قوم دل ٺٽي جي قديم ملن جي خاندان مان هو. سندس والد امين مشهور شاعر مير فاضل خان جي گهران شادي ڪئي. ان مان ٻارهين صدي هجري جي آخر ۾ محمدمعين پيدا ٿيو. هن اول ٺٽيجي مدرسن ۾ تعليم حاصل ڪئي پوءِ اتان دهلي وڃي شاهه عبدالرحيم ۽ سندس فرزند شاهه ولي الله دهلوي جي خدمت ۾ وڌيڪ علم پرايائين. اتان موٽڻ بعد سنڌ

۾ محدث ۽ غير مقلد عالم ٿي ڪم ڪرڻ لڳو. ان ڪانپوءِ هن
جي شهرت چوطرف پکڙڻ لڳي. هو صوفي، محدث، فلسفي، شاعر
۽ فاضل ترين عالم هو. سندس پيو نالو مخدوم ٺارو هو. صوفيانه
مسلڪ ۾ محي‌الدين ابن عربي جو تابع هو. هن پنهنجي تصنيفات
۾ اڪثر ابن عربي جو نالو حوالي طور ڏنو آهي. علامه معين
ڪن خيالن ۾ تفضيلي شيعن جو حامي هو. هو طريقت ۾ شيخ
ابوالقاسم نقشبندي (جو مخدوم آدم جي واسطي سان امام رباني
جي سلسلي سان ملحق هو) جو مريد هو.

مخدوم محمد هاشم اگرچ علامه معين صاحب جو شاگرد
هو ليڪن پنهي جي خيالن ۾ اختلاف هوندا هئا.

علامه صاحب باوجود محدث ۽ نقشبندي هئڻ جي به راڳ
۽ سرود جي مجلسن ۾ وهندو ۽ ٻڌندو هو. هو وڏي پائي جو
شاعر هو ۽ سندس تخلص فارسيءَ ۾ "تسليم" ۽ هنديءَ ۾ "بيراڳي"
هو. سندس تصنيفون گهڻيون آهن. آخر عمر ۾ گوشه نشين ٿي
وقت گذارڻ لڳو ۽ پنهنجو وقت راڳ ٻڌڻ، غور ۽ فڪر ڪرڻ ۾
صرف ڪرڻ لڳو. وفات به راڳ ٻڌندي ڪيائين. سندس وفات مهل
به شاه عبداللطيف حاضر هو.

شاه صاحب جون ساڻس گهڻيون ملاقاتون ٿينديون رهيون.
شاه صاحب جي ڪلام ۾ جو وحدت‌الوجود جو رنگ آهي ان جو
فلسفيانه طرف ۽ اثر محمد معين جي صحبتن جو نتيجو آهي. اڄ
ڪلهه مولانا عبيدالله سنڌي جي تعليم ڪري شاه ولي الله دهلوي
جي تصوف، سياست ۽ اقتصاديات جي نظرين جي چاڻ گهڻن تعليم
يافته سنڌين کي پئجي چڪي آهي. ليڪن انهيءَ تعليم کي سڀ
کان اول سنڌ ۾ مخدوم محمد معين پهچايو. شاه صاحب جي
ڪلام ۾ وطن جي محبت ۽ ان جي مارن لاءِ سڪ (جن ۾ اڪبري
سياست جا جزا چپيل آهن) هڪ حد تائين مخدوم صاحب جي
معرفت شاه ولي الله دهلوي جي تعليم جو نتيجو آهن. مخدوم

صاحب سن ۱۱۶۰ هجري ۾ وفات ڪئي ۽ سندس مقبرو ان جي مرشد مخدوم ابوالقاسم نقشبنديءَ جي پيرانديءَ ڪان آهي.

## (۳) مخدوم محمدي کهڙن وارو:

هي مخدوم عبدالرحمان (شهيد) جو فرزند ۽ عباسي خاندان مان هو. هنن جو وڏو ڏاڏو محمد ابراهيم بن اسحاق خليفي معتصم بالله جي ڏينهن ۾ عرب مان لڏي سن ۲۴۸ هجري کان اڳ سنڌ ۾ آيو ۽ حيدرآباد شهر (جنهن کي انهيءَ زماني ۾ نيرون ڪري سڏيندا هئا) جي اتر ۾ هڪ ٽڪريءَ جي پر واري ڪلور نالي ڳوٺ ۾ اچي رهيو. جتي ماڻهن کي وعظ ۽ نصيحتون ڪندو هو، جنهن ڪري ماڻهن ۾ "ڪلور واري" بزرگ جي نالي سان مشهور ٿي ويو، جنهن لفظ مان بدلجي (ڪلهوڙه) لفظ ٺهي پيو ۽ ڪلهوڙا انهيءَ بزرگ جي اولاد مان هئا. (۱)

ان بزرگ جي شهادت چورن هٿان ٿي. ان کان پوءِ ان جا پويان سنڌ جي گهڻن ڳوٺن کان ڦرندا گهرندا آيا. آخر منجهائڻ مخدوم عبدالخالق سن ۱۰۵۰ هجري ڌاري لڏي اچي کهڙن جي ڳوٺ ۾ ويٺو. مخدوم عبدالرحمان وڏو اهل الله ۽ هم صفت موصوف بزرگ هو. ان جي رجوعات کي ڏسي سنڌ جي حاڪم مياں نور محمد ڪلهوڙي کي تعصب پيدا ٿيو. آخرڪار هن ڪنهن بهاني تي مخدوم صاحب تي لشڪر چاڙهي موڪليو ۽ کيس ۲۸۰ فقيرن سميت بنا مقابلي جي مسجد شريف ۾ سن ۱۱۴۵ هجري ۾ شهيد ڪرايو. ان وقت مخدوم محمدي صغير هو. ٿوري عرصي گذرڻ بعد هو پنهنجي والد بزرگوار جون سڪون لاهڻ لڳو. سندس علم ۽ فضل جي هاڪ چوطرف پکڙجي ويئي. هڪ دفعي شاه صاحب پنهنجي سفر دوران ۾ کهڙن جي پاهران ميان مبجيڏني اچڻ فقير جي کوه تي اچي منزل ڪئي ۽ جڏهن مخدوم

(۱) (ماخوذ از تذڪره مخاديم کهڙا).

محمديءَ کي خبر پئي تڏهين دعوت ڏئي کيس وٺي ويو ۽ هڪ هفتو وٽس ٽڪيو پيو هو. (۱)

مخدوم صاحب سيد موسيٰ شاهه گهوٽڪيءَ واري جا معتقد هئا ۽ سندن طريقو قادري هو. شريعت جا پورا پابند هئا سن ۱۱۷۱ هجري ۾ وفات ڪيائون.

## (۴) مخدوم محمد هاشم ٺٽوي.

مخدوم محمد هاشم ميان عبداللطيف جو فرزند هو. ۽ هو ۱۰ ربيع الثاني سن ۱۱۰۴ هجري ۾ ميرپور بٺوري جي ڳوٺ ۾ ڄائو هو. پهريائين تعليم پنهنجي ڳوٺ ۾ حاصل ڪري پوءِ ٺٽي ۾ مخدوم محمد سعيد وٽ اچي وڌيڪ تعليم حاصل ڪيائين. ميرپور بٺوري کان لڏي پهرين ڀاڻ بهرامپور جي ڳوٺ ۾ آيا جتان آخر ٺٽي جي شهر ۾ سڪونت گزين ٿيا. علم حاصل ڪرڻ بعد پنهنجي زماني جو وڏو جيد، پرهيزگار ۽ پابند شريعت اسلامي عالم ٿيو. سندس تصنيفون اٽڪل ۱۵۰ کن ٿيل آهن. انهيءَ وقت ۾ سنڌ جا عالم ٻن گروهن ۾ ورهايل هئا. هڪڙا فلسفي ۽ حديث ۾ ماهر هئڻ ڪري غير مقلد ٿي ويل هئا، ليڪن ٻئي تصوف جو اثر به قائم رهيو پيا فقه ۾ مهارت حاصل هئڻ ڪري مقلد، زاهد، صاحب شريعت مشهور ٿيا.

مخدوم محمد معين پهرئين گروه مان مکيه هو ۽ ٻئي گروه جي مهنداريءَ جي پڳ مخدوم محمد هاشم تي آئي. هي صاحب پابند صوم ۽ صلوات، سنت اسلامي جو پيرو هو ۽ مذهب مان بدعتن (هر نئين ڳالهه جا اهل سنت و جماعت جي حنفي فرقي جي حڪمن جي برخلاف هجي) ڪڍڻ جي تحريڪ شروع ڪئي. جيئن اهو ڪم موثر طرح حاڪم وقت ڪلهوڙن ۽ ٻين معزز اميرن جي مدد ۽ همدردي کان سواءِ پوريءَ طرح حاصل ٿيڻ مشڪل هئا ان ڪري هن انهن سان لاڳاپو وڌايو. جيئن انهن حاڪمن جي ذاتي ۽ طبقاتي مفاد کي انهن ڳالهين ڪري ڪو نقصان نٿي پهتو تنهن ڪري انهن مخدوم صاحب جو ساٿ ڏنو

(۱) (ماخوذ از آئينه جهان نما)

۽ مخدوم صاحب جو اثر وڌڻ لڳو. مخدوم صاحب اصولي ڳالهين کان فروعي ڳالهين ڏي زياده توجهه ڏيئي تجديد شريعت جي نالي سان تحريڪ شروع ڪئي. جنهن صورت ۾ زبردست عالم ۽ پرهيزگار شخص هو ان ڪري سندس انهن ڳالهين جو ملڪ ۾ ڇهڇٽو پئجي ويو. عام فهم ماڻهن ۽ ملن ۾ سندس نالو مشهور ٿي ويو. هن ان وقت جي بلند پايہ عالمن ۽ صوفين جي اڪثري شريعت جي نالي ۾ مخالفت ڪئي. مخدوم محمد معين، مخدوم محمد زمان لنواري وارا ۽ شاه صاحب سڀ سندس نقط چيني کان بچي نہ سگهيا. اڄ ڪلهہ جي زبان ۾ سندس سياسي مسلڪ قدامت پسند يا رجعت پسند شمار ڪري سگهجي ٿو. سندس رايـن ۽ خيالات جو پتو سندس چوڻ تي ميان غلام شاه ڪلهوڙي جي جاري ڪيل هڪ فرمان مان پئجي سگهي ٿو.

**فرمان.**

”هن حڪومت جي سڀني ڪارڪنن کي معلوم هجي تہ جناب مخدوم محمد هاشم جي شرعي فيصلن جي جاري ڪرڻ لاءِ ڪوششون ولن ۽ عاشورن ۾ ماتم ۽ تابوت وغيره بدعات جي منع ڪن. نشيدار شين جي پيڻ ۽ وڪري تي بندش وجهن. شرط رکڻ، جوا ڪرڻ، فاحش زالن ۽ کدڙن تي روڪ وجهن. زالن کي مقامن ۽ باغن ۾ وڃڻ کان روڪين، ماڻهن جي وفاتي وقت روڄ ۽ راڙو ڪرڻ کان منع ڪن. ساهواري جانور جي تصوير ڪڍڻ کان روڪ ڪن. هندن کي چوٽين، ڌوتين پائڻ ۽ دڪانن تي گوڏا اگهاڙا ڪري وهڻ کان منع ڪئي وڃي. مسلمانن کي مٺ کان ننڍي ڏاڙهي ڇڏائڻ، ڏاڙهيءَ جا خط وٺائڻ ۽ مڇن رکائڻ تي بندش وڌي وڃي. هندن کي هولي، بسنت ۾ سرود، شرنائي، دهل، ناد وڄائڻ کان منع ڪئي وڃي. هندن کي بتن ۽ درياءَ اڳيان سجدو ڪرڻ کان روڪيو وڃي. مٿي ڏيکاريل جملي ڪمن لاءِ عملدار ڪليو ڪلايو سختيءَ کان ڪم وٺي حڪمن

جي پوئواري ڪن ۽ انهن جي ڏوهاري مائهن ڪي اهڙيون سزائون ڏين؛ جيئن رعيت ۾ ڪوبہ اهڙو ڪم نہ ڪري سگهي. ازانسواءِ مائهن ڪي نماز، روزي ۽ ٻين عبادتن لاءِ تاڪيد ڪيو وڃي. انهن حڪمن جي بجاآوري ۾ ڪابہ انحرافي نہ ٿيڻ گهرجي" ۲ شعبان سن ۱۰۷۲ هجري.

مخدوم صاحب شرعي ڪمن جي اهڙيءَ طرح پابندي ڪرائي، جو وضو ۽ غسل لاءِ شرعي مقدار تي ڪوزا يا ماپا ٺهرايائين جن کي هاشمي ڪوزا ڪري سڏبو هو.

انهي سيني ڳالهين مان پتو لڳائي سگهجي ٿو تہ سندس انهي شريعت جي نالي ۾ جدوجهد جا ڪهڙا نتيجا نڪرڻا هئا.

مذهب ۽ ان جي شريعت جو دائرو تنگ ڪري ان کي چند رسمن جي پابنديءَ تائين محدود ڪيو ويو. غير مذهب مائهن کي سندن اعتقادن پٽاندر رهڻ لاءِ آزاديءَ تي روڪ وڌي ٿي ويئي. مائهن جي خانگي زندگيءَ جي معمولي سوالن ۾ دست‌اندازي ٿيڻ لڳي. تان جو صورت ۽ سيرت جي معاملات ۾ بہ مائهن کي مولوي صاحب جي مقرر ڪيل دستور ۽ قانون مطابق هلڻو ٿي پيو. معاشرتي سڌاري ۽ اخلاق جي درستيءَ جي آڙ ۾ مولوي صاحب پنهنجي پورن کي پورو ڪرڻ ٿي گهريو. مولويءَ صاحب جا مداح ملان چا بہ چون، ليڪن ان ڳالهہ کان انڪار ٿي نٿو سگهي تہ اهو اهڙيءَ پاليسيءَ جو ئي نتيجو هو، جو آزاد خيال انتها پسند صوفي اهڙي قسم جي تنگ دائري وارن مذهبي عقيدن جي ڀاڃ پٽڻ لاءِ ٿي ڪڙا ٿيا. جيتوڻيڪ ڪلهوڙن جي تعصبي حڪومت جي اثر ڪري ابتدا ۾ هو ڪامياب نہ ٿيا ۽ گهڻيون سختيون سٺائون، ليڪن ٿوري وقت اندر سنڌ مان مذهبي تعصب ۽ تنگ نظري جي پاڙ پٽي ڇڏيائون. اگرچ ڪجهہ وقت کانپوءِ اهي بہ حد کان لنگهي ويا. شاهہ صاحب مخدوم محمد هاشم سان ۾ ٻي دفعا مليو ٿو ڏسجي، ليڪن ٻني گروه سان واسطو هئڻ

ڪري ساڻس خاص تعلقات ڪونہ قائم ڪيائين. مولوي صاحب مان ان وقت جاگهٽا صوفي تنگ ٿي پيا هئا. مخدوم محمد زمان لنواريءَ وارو بہ انهن مان هڪ هو. شاهہ صاحب بہ ڏسجي ٿو تہ اسلام جهڙي دين فطرت کي اهڙيءَ طرح محدود ٿيندو ڏسي بي اختيار چئي ڏنو تہ:

ملين منو ماءُ پنو اٿو بيٺ ۾،
سچائي الله ٿبي ڏنائين ڌوڙ ۾.

مخدوم صاحب ۷۰ سالن جي عمر ۾ سن ۱۱۷۴ هجري ۾ وفات ڪئي. سندس مزار مڪليءَ جي ٽڪريءَ تي آهي.

## (۵) مخدوم محمد زمان لنواريءَ وارو:-

مخدوم محمد زمان شيخ حاجي عبداللطيف جو فرزند هو. تاريخ ۲۲ رمضان سن ۱۱۲۵ هجري مطابق سن ۱۷۱۳ع ۾ ڄائو هو. هو صديقي نسل مان هو. سندن وڏا عباسي خليفن جي صاحبيءَ ۾ لڏي سنڌ ۾ آيل هئا. گهڻو وقت سنڌ ۾ رهڻ بعد ٿو ڪڇ ڏي هجرت ڪري ويا، جتان سن ۹۱۰ هجري مطابق ۱۵۰۴ع ڌاري وري سندن وڏو شيخ عبداللطيف ڪلان مريدن جي ستاءَ تي موٽي سنڌ ۾ آيو. هنن جي وڏي ڏاڏي شيخ محمد بن مالڪ سهروردي طريقي جي مرشد شيخ محمد يمانيءَ کان انهي طريقي ۾ بيعت ڪئي هئي.

مخدوم محمد زمان جي والد شيخ عبداللطيف وري مخدوم آدم ٺٽي واري جي فرزند شيخ فيض الله کان نقشبندي طريقي جي اجازت حاصل ڪئي هئي. مخدوم محمد زمان پاڻ خواجہ محمد عرف ابوالمساڪين بن محمد اشرف بن شيخ آدم کان نقشبندي طريقي ۾ فيض پرايو. عربي علم مخدوم محمد صادق نقشبنديءَ جي مدرسي ۾ پڙهيائين، جو بزرگ شاهہ عبداللطيف جي مريدن مان هو.

سندس زماني ۾ هن طريقت جي سلسلي ۾ گهڻي شهرت حاصل ڪئي. جنهن ڪري دور دراز ملڪن کان ماڻهو ڪهي اچي انهي چشم شيرين مان روحاني سيرآبي حاصل ڪندا هئا. سندن ڪيئي خليفا ٿي گذريا آهن، جن مان مخدوم عبدالرحيم گروهڙي خاص شهرت جو مالڪ هو. جيتوڻيڪ مخدوم صاحب شريعت جو پورو پابند هو، ليڪن تعصبي ملان نه هئڻ ڪري مخدوم محمد هاشم ٺٽوي سدائين سندس مخالفت پي ڪئي، جنهن ڪري ٺٽي مان لڏي اچي لنواري وسايائين. پاڻ سنڌيءَ ۾ شعر به چيو اٿس، جنهن مان پتو پوي ٿو ته باوجود نقشبندي هئڻ جي مٿس وحدت الوجود جي فلسفي جو گهڻو اثر هو. البت هو راڳ ۽ سرود ٻڌڻ کان پرهيز ڪندو هو. سندس روحانيت جي شهرت جو غلغلو ٻڌي شاه صاحب به وڏپڻ ۾ ڳوٺان سندس ملاقات لاءِ سنهري وٽس ڀيٽو. انهيءَ ملاقات ۾ جيڪا گفتگو هلي، ان لاءِ خواجه محمد زمان جي حياتي لکندڙن تفصيلوار ذڪر ڪيو آهي. انهن جو چوڻ آهي ته شاه صاحب تي مخدوم صاحب جي صحبت اهڙو ته اثر ڪيو جو انهيءَ کانپوءِ شاه صاحب وٽ جڏهن مخدوم صاحب جي ڳالهه نڪرندي هئي ته هيٺيون بيت پڙهندا هئا.

مون سي ڏٺا ماڻهو، جن ڏٺو پرين کي؛
ڪري نه سگهان ڪاءِ، تنين سندي ڳالهڙي.

مخدوم صاحب سن ١١٨٨ هجري مطابق سن ١٧٧٤ع ٣ ذوالقعد جي وفات ڪئي ۽ سندن مزار لنواري جي ڳوٺ ۾ آهي.

## (٦) صاحبڏنو فقير درازن وارو.

هي فاروقي نسل مان هو. چوڻ ۾ اچي ٿو ته سندس وڏا محمد بن قاسم سان گڏ سنڌ ۾ آيا. سندن پهريون بزرگ جو سنڌ ۾ آيو ان جو نالو شيخ شهاب الدين هو جنهن، سيوهڻ جي شهر ۾ ٩ محرم سن ٩٥ هجري ۾ وفات ڪئي. خدآباد جي پير ۾ نورجن

جو ڳوٺ سندس پوين مان مخدوم نور الدين جو ٻڌايل هو، جنهن ۲۱ رمضان سن ۲۲۴ هجري سيوهڻ ۾ وفات ڪئي.

سن ٦٦٥ هجري ۾ هنن جا پويان مخدوم جمار جا مريد ٿيا. هنن مان مخدوم ابو سعيد انهي وقت ڏاري لڏي اچي راڻيپور جي پر ۾ درازن جي ڳوٺ ۾ ويٺو. ميان صاحبڏني جو اصل نالو محمد حافظ هو ۽ صاحبڏنو، تخلص هئس. پوءِ پاڻ انهيءَ نالي سان مشهور ٿي ويو هو سن ۱۱۰۱ هجري ۾ ڄائو هو (۱) هو شاه عبيدالله جيلاني جو مريد ٿيو جو شيخ عبدالقادر جيلاني جي اولاد مان هو. انهيءَ شاه عبيدالله جا ۲ پٽ هئا. هڪ شاه ڪليم الله ٻيو شاه عبدالملڪ. اهو سا ڳيو مخدوم عبدالملڪ شاه عنايت صوفيءَ جو مرشد هو، جو پوءِ وڃي برهانپور ۾ ويٺو هو.

چون ٿا ته صاحبڏنو فقير اول ۾ گوشه نشين ۽ تارڪ دنيا ٿيو ڪبڙن جي وچ ۾ هڪ غار اندر ويٺو هوندو هو.

شاه صاحب هڪ دفعي پنهنجي سفر جي دوران ۾ جڏهين اتي پهتو ۽ اهو حال معلوم ٿيس ته ڪيس ملي بحث مباحثو ڪري ٻاهر نڪرڻ تي راغب ڪيائين، ان ڪان پوءِ فقير صاحب ماڻهن سان منهن ڏيڻ لڳو. هن صاحب سنڌيءَ ۾ چڱو ڪلام چيو آهي، سندس طريقو رندي هو. هو انهيءَ زماني جي ملائيت ۾ ڪٽرپڻي جي مذهبي پابندين کان تنگ ٿي کليو کلايو اهڙا اظهار ڪرڻ لڳو. سندس هڪ ڪلام ۾ چوي ٿو ته:-

"لاشڪ آهيون لامذهب، اسان غرق ٿياسون درغبغب"

سندن رندي مشرب ۽ خيالات جو پورو پتو ۽ خبر فقير صاحب جي پوٽي سچل فقير جي ڪلام مان پئجي سگهندو ڇاڪاڻ ته ان جو گهڻو ڪلام ڇاپي هيٺ اچي اسان تائين پهچي سگهيو آهي. چوڻ ۾ اچي ٿو ته شاه صاحب جڏهين هڪ دفعي درازن ۾ آيو ته سچل فقير کي جو ان وقت پنجن ورهين جو مس هو،

---

(۱) از رسالو سچل فقير- مرزا قليچ بيگ.

ڏسي فرمايائين ته "اسان جيڪو ڪنو رڏو آهي ان جو ڏيکڻ هي نينگر لاهيندو" يعني جيڪي وحدت الوجود جا راز ڏيکيل ۽ سالڪاڻ نموني ۾ شاه صاحب ظاهر ڪيا آهن سي راز سچل فقير کليل ۽ رندانا طريقي کولي ٻڌايا آهن. سندن ڪلام مان پتو پوي ٿو ته مٿن منصوري تعليم جو اثر شيخ فريدالدين عطار ۽ شمس تبريزيءَ جي معرفت پهتل آهي. هيٺ ڪي ٽڪرا سچل فقير جي ڪلام مان پيش ڪجن ٿا جن مان سندن مسرب جو پتو پئجي سگهندو.

"اساندي جان ڪون لڳڙي، هوائي شمس تبريزيء."

"عطار نبود خدابودخدابود، آن سر حقيقتي خدابود خدابود."

صوفين جو مذهب عشق آهي، اتي ملن واري ڪدورت ۽ دوئي هوندي ئي نه آهي. ڪين سڀ جاءِ تي پرين پيو پاڻ پسائيندو آهي. مذهبي قيدن کان هو پاڻ کي آزاد سمجهن ٿا. چوي ٿو ته:

"ڏسو عشق جا انصاف، سڙيئي مذهب ڪيائين معاف."

"اتي ڪفر نه اسلام، آهي سڀني کي سلام."

هو ڏوهه ۽ ثواب کي هڪ شيءِ جا ٻه پهلو سمجهن ٿا ۽ عشق ۽ محبت جي عالم لاءِ پرده حجاب ڪري ليکين ٿا.

"هڪ ڏوهه ٻيو ثواب، اٿئي عشق جو حجاب."

انهيءَ وقت ملن جي تنگدليءَ انهن کي اهڙو تپايو جو جوش ۾ چيو ڏئي ته:

"عشق، پيو سي زور زور،
[illegible] لاڻ دي [illegible] [illegible]."

"قاضيا ڪيهي مسلي [illegible] ربندئين،
عشق [illegible] ڪيا لڳي لڳي."

بهشت دوزخ دي نـا دڙڪيءَ،
اهي پـو اسان ڪنون ڀڳي ڀڳي."

صاحبڏني فقير سن ١١٩٢ هجري مطابق ١٧٧٨ع ۾ وفات ڪئي، سندس مزار درازن جي شهر ۾ آهي.!

## (٧) مخدوم عبدالرحيم گروهڙي.

هي صاحب ٿرپارڪر ضلعي جي گروهڙ جي ڳوٺ تعلقي ڪپرو جو ويٺل هو، وڏو نامور عالم هو. ابتدائي زندگيءَ ۾ مناظري ۽ مباحثي جو وڏو شوقين هو. هلي وجي عالمن سان بحث ڪندو هو.

طبيعت جو جلالي هو. آخر ۾ مخدوم محمد زمان لنواريءَ جي صحبت ڪري درويشي راه ڏي لاڙو رکيائين. مخدوم صاحب جي خاص خليفن مان ٿي پيو. هو شريعت اسلامي جو پورو پابند هو. خالص سنڌيءَ ۾ عمده شعر چيا اٿس. هن کي جهاد جو ڏاڍو شوق هوندو هو. هڪ دفعي ٻڌائين ته، انهيءَ طرف (هٿونگي ۾) هڪ مڙهيءَ اندر بت جي پوڄا ٿئي ٿي ۽ ماڻهو دور دراز پنڌ ڪان انهي جي ڪرامت جون ڳالهيون ٻڌي اوڏانهين سڪائون ۽ مڃتائون ڏيڻ وڃن ٿا. سندس ڪجهه توحيد پرستي ۽ ڪجهه جهاد جي جذبي جوش اٿاريس ته انهيءَ لنريءَ کي ڍاهڻ گهرجي. ان ڪري فقيرن سان چڙهائي ڪرڻ لاءِ مشورو ڪيائين، اتي ڪنهن چيس ته سائين اتي پوڄارين جو زور آهي ۽ آس پاس جا ماڻهو انهن جا طرفدار ٿيندا، ان مهم ۾ ڪامياب ٿيڻ جو ڪو امڪان نتو نظر اچي. ان تي پاڻ چيائين ته "جي هه مڙهي ڊهي ته به فتح فقير جي ۽ جي هوءَ مڙهي بچي ته به فتح فقير جي آهي" يعني جي انهيءَ راه ۾ شهيد ٿي ويو ته به ڪامياب آهي، پر جي مقصد حاصل ڪيائين ته به ڪاميابي سندس هئي. نيٺ فقير صاحب انهي ئي مهم ۾ شهيد ٿيو. اهو حادثو سن ١٢٩٢ هجري مطابق سن ١٨٧٨ع ۾ ٿيو. سندس مزار گروهڙ جي

ڳوٺ ۾ آهي جتي سندس ڀَبو مير احمد خان شاهواڻيءَ ٺهرايو هو. فقير صاحب ذات جو سگريو هو، ليڪن سندس ڏهٽاڻ سيد ٿيا، جن مان سيد احمد شاهه هن وقت سندس سجاده نشين آهي.

## (٨) مدن ڀڳت ۽ هندو يوڳي:

شاهه صاحب جي اصل ڳوٺ ڪوٽڙي مغل ۾ هڪ هندو ڀڳت مدن نالي رهندو هو، جنهن سان شاهه صاحب جي گهري دوستي هوندي هئي. مدن ڀڳت سنڌيءَ جو به شاعر هو. ڏسڻ ۾ اچي ٿو ته انهيءَ جي صحبت ڪري شاهه صاحب ۾ هندو يوڳين، سنياسين ۽ ساڌن جي سنگت جو شوق جاڳيو ۽ برابر ٣ سال ساڻن گڏجي سفر ڪندو رهيو. هنگلاج به ساڻن پيتيائين. انهيءَ صحبت مان ڪيس سنڌن فقيريءَ جي طريقن، رسمن ۽ دستورن جو پورو پتو پيو. چوي ٿو ته:-

"نوري ۽ نـاري، جـو ڳيڙا جهان ۾،
ٻري جن ٻاري، آءٌ نه جيئندس ان ري."

انهيءَ زماني ۾ ملن جو تمام گهڻو زور هو. هندن سان صحبت ڪرڻ يا انهن جو ويس ڪري ساڻن گهمڻ رواجي ڳالهه ڪانه هئي، پر شاهه صاحب ان جي پرواهه ڪانه ڪئي. انهن جي صحبت مان تعصب نڪري ويس ۽ قرباني، حليمائي، تياڳ ۽ سوز جا ورثا نصيب ٿيس. سندس ڪلام جو سر ڪاهوڙي ۽ رامڪلي سڄو هندو تارڪ دنيا فقيرن جي ساراهه سان ڀريو پيو آهي. بيراڳ هندي جا ڪيترا بيت رسالن جي ڪن نسخن ۾ لکيل آهن.

جنهن ۾ اهو پتو پوي ٿو ته سندس مجلس ۾ ڪيترن هندو شاعرن جا ڪلام به ڳايا ويندا هئا. تان جو سندس ڪلام سان گڏجي رسالي ۾ داخل ٿي ويا.

شاهه صاحب جو هندو زماني جي آکاڻين تي ڪلام جهڙوڪ هندو راجائن جهڙوڪ راءِ ڏياچ، مومل راڻو، ليلان چنيسر لاکي ڦلاڻي

جي ساراهہ ۾ بيت چوڻ سندس آزاد خيالي ۽ سنڌيءَ جو ثبوت ڏين ٿا. هو هندو ساڌن جي ساراهہ ۾ چوي ٿو تہ:-

”سدائين سفر ۾، رمن سڀئي راهہ؛
پرن پورب پند ڏي، منجهہ موالي ماهہ؛
جن جي الکہ سان آگاهہ، هلو تڪيا پسون تن جا.“

۽ هند چيو اٿس تہ:-

قوت ڪرايا ڪاپڙي، طعام نہ طامائو؛
سڻن هنيائون سج ۾، پهر نہ پينائو؛
اوسر آسائو، اٿي گوندر گڏيا.

مٺي ذڪر ڪيل چند مکيہ درويش ۽ ساڌو هئا جن سان شاه صاحب روبرو هلي روح رهاڻ ڪئي ۽ انهن جي صحبتن ۽ ملاقاتن مان فائدو حاصل ڪيائين. انهن ۾ عرقسم جا ماڻهو هئا ڪي فلسفي ۽ محدث عالم هئا تہ ڪي صوفي لاڪوفي هئا. ڪي رند بي ريا هئا تہ ڪي ٺيٺ ملان ۽ فقيهہ هئا. هندو مسلمان ٻنهين فرقن جا صحبتي هئس. ازانسواءِ هيٺين ٽن بزرگن هر هڪ ١- مخدوم بلاول عليه الرحمته، ٢- مخدوم نوح عليه الرحمته، ٣- شاه عبدالڪريم جو ۽ مٿس اڻ سڌيءَ طرح اثر پيو ٿو ڏسجي، تنهن ڪري انهن جي زندگيءَ جو ٿورو ذڪر ضروري ڄاڻي هيٺ بيان ڪجي ٿو.

## (٩) مخدوم بلاول عليہ رحمتہ:

مخدوم بلاول ذات جو سمون هو ۽ ٺٽي جي شاهي خاندان سان واسطو رکندڙ هو، ان ڪري کيس سمون سردار ڪري سڏيندا آهن. سندن ڄم جي تاريخ ملي ڪانہ سگهي آهي، پر غالبن نائين صديءَ جي پوئين اڌ ۾ ڄائو هو. ابتدائي تعليم ٺٽي مان پرائي پوءِ وڌيڪ علم ٺلٽيءَ جي ڳوٺ ۾ مخدوم عمر کان حاصل ڪيائين،

شادي به اتي ڪيائين ۽ اتي ئـي رهي پيو. هو علم حديث ۽ تفسير ۾ ماهر ٿيو ۽ سندس هاڪ چوڌاري پکڙجڻ لڳي، جنهن ڪري دور دراز پنڌ ڪان ماڻهو وٽس علم پرائڻ لاءِ اچڻ لڳا. هن ڪي سلسله طريقت ۾ بہ ڪمال هو. سندس طريقو سهروردي طريقي جي شاخ ڪبروي جو هو. سندس شجره طريقت ملي نہ سگهيو آهي، ليڪن هو انهي وقت جي مکيه بزرگن مان هو. ان جي شهادت مخدوم نوح عليه رحمت جي پوٽي ميان غلام رسول صديقي جي لکيل ڪتاب مان ملي ٿي. مخدوم نوح جي حياتيءَ جو ذڪر ڪندي هو صاحب لکي ٿو "سنڌ ۾ ان وقت ٽائين صرف ٽي هاڪ وارا بزرگ هئا. هڪ مخدوم بلاول، ٻيو مخدوم شعبان، ٽيون مخدوم هئا.

مخدوم صاحب جا ڪيئي خليفا هئا جن مان مکيه هينيان هئا:-

۱- مخدوم ساهڙ لنجار انڙپور ۲- سيد حيدر عليه رحمت سن ۳- مخدوم رڪن الدين عرف منو لنو ۴- مخدوم حسن عرف بلاولي پاٽوت ۵- مخدوم سعد عرف ساند سڪرنڊ ۶- مخدوم هنگورو نزديڪ مورو. مخدوم ساهڙ وٽان مٽياري ساداتن مان شاه رڪن الدين فيض ورتو، جنهن جو پوٽو سخي هاشم نامور ولي الله ٿي گذريو آهي، اڪثري مٽياري سادات ان جا معتقد آهن. سخي هاشم شاه شاه لطيف جي والد شاه حبيب جو دوست هو ۽ هو مٽيارين مان لڏي پٽي پور به انهي جي مشوري ۽ مدد سان وڃي ويٺو هو. (قاضي هدايت الله منعلوي) ان ڪري بلاولي فيض جو شاه صاحب تي اڻ سڌيءَ طرح اثر ٿيو هجي، ان کان انڪار ڪري نٿو سگهجي.

شاه بيگ ارغون جڏهين سنڌ تي ڪاهون شروع ڪيون هيون، ان وقت جام نظام الدين سمي جي وزير درياه خان حيڪا سنڌي اقتدار جي قائم رکڻ جي تحريڪ جاري ڪئي هئي، ان جو روح روان مخدوم بلاول هو. شاه بيگ جي حملن وقت مخدوم

صاحب خليفن سميت ان جي مخالفت ڪئي هئي. سيد محمد ميران جونپوري جي تحريڪ جي سنڌ ۾ منظم طرح مخالفت مخدوم صاحب طرفان ٿي.

انهن سڀني ڳالهين ڪري شاهه حسن ارغون ڪن منصوعي عذرن تي ملن کان فتوي وٺي ڪيس گهاٽي ۾ پيڙائي ڇڏيو. اهو حادثو سن ٩٢٩ هجريءَ ۾ ٿيو. سندس عقيدن جو ذڪر اڳ اچي چڪو آهي.

## (١٠) مخدوم نوح عليه الرحمته:

مخدوم نوح جو اصل نالو ميان لطف الله هو، ليڪن نوح هوتزاني نالي هڪ درويش ڪامل جي وصيت جي ڪري سندس نالو بدلائي نوح رکيو ويو. هو مخدوم نعمت الله جو فرزند هو ۽ صديقي نسل مان هو، سن ٩١١ هجري ۾ تولد ٿيو. اهو آهو وقت هو، جو ان کان پوءِ ٽن سالن بعد سنڌ جو نامور حاڪم ڄام نظام الدين وفات ڪري ويو ۽ آن جي جاءِ تي ڄام فيروز سنڌ جو حڪمران ٿيو. جيتوڻيڪ مشهور ائين آهي، ته مخدوم صاحب ظاهري ذڪر ڪنهن کان حاصل نه ڪيو ليڪن سندن خانداني طريقو سهروردي هو. پوءِ اهو طريقو شيخ بهاؤالدين ذڪريا جي معرفت مليو هجي يا سڌو پشت به پشت سندن خاندان ۾ هليو آيو هجي. هڪ دفعي جو ذڪر آهي ته مخدوم صاحب جو ڏهٽو ميان دوست علي ملتان طرف مسافريءَ ۾ ويو، غوث بهاؤالحق جي سجاه نشين وٽ وڃي مهمان ٿيو جنهن تحفي طور کيس پنهن جي بدل دستار ڏني. جا پاڻ وٺي ڪڇ ۾ جهليائون، غوث بهاؤالحق جي فقيرن کي اها ڳالهه پسند نه آئي ۽ اهڙو ذڪر غوث صاحب جي سجاده نشين سان ڪيائون، جنهن تي ان خليفن کي جواب ڏنو ته اسان مريد شيخ شهاب الدين سهرورديءَ جا آهيون ۽ هي اولاد شيخ ابو نجيب جو آهن، جو خود شيخ شهاب الدين جو مرشد

۽ چاچو هو. ان ڪري سندن تعظيم ڪرڻ اسان تي واجب آهي"
(دليل الذاڪرين)

ان مان معلوم ٿئي ٿو ته مخدوم صاحب شيخ ابو نجيب سهروردي جي سهروردي طريقي جي اولاد مان آهن. سندن استاد مخدوم ديانه عربي هو. سندن خليفا گهڻا ٿي گذريا آهن، جن مان مکيه سيد ابوبڪر لکياري، ميان بهاؤالدين دلق پرش ٺٽو فقير ۽ عثمان هئا. (دليل الذاڪرين)

پاڻ وقت جي سياست کان جدا رهي صرف خلق الله کي روحاني فيض ڏيندا هئا. حڪومت وارن سان سندن تعلقات نيڪ هئا. پاڻ ٢٧ ذوالقعد سن ٩٩٩ هجري ۾ وفات ڪيائون، انهيءَ وقت سندن چمار ٨٧ ورهن جي هئي. سندن وفات وقت ڪين ڏهه فرزند هئا.

سندن طريقي جا ڏهر جي ذڪر طور پڙهيا ويندا آهن، سي ڪم و بيش ملتاني ڏهرن جي نموني جا آهن.

## (١١) شاه عبدالڪريم:

شاه عبدالڪريم مٽياري سيدن جي خاندان مان هو. سن ٩٤٤ هجري ۾ مٽيارين جي شهر ۾ ڄائو هو. سندن والد جو نالو سيد لعل محمد يا سيد للو هو. هو به وڏو درويش هو. پاڻ مٽيارين مان لڏي بلڙي جي ڳوٺ ۾ وڃي سڪونت اختيار ڪيائون. سنڌيءَ ۾ عمده شعر چيو اٿس.

مخدوم نوح عليه الرحمته جي صحبت لاءِ وقت به وقت هالن طرف ويندڙ هئا. حالانڪ مريد شاه ابراهيم بخاريءَ جو هو جو سلسله قادريءَ جو طريقو رکندڙ هو. شاه ڪريم عدم تشدد، حلم ۽ صبر ۾ پنهنجو مٽ پاڻ هو. سندن ڪاند ۽ صبر جون گهڻيون ڳالهيون ملڪ ۾ اجا تائين مشهور آهن.

وڏائي ۽ فخر ته وٽن هوئي ڪونه، سندن ڪرامات ۽ ملفوظات کي ميان عبدالواسع ٺٽوي بيان العارفين نالي ڪتاب ۾ ڪٺو ڪيو آهي. پاڻ ١٢ فرزند ڇڏي سن ١٠٤٤ هجري ۾ بلڙي جي شهر ۾ وفات ڪيائون.

هي آهي مختصر احوال شاه صاحب جي زماني ۽ ان جي ماحول جو، جنهن جي روشنيءَ ۾ ناظرينن کي شاهه صاحب جي خيالات کي معلوم ڪرڻو آهي.

# فصل ٽيون

## شاهه صاحب سنڌ جو قومي شاعر

شعر اها خدائي ڏات آهي جا ڪن ٿورن کي نصيب ٿيندي آهي. باهه جو مثال وٺو ته اها جيئن ساڙڻ جو ڪم ڏئي ٿي، تيئن طعام پچائڻ ۽ گاڏين هلائڻ وغيره ڪيترن مفيد ڪمن ۾ به استعمال ٿئي ٿي. جيڪڏهن اها نقصان پهچائي ٿي ته فائدا به منجهانس گهڻا آهن، مطلب ته جهڙي مقصد لاءِ ڪيس ڪتب آڻبو اهو حاصل ٿيندو. اهڙيءَ طرح شعر جي به حالت آهي، اڻ ڪي جي قومن ۾ انقلاب ۽ بيداري آڻڻ، بهادري پيدا ڪرڻ، اخلاق جي درستي ۽ خود شناسي پيدا ڪرڻ جي ڪم ۾ آئي سگهجي ٿو، ته ساڳيءَ طرح اخلاقن بگاڙڻ سستي ۽ ڪاهلي پيدا ڪرڻ ۽ خيالن جي خرابيءَ جو ڪارڻ به شعر ٿي سگهي ٿو. انهيءَ نقطہ نگاهه ڪري شاعر به گهڻن ئي قسمن جا ٿي سگهن ٿا. شعر جي لحاظ سان سندن جدا جدا قسمن کي پوريءَ طرح سمجهائڻ لاءِ آءٌ کين هيٺ ٽن قسمن ۾ ورهايان ٿو.

**(١) ادبي شاعر:**

هي اهي شاعر آهن، جي زبان تي پورو عبور هئڻ ڪري ملڪ جي هر سامهون ايندڙ سوال تي شعر چوندا آهن، جنهن ۾ پنهن جي علمي قابليت، زبان جي خوبين، جذبات دل، فطرت جي مصوري، قصن، ڪهاڻين، دوستن ۽ محبوبن جي تعريف، وڏن ماڻهن، بزرگن

۽ حاڪمن جي ثنا ۾ صرف ڪندا آهن. سندن ڪلام ۾ اگرچ نفاست ۽ نزاڪت گهڻي هوندي آهي، ليڪن مقصد ۽ مرادون معمولي هئڻ ڪري ملڪ ۽ ماڻهن لاءِ انهن جي ڪلام مان سواءِ ادبي فائدي جي ڪو وڏو فائدو حاصل نه ٿي سگهي ٿو.

## (٢) اخلاقي شاعر:

هي انهن شاعرن جو قسم آهي، جي تصوف جي رازن، فلسفي جي پيچيده سوالن، انسان جي اعليٰ امنگن تي غور ۽ فڪر ڪرڻ بعد پنهن جي خيالن کي نظم جي لڙيءَ ۾ پوئڻ جي ڪوشش ڪن ٿا. پوءِ ڪڏهين اهي راز ۽ خيال مثنوي مولانا روم وانگر قصن ۽ ڪهاڻين جي صورت ۾ بيان ڪن ٿا ته ڪڏهن حافظ شيرازي ۽ سعدي وانگر غزلن ۽ بيتن جي جدا جدا طرزن ۾ ظاهر ڪن ٿا.

## (٣) قومي شاعر:

هن قسم جا شاعر، ملڪ ۽ قوم سان محبت رکڻ ڪري ماڻهن جي سياسي، اخلاقي، اقتصادي حالتن جو غور سان مطالع ڪرڻ بعد قوم جي ڪمزورين، خامين، مشڪلاتن ۽ خوبين ڪان بخوبي واقفيت حاصل ڪرڻ بعد انهن جي ڪارڻن ۽ اسبابن تي فڪر ڪن ٿا. قوم جو ماضي، حال ۽ مستقبل سندن اکيان رهي ٿو. پوءِ هو قوم لاءِ ڪو نصب‌العين مقرر ڪن ٿا، ۽ انهيءَ تي پهچڻ لاءِ جي خيال ۽ تجويزون سندن دماغ ۾ وهن ٿيون تن سيني ڳالهين کي هو پنهنجي ڪلام ۾ قوم اکيان پيغام جي صورت ۾ پيش ڪن ٿا.

مٿي ذڪر ڪيل شاعرن جي قسمن جي نقط نگاهه کان جيڪڏهين شاهه صاحب جي ڪلام تي نظر ڪبي ته هن ۾ پوين ٻن قسمن جي شاعرن جون خاصيتون خاص طرح ڏسڻ ۾ اينديون.

جنهن صورت ۾ شاهه صاحب اخلاقي توڙي قومي شاعر جي حيثيت ۾ پنهنجو مٽ پاڻ آهي ۽ انهي ٻنهي پهلوئن مان هرهڪ

تي جدا ڪتاب لکي سگهجي ٿو. تنهن ڪري سندس شعر جي تصوفي ۽ اخلاقي ڪمالات جو بيان ڪرڻ تصوف جي ماهرن ۽ فلسفي جي عالمن لاءِ ڇڏي، آءٌ صرف سندس قومي شاعر جي پهلوءَ ڪي پنهن جي محدود معلومات ۽ وسائل مطابق بيان ڪرڻ جي حتي‌الامڪان ڪوشش ڪندس.

منهنجو اهو پڪو رايو آهي ته شاه عبداللطيف سنڌ جو قومي شاعر آهي. سندس اڳيان سنڌ ملڪ جو خاص تخيل هو، جنهن تي ايندڙ فصل چوٿين ۾ بحث ڪيو ويندو. اهڙيءَ طرح سان ڪيس سنڌي قوم جو به خاص تخيل هو. جنهن جو احوال به جدا جڳهه تي آندو ويندو. هتي صرف هي ٻڌائڻ مقصود آهي ته ڪيس جنهن ملڪ ۽ قوم جو تخيل هو، انهيءَ ملڪ جو گهڻو ڀاڱو هن پيرين پنڌ ڪري گهمي ڏٺو. اتي جي ماڻهن سان گڏ گذاريائين، سندن عادتن ۽ اخلاقن کان واقف ٿيو. سندن جهونا قصا ۽ ڪهاڻيون ٻڌائين، سندن رسمن ۽ رواجن جو غور سان مطالعو ڪيائين. سندن سياسي، معاشرتي، اخلاقي، اقتصادي حالتن کي نظر مان ڪڍيائين. انهن جي ڏکن ۽ سورن کي محسوس ڪيائين. سندن خوبين کي جانچيائين سندن ماضي ۽ مستقبل تي غور ڪيائين. انهن جي ڪمزورين ۽ خامين جي معلومات حاصل ڪيائين.

مطلب ته انهيءَ زماني جي سنڌ جي حالات جو ڪيس پورو پورو مطالعو ٿي ويو هو. ايتري ساري معلومات بعد هن پنهنجي شعر ۾ جيڪي چيو آهي انهيءَ تي جيڪڏهن قومي نقطِ نگاه سان غور ڪبو ته هيٺيون ڳالهيون نمايان طور ڏسڻ ۾ اينديون.

### (۱) وطن جي حب:

شاه صاحب جي ڏينهن ۾ جيتوڻيڪ ڪلهوڙن جهڙن مذهبي خيالن جي حاڪمن جي حڪومت هئي ۽ اورنگزيبي سياست جو دور چالو هو ليڪن شاه صاحب تي نه اورنگزيبي سياست اثر ڪيو

۽ نہ گھڻي قدر اڪبري سياست جو اثر ٿيو بلڪ هن تي قديم
سنڌي سياست جو اثر پيو. هن وطن جي حب کي عين اسلام جي
احڪام پٽاندر ايمان جو جزو سمجهي سنڌ کي پيار ۽ محبت ڪئي
"پئن اسلامزم" جو خيال سندس وهم ۽ گمان ۾ بہ نہ آيو. هن
بين الاقواميت کي "پئن اسلامزم" کان جدا ٿي سمجهيو. سندس
ڪلام ۾ ڪٿي بہ مسلمان ملڪ يا مسلمان قوم ڏي اشارو ڪونہ
آهي. سندس سڄو ڪلام وطن جي محبت، آزادي، ترقي ۽ اقتدار
جي جذبات سان ڀريو پيو آهي.

چوي ٿو تہ:-

"سائينم سدائين ڪرين مٿي سنڌ سڪار."

ٻي هنڌ چيو اٿس تہ:-

واجهائي وطن کي، جي ساري ڏيان ساهہ،
تربت منهنجو بند ۾، قيد م ڪريجاهہ،
پر ڏيهاڻي پرينءَ ري ڏار م ڏريجاهہ،
ٿڌي مٿي ٿر جـــي ولهيءَ وســائجاهہ،
پويون ٿئي پساهہ، تہ نجاهہ مڙهہ ملير ڏي." (شاهہ)

**(٢) ديسين جي محبت:**

شاهہ صاحب جي ڪلام مان ٻي جا نمايان ڳالهہ ڏسڻ ۾
ايندي سا سنڌ ديس جي رهاڪن جي اڪير ۽ محبت آهي. هن
وٽ هندن ۽ مسلمانن جي تميز وطن ۽ قوم جي لحاظ کان ڪابہ
ڪانہ آهي. جي سندس ڪلام تي نظر وجهندؤ تہ:-

"ديسي سيڻ ڪجن، پرديسي ڪهڙا پرين."

جو آواز هڪ طرف ٻڌڻ ۾ ايندؤ تہ "جيها جي تيها مون
مارو مڃيا" ٻي طرف ڪنن تي پوندو.

باوجـود انجي تہ هو محمد ڪارڻيءَ جـو سڄڻ ضروري

چاڻي ٿو. هو صاف چئي ڏئي ٿو ته سچي مسلماني تڏهين ٿي ماڻي سگهبي جڏهين دوبينائي دور ڪري "اشهد" جي اک سان دنيا جي شين ۽ ماڻهن کي ڏسبو. هو پيغمبر اسلامؐ کي رحمة العالمين سمجهي ٿو ۽ حق کي اسلام سمجهي چوي ٿو ته:-

"ڏسڻ ڏسين جي، ته هم کي حق چئين،
شارڪ شڪ ۾ ني، اڌا انهيءَ ڳالهه."

مسلمانن جي جداگانه قوم جي نظريي کي اميرانه ذهنيت جو نتيجو سمجهي ٿو. هن جي خيال موجب جهڙيءَ طرح سج جي روشني ۽ هوا کي چند شخصن ۽ طبقن جي ملڪيت تسليم ڪرڻ ۽ بنائڻ انسان ذات جي ڪثير تعداد سان ظلم ۽ دشمني ڪرڻ جي برابر ٿيندو اهڙيءَ طرح حق کي به محدود ڪري ڪنهن مخصوص گروه جي ملڪيت يا ورثو بنائڻ ساڳي ذهنيت جو نتيجو ٿيندو. هو هندن ۽ مسلمانن جي موجوده معنوي تفاوتن تي جڏهين نظر ڪري ٿو ته بي اختيار ٿي چوي ٿو ته:-

"ان ۾ نه ايمان، جو ڪلمي گو ڪوٺائين،
دغا تنهن جــي دل ۾ شرڪ ۽ شيطان،
منهن ۾ مــسلـمان، انــدر آذر آهئين."

ساڳيءَ طرح هندن کي مخاطب ٿي چوي ٿو ته:-

"ڪوڙو تون ڪفر سين، ڪافر نه ڪوٺاءِ،
هندو هڏ نه آهئين، جٽيو تــو نه جڳاءِ،
تلڪ تنهين کي لاءِ، سچا جي شرڪ سين."

ڪفر ۽ اسلام کي هو روحاني دنيا جون به حقيقي منزلون يا حالتون سمجهي بحث ڪري ٿو. تنهنڪري ملن ۽ پنڊتن جي انسان ذات جي وچ ۾ پيدا ڪيل بي معنيٰ فرقن ۽ تفاوتن کي هو حق جي سامهون پردا ۽ حجاب ٿو سمجهي.

آخر اهڙو اندر جو اجريل ۽ صاحب نظر اهي منصوعي فرق جا نظريا ڪئين قبول ڪري ٿي سگهيو؟

## (۳) ملڪ جي آزادي- فرخنده حالي ۽ ترقي:

شاهصاحب جي ڪلام ۾ ٿي خاص ڳالهيون ملڪ جي آزادي، فرخنده حالي ۽ ترقيءَ جو تصور، اميد ۽ آرزو آهي. اوهان جيڪڏهن سندس ڪلام تي غور سان نظر ڪندا ته، ڪيترن جڳهن تي زنجيرن جي ٽٽڻ، قلعن ۽ ڪوٽن جي ڪرڻ، قيدن ۽ بندن کان آزاد ٿيڻ لاءِ دعائون گهربل ڏسندا.

هڪ هنڌ چوي ٿو ته:-

"جسو زنجيرن ۾ راتو ڏينهان روءِ،"

"ڪِڇيءَ ڳانا لوه جا، زيريون ۽ زنجيره"

ٻي طرف چوي ٿو ته:-

"منهن جي آس اها ڪڏهين ڪيرائيندي ڪوٽ کي"

جڏهين سرتين، جيڏين ۽ پر وارين قومن کي آزاديءَ ۾ فرخنده حالي جي زندگي گذاريندو ڏسي ٿو ۽ پنهنجي ملڪ ۽ ماڻهن کي غلام ۽ پٽ تي پيل ڏسي ٿو ته بي اختيار زبان مان نڪريو ٿو وڃيس ته:-

"مون جيڏيون ملير ۾ ٿيون چونڊن موڪ مهاه"

شاه صاحب سنڌ جي سهسين سينگارن، پلر جي پالوڻن، پٽن جي پاهن، ڪٿوري خوشبوءِ، مدائتن مينهن جو ته شائق ٿو ڏسجي، سنڌ ۾ سڪار لاءِ خاص دعائون ٿو گهري- ڏڪارين ۽ موزين جي ڏيهه مان ڀاڙ ڀٽن جي پٽيان آهي. جڏهين جڳ ۾ مانڊاڻن جو واءُ اتر ڀار ڏي ڪڪر ڪارونيار ۽ منداڻن مينهن جي وسڻ جا ويس ڏسي ٿو ته هڪ انقلابي وانگر خوش ٿئي ٿو. ڪيس خبر آهي ته مهانگو ميڙڻ ۽ پنجن مان پنڌرهن ڪرڻ وارا (چور بازاري) جلدي ختم ٿين وارا آهن ۽ سکهوڻي هاري هر جو مٺيو هٿ ۾ کڻي ملڪ جي سياسي جمود واري زمين کي کيڙي ان ۾ آزاديءَ جو ٻج پوکڻ وارا آهن، جلد ٿي سڪبجي ساوڪ ٿيندي ڏولائي

جا ڏينهڙا ويندا سنگهار سکيا ۽ ستابا ٿيندا.

شاهه صاحب جي باريڪ بين نظر سنڌين جا عيب ۽ سندس اڳيان پڌرا ڪري ڇڏيا هئا ۽ ڪيس انهن ۾ هيٺيون خاميون ڏسڻ ۾ آيون.

## (۱) احساس ڪمتري:

هن ملڪ ۾ هيءَ عام چوڻي آهي ته ”ولايت جي ڪنهن سنڌ ۾ مينا“ سا حقيقت شاهه صاحب هو بهو اکين اڳيان ڏٺي. ان وقت سنڌ اندر هر صديءَ ۾ ڌرتيءَ جي ڏيهه، سنڌو نديءَ جي ڦيرن گهيرن، ٻوڏن ۽ سوڪن جي واقعات، آبپاشيءَ جي ذريعن جي پوري انتظام نه هئڻ، بارش جي گهٽ هئڻ، اندروني ۽ بيروني ڌاڙيلن جي حملن (پوءِ اهي حاڪمن طرفان هئا يا ڌاڙڪن طرفان) حالتون غير تسلي بخش بنائي ڇڏيون هيون.

شهري زندگي تمام ٿوري هئي. ماڻهن جو گهڻو تعداد مال تي گذران ڪرڻ ڪري خانه بدوش زندگي گذاريندو هو. آبادي به سدائين ساڳي زمين تي نه هئڻ ڪري آبادگار پيا پٽ بدلائيندا هئا. ان ڪري علم ۽ ٻي ترقيءَ لاءِ سندن واسطي حالتون سازگار نه هيون. ان جي مقابلي ۾ دهلي، گجرات ۽ پنجاب طرف حالتون مختلف هيون. بارش گهڻي آبادي جام، خانه بدوش زندگي گهٽ هئڻ ڪري امن امان وڌيڪ شهري زندگيءَ جي زياده هئڻ ڪري اتي جا رهاڪو علم ۽ آسودگيءَ ۾ سنڌين کان وڌيڪ هئا. نتيجو اهو نڪتو ته هر ٻاهران آيل ماڻهو سنڌ ۾ اچڻ بعد معتبر شمار ٿيڻ ۾ ٿي آيو. پنجاب جا پير، افغانستان جا حملو ڪندڙ، دهليءَ جا نواب تن جو ملڪ ۾ ڏاڪو ويهي ويو هو. اڪبر جي قومي سياست، اورنگزيب جي مذهبي پاليسي، مهدوي طريقت، دهليءَ جي نوابن جو طرز معاشرت، مغلن جي فارسي سنڌ کي

ويڙهي ويل هئي ”نئدو صوبو ۽ سندس نندا دماغ (١)“ ۽ ”گڏهن ۽ اٺن جي هلائڻ واري قوم (٢)“ جا طعنا سنڌين کي صرف هن وقت ڪونہ ٿا ڏيڻ ۾ اچن پر ان وقت بہ وڏيرن ۽ ملن جو ڪثير طبقو پاڻ وساري ويهي رهيو هو. سنڌي قوم جي تهذيب زبان آزاديءَ ۽ فرقي جو ڳالهيون وسري ويون هين.

شاه صاحب نهايت درد دل سان اهي حالتون محسوس ڪيون ٿيون ڏسجن ۽ انهن کي مدنظر رکي سنڌين کي خطاب ڪيو اٿس تہ:-

”ايءَ نہ مارن ريت جئن سيڻ مٽائين سون تي.“

وري بي هنڌ جوي ٿو تہ:-

”پکين جي پريت، مارڙين سين نہ مٽيان.“

## (٢) ابن الوقتي:

سنڌين ۾ بي وڏي خامي جا شاه صاحب ڏٺي هئي سا هئي سندس وڏيره ڪلاس جي ”ابن الوقتي“ هتي مثال مشهور ٿي ويو آهي تہ:-

”جيڪو واءُ لڳي ان کي سامهون ٿئجي.“

هتي جا وڏا ماڻهو ڏڏڙ جي پکين وانگر هميشه پاڻي يعني سک سان هڏل هئا جيڪو پاسو زور ڏسندا هئا وڃي ان جو طرف وٺندا هئا. اصولن ۽ مقصدن خاطر جئڻ ۽ مرڻ جي ستي ئي ڪانہ پيل هين.

جيئن اڄ ڪلهہ جي حالت اها آهي تہ جڏهين انگريزن جي حڪومت هئي تہ سنڌي وڏيرن انهن جي غلاميءَ جا القاب ۽ عزتن حاصل ڪرڻ ۾ فخر ٿي سمجهيو، هاڻ جڏهين هوا بدلي

(١) ١٩٣٨ع ۾ سردار پٽيل چيو لياقت علي خان ١٩٣٨ع
(٢) ۾ چيو.

آهي ۽ گورن جي جاءِ ڪارن والاري آهي ته اسان جا اهي ماڻهو وري هنن بدليل حاڪمن جي ڪنجڪ جهلڻ ۾ مشغول آهن. اهڙي ساڳي حالت شاه صاحب به ڏٺي ۽ ڏاڍو درد ٿيو ٿو ڏسجيس. اهڙي حالت ۾ چوي ٿو ته:-

هي منهن ڏيئي ٻن، تون وهه ڪائي نه مرين؟
تان جي ملير ڇائيون، تسوسين سڳ نه ڪن،
تون ڪيئن منجهان تن، پاڻ ڪوٺائين مارئي!

ان وقت قحط الرجل ڏسي ڪيس سنڌين جي قديم بهادري ۽ غيرت جا ڪم ياد اچن ٿا، سومرن جو سرندي مري وڃڻ پر غير سنڌي اقتدار اڳيان ڪنڌ نه نمائڻ، دريا خان جو پٽن سوڌو فنا ٿي وڃڻ، ليڪن خوشيءَ سان ڌارين جي غلاميءَ قبول نه ڪرڻ ڪيس هن مرثيه چوائڻ لاءِ مجبور ڪن ٿا:-

اڄ نه اوطاقن ۾، تازا پٽڙ ڪک،
آ ديسي اٺي ويا، پٺي اڏامي رک،
سامي ڪٺي سنک، وڄائي واٽ ٿيا.

اهو ستين طبقي جي ماڻهن جو حال هو، ليڪن جڏهين هن ڳوٺن جو سير ڪيو، عام غريب ماڻهن سان مليو، مارئيءَ جي حب الوطني، سسئيءَ جي وفاداري، سهڻيءَ جي سرويچيءَ جا قصا ٻڌائين ٿي ته وري دل ني لوڙهيائين ۽ چئي ٿي ڏنائين ته:-

"اڃا سي آهن، جي سزا وار سنگتين جا
وينا وڃائين، جي سناسي سٿين"

## (۳) خانه جنگي:

سنڌين ۾ شاه صاحب ٻين وڏي خامي "نفاق" جي ڏٺي. بدويانه زندگيءَ جو اهو هڪ مکيه جزو ٿيندو آهي ته قبيلي قبيلن

۾، مائٽ مائٽن ۾ حسد ۽ اڻ سهائي ڪري وڙهيا وڃنا هوندا آهن. خود مطلبي سندن زندگيءَ ۾ گهر ڪري ويهي وڃڻ ڪري منجهائن سڀڪو سياري جي سوڙ پيو پاڻ ڏي سوربندو آهي. جيتوڻيڪ بهادريءَ ۽ قربانيءَ جو مادو گهڻو هوندو اٿن پر ”شيرشاه جو شڪرو گهر جا ڪڪڙ ماري“ وانگر سڀ ئـي اوزار پاڻ تي پيا آزمائيندا آهن، پنهنجي تي آيا رهندا. ڌارين تي همت ئي ڪانه ٿيندي اٿن ۽ انهن جي غلامي ڪرڻ تي فخر پيا سمجهندا آهن. انهيءَ ڳالهه سندن قومي شيرازو ٽـڪرا ٽڪرا ڪري ڇڏيو هو. نه قوم ۾ اتحاد ۽ اتفاق رهيو هو ۽ نه وري متحد نصب‌العين ئي رهيو هون. قومن جي هستي مقصدن جي قائم رکـڻ سان رهي سگهي ٿي. هڪ شاعر چيو آهي ته:

زنـدگاني را بقا از مدعاست
کار دانـش داد از مدعاست
ما ز تخليق مـقاصد زنده ايم
از شعاع آرزو تـابنده ايـــم

اهڙين نفاق وارين حالتن کي ڏسي شاه صاحب سنڌين کي هينئن طرح مخاطب ٿئي ٿو:-

وڳر ڪيو وتن، پرت نه ڇنن پاڻ ۾،
پسو پـکيڙن، ماڻهئان سيـک گهڻو.

ٻئي هنڌ فرمائي ٿو:-

”ڌڻ ڌارڻ ڌار رهڻ، اي نه سنگهارن ست“

وري جڏهين قديم اوج ۽ نفاق ياد پونس ٿا ته بي اختيار چيو وڃي ته:-

ڪنا منجهه قراڙ هنا هيڪاندا سنگ ۾،
ڳاهي ڳاهه فراق جي، ڪيا ڦارون ڌار،
نجاڻـــا ڪيـــهاڙ ميلو ٿيندو سڄڻين.

## (۴) آرام طلبي:

چوٿين خامي جا شاه صاحب سنڌين ۾ ڏٺي، سا هئي سستي ڪاهلي ۽ آرام طلبي، جي هر ڪنهن مشڪلات کي منهن ڏيڻ کان پئي گسايو. ”سک جا سانگي“ ٿيڻ جي عادت منجهن ويهي ويئي هئي. گذر به سکيو ملي، گهٽي تڪليف نہ هجيس، ترقي به بنا مشقت جي حاصل ٿئي. آزادي به آسمان مان ڪِرڪي اچي، دوست به گهر ويٺي ملي، باقي پاڻ ڪوشش ڪونہ ڪندا. هن جڏهين چوطرف نظر ڊوڙائي تہ دنيا جون ٻيون قومون ۽ ملڪ ترقي ڪندا وڃن ٿا. هتي اُجا سستي لڳي پيئي هئي، نڪو ٿا پاڻ سڃاڻن، نڪو ٿا نصب‌العين مقرر ڪن، نڪو جفاڪشي ڪرڻ تي پاڻ کي هيرين. ماڻهن جون اهي حالتون ڏسي ڏاڍو ڏک ٿي ٿئيس ۽ چئي ٿي ڏنائين تہ:-

جڏهين سٿيون جي، پٽر پير ڊگها ڪري،
تڏهين تنهين ڪي، ماٽ ستي ٿي چڏيو.

ٻئي هنڌ چوي ٿو تہ:-

غافل غفلت چوڙ، تون ڪيئن اٿاسي اوجهرين؛
چپاتا چڙهي ويا، وڃي پهتا تور؛
نبڻ ننڊ اکوڙ، جم ورن ۾ واڪا ڪرين.

وري چوي ٿو تہ:-

وهين ۽ ويلا ڪرين، اي نہ اڪنڊ آهہ؛
سي لاڳاپا سپ لاهہ، اوربان اپارين جي.

هن جيڪڏهين متي ذڪر ڪيل عيب ۽ خاميون سنڌين ۾ ڏٺيون، تہ منجهن ڪي خوبيون بہ محسوس ڪيائين جنهن ڪري خوش ٿي ٿيو ۽ اميدون ۽ آسرا پيدا ٿي ٿيس.

سنڌين جون خاص خوبيون جي ڪيس ڏسڻ ۾ آيون سي هيٺيون هيون.

## (۱) حب‌الوطني:

شاه صاحب سنڌين ۾ جي خوبيون ڏٺيون، تن مان پهرين سندن ديس سان پيار ۽ محبت هو. هن عام ڀٽن ۽ مڱڻهارن کان وطن لاءِ بهادريءَ سان ڪٽجي مرڻ وارو قصو ۽ ڪهاڻي دودي سومري جو ماڻهن کي چاهه سان ٻڌندو ڏٺو هو، شادين ۽ خوشيءَ جي موقعن تي مارئيءَ جي وطن ۽ مارن جي اسير جا گيت گهرن ۾ زالن ۽ ٻائيندڙن کان دلچسپي سان ٻائيندي ٻڌا. عام سنڌين جي ڳوٺن ۽ ڀٽن جي محبت جا داستان ٻڌائين ۽ ڏٺائين. هن ڏٺو ته سنڌ جا ماڻهو اڪثري وطن ڇڏي ٻين ملڪن ۾ وڃي گهڻي وقت تائين رهڻ لاءِ خوشي سان تيار نه هئا. جيڪڏهين ڪي مسافرين ۾ ويندا هئا ته سرهه وانگر اکيون هميشه جبل (سنڌ) ڏي کنيو پيا نهاريندا هئا ۽ سندن آس اميد هميشه اها پئي رهي ته ڪڏهين ٿو مولا واڳ وطن تي وارين. انهن ڳالهين مٿس ڏاڍو اثر ڪيو ٿو ڏسجي. مارئي جي سر ۾ شاه صاحب جهڙي نموني وطن جي اسير ۽ پيار کي ظاهر ڪيو آهي، سو چڻ ته سنڌي دهقاني زندگي جي حقيقي اکين ڏٺي تصوير چٽي اٿس. هن تي ڌارين جي تهذيب، تمدن، پيسي، علم ۽ ترقي وغيره جو ڪوبه اثر نه ٿو ٿئي. هو ٻين جا بنگلا ڏسي پنهن جون جهوپڙيون سنائڻ عيب سمجهندا هئا، هن وٽ ڌارين جي دنياوي لباس (ٺاٺ) محلاتن (تمدن) کاڌن خوراڪن (شاهوڪاري) قلعن ۽ ڪوٽن (لشڪر ۽ سپاه) ۽ هارن سنگارن (طرح طرح جي سياسي ۽ مذهبي نظرين) کان پنهن جي ملڪ جي ماڻهن جي سادگي، خانه بدوشي، مسڪيني، بي سرو ساماني، بي علمي، اڻوجهائي هزار دفعه وڌيڪ پسند هئي. هو ور ور ڪريو عمر (حڪمران قوم) کي چئي ٿو ته:-

پٽ نہ پھريـان سومرا، جا نکيتان جيان،
آءُ ڪيئن لوئي لاهيان، ڪارڻ پن ڏينهان،
جانسين تي جيان، ڪانڌ نہ ڪنديس ڪوپيو.

## (٢) قومي محبت:

ٻي خوبي جا شاه صاحب سنڌين ۾ ڏٺي، سا هئي ديس ۽ مارن جي پياس، هنن تي مسئلہ وحدت‌الوجود جو اثر قديم وقت کان مختلف درويشن ذريعي پئي پيو آهي. تنهن ڪري هنن تي اورنگزيبي سياست ۽ مسلمانن جي جداگانہ قوميت جي نظريي جو گهڻو اثر نہ پيو. سندن انهيءَ حقيقت کي مارئيءَ جي واتان هيئين طرح بيان ڪري ٿو:-

"الست بربڪم" جڏهين ڪـن پيوم
"قالو بلٰي" قلب سين، تڏهين تت چيوم
تنهين وير ڪيوم، وچن ويڙهيچن سين"

## (٣) سرويچي:

ٽين خوبي جا شاه صاحب کي عام سنڌين ۾ خاص طرح سان ڏسڻ ۾ آئي، سا سندن همت، قرباني ۽ سرويچيءَ جي مادي جي هئي، اگرچ سندن وڏيرو ڪلاس خود مطلبي، بزدلي جي خرابين ۾ غرق ٿيو پيو هو، ليڪن غريب طبقو هر قسم جي مشڪلاتن، مصيبتن ۽ تڪليفن کي منهن مقابل ٿيڻ جو عادي ٿي چڪو هو، جنهن ڪري سنجهن برداشت ۽ قربانيءَ جو عظيم‌الشان مادو موجود هو. راءِ ڏياچ جو سخا ۾ سر ڏيڻ، سسئيءَ جا پنهونءَ خاطر جهنگ ۽ جبل جهاڳڻ، مومل جون راڻي لاءِ راتيون وهائي ڏينهن ڪرڻ ليلان جو چنيسر لاءِ ليلائڻ، سهڻيءَ جو ميهار لاءِ ڪاريءَ رات ڪنن ۾ گهڙڻ، وڻجاري جي ونيءَ جو ور لاءِ جر تڙ ڏيا ٻارڻ ۽ وڻ ٽڻ وائنٽيون ٻڌڻ، سنڌين جي صداقت ۽ قربانيءَ جا مثال سندس اکين اڳيان هئا. تنهن ڪري ساري رسالي ۾ اڪثر اهڙي

قسم جي واقعن کي پسند ڪري انهن جو ذڪر ڪيو اٿس. هن کي سر مگهه، سر گهاڻو، سر ڏيهي جي ڳالهه راءِ ڏياچ جي آکاڻيءَ ۾ خاص اثر ڪيو ٿو ڏسجي. اهڙيءَ طرح سسئي جو گهر ٻار پنهنجي ور (مقصد) لاءِ قربان ڪري جبل جهاڳڻ کين پسند آيو آهي، چوي ٿو ته:-

وريتيون ورو، آءٌ نه ورندي ور ريءَ،
جاڏي هن جبل جو، تانگهيندس ترو،
جتن ساڻ ذرو، نينهن نبيڻ نه ٿئي.

مومل جي قصي ۾ راڻي بنا ڪاڪ ڪڙهي، وڻ ٽڻ جلي ويڻ ٿا. مومل جي جان پيئي جهري، جيستائين راڻو نقو مليس. سهڻيءَ جي سر ۾ چوي ٿو ته:

”تڙ تڪڻ، تارگهڙڻ، اي ڪاٿارن ڪم“

۽ ٻئي هنڌ چوي ٿو ته:

جنهن کي ساڻ پريان جا سور،
تنهن کي ندي ناهه نگاهه ۾.

وري چوي ٿو ته:-

ائين هوند مئي، پر ٻڏيءَ جا پيٽا ٿيا.

### (۴) رواداري:

چوٿين خاصيت ۽ خوبي جا شاه صاحب سنڌين ۾ ڏٺي سا هئي مذهبي ڪٽرپڻي ۽ تعصب جي گهٽ هئڻ جي.

هو ڀاڻ کي بهترين سنڌيءَ جو نمونو تصور ڪري انهن جي فلاسفي هيئين طرح ادا ٿو ڪري:-

”پريان سندي پار جي مڙيئي مٺائي“

ان ڪري هن جيڏانهن نظر ٿي ڪئي تيڏانهن سڄڻ سامهون پئي آيس. هو چوي ٿو ته ڪر پلي جين، ۽ سندس پرين جي ملڻ جون اميدون ڏسي ساڙ ۾ سڙن، هن ڪي ڪر جي ڪارڻ جو ذرو به خطرو نه هو، ڇاڪاڻ ته ڪيس خبر هئي ته ڪر اهي ڪاري سگهندو جن جو بريتئو ماڻو هوندو. هن ڏٺو ته سنڌي دوستي ۽ محبت جي بنياد تي هر ڪنهن سان سٺو برتاءُ ڪرڻ لاءِ تيار هئا. مذهب جو مطلب هنن وٽ پريت ۽ محبت هو ۽ نه ڪلفت ۽ نفاق.

هن ڏٺو ته جيتوڻيڪ ڪيترا ڏسڻ وائسٽا مذهب جي نالي ۾ ظاهر داري ڪيو منهن آهير نيائي اجرو رکيو اچن، پر دل ۾ هڇارا آهن ۽ وصال ڪي ويجها نه آهن. تنهن ڪري هن هيئين اصول کي پسند ٿي ڪيو.

”جيڏانهن ڪريان پرک، تيڏانهن سڄڻ سامهون.“

مٿي ذڪر ڪيل ڳالهين مان اوهان پروڙي سگهيا هوندا ته شاه صاحب سنڌ ملڪ جي ماڻهن جي عادتن ۽ حالتن جو غور سان مطالع ڪرڻ بعد قوم جي ڪمزورين ۽ خامين کان هڪ طرف واقف ٿيو ته انهن جون خاصيتون ٻئي طرف ڏنائين، جنهن تي ويچار ڪري هن سنڌين لاءِ ڪي سنيها ۽ تجويزون سوچيون. جن تي تفصيلوار بيان ٻئي هنڌ ڪيو ويندو. جي خاصيتون هڪ قومي شاعر جون ٿيڻ ڀيون آهن سي سڀ شاه صاحب ۾ موجود هيون ۽ هو نقطہ نگاھ کان سنڌ ملڪ ۽ قوم لاءِ نياپي ۽ پيغام ڏيڻ جو حقدار آهي.

---

# فصل چوٿون

## شاه صاحب جي تخيل واري سنڌ

اسان شاه صاحب جي سنڌ جي قومي شاعر هجڻ تي بحث ڪري آيا آهيون. هتي ان ڳالھ، تي بحث ڪنداسون ته شاه صاحب جي تخيل واري سنڌ جون حدون ڪهڙيون هيون. آيا اهي موجوده صوبہ سنڌ واريون حدون هيون يا ان کان وڌيڪ وسيع هيون ۽ اهي ڪهڙيون هيون.

بهتر ائين ٿيندو ته اسان سندس ڪلام مان سندس تخيل واري سنڌ (جنهن جي آزاد، آسودي ۽ ترقي يافتہ هجڻ جا هن خواب پئي ڏٺا) جون حدون ظاهر ڪري ڏيکاريون.

سنڌو درياءَ جي ترائيءَ وارو ملڪ گهڻي وقت کان سنڌ جي نالي سان پيو سڏبو هو. ان ڪري اڪثر مؤرخن سنڌ ۽ هند کي جدا ڪري ليکيو آهي. اٽڪل ڏيڍ هزار سالن کان وٺي سنڌ ملڪن ٻن حصن ۾ وراهجي ويو. اتر پاسو جنهن ۾ گڏيل پنجاب ۽ سرحدي ضلعن هزارا ۽ ديره اسماعيل خان جا حصا به اچي وڃن ٿا سو پنجاب جي نالي سان سڏجڻ لڳو ۽ ملتان کان وٺي جهونا ڳڙھ جيسلمير ۽ مڪران جي وچ وارو پاسو سنڌ جي نالي سان سڏيو ويو. جڏهين عرب آيا ته انهن به اهو سارو ملڪ سنڌ جي حڪومت ۾ ڏنو ان کانپوءِ گهڻي وقت تائين انهيءَ ملڪ جا اگرچ جدا جدا حڪمران پئي ٿيا ۽ ڪڏهين به يڪي حڪومت ان تي

قائم نہ رهي تہ بہ انهي ساري ملڪ جي ماڻهن جو پاڻ ۾ ميلاپ رهندو ٿي آيو. هندوستان جي ذڪر ۾ اجان بہ ملتاني ۽ سنڌيءَ ۾ تفاوت ڪونہ ليکيو ويندو آهي.

موجوده سنڌ جا ڪيترا هندو ۽ مسلمان ملتان، بهاولپور، مظفرڳڙه ۽ ديري غازي خان جي طرف کان لڏي هيٺ آيا نا ڏسجن. سنڌ جي رهاڪن مان چانگ، لغاري، پرڳڙي، مري، ٽالپر، زرداري جلباڻي، لشاري، برهماڻي، نظاماڻي وغيره قبيلن جا ماڻهو ديري غازي خان جي طرف کان لڏي آيا، جو سندن گهرو ٻولي اڄان تائين سرائڪي يعني اتر سنڌ يا سري جي ٻولي آهي. اهڙيءَ طرح سولنگي، نول، ميراسي بہ بهاولپور جي طرف کان آيل ٿا ڏسجن. چوڻ ۾ اچي ٿو تہ هندن جي لهاڻہ قبيلي جا وڏا بہ ملتان طرف کان هيٺ آيا هئا.

شاه صاحب ملتان تائين ويل ٿو ڏسجي، هڪ دفعي شاه عبدالڪريم جي قبي لاءِ پيڙي رستي اتان ڪاشي بہ آندي هئائين. سنڌس تعلق وارن ماڻهن مان ڪيترا سرائڪي ڳائيندڙ هئا. سهڻي ميهار جو قصو جو اصل موجوده پنجاب جي طرف جو ڏسڻ ۾ اچي ٿو تنهن تي خاص طرح سان ڪلام چوڻ ۽ هير رانجهي جي بيتن کي جي پين شاعرن جا هئا پنهن جي مجلس ۾ ڳائڻ جي اجازت ڏيڻ (جنهن ڪري رسالن جي قلمي نسخن ۾ انهي سر جو داخل ٿي وڃڻ) ۽ بيراڳ هنديءَ جا ڪي بيت سکن جي گرن ۽ هندو پڳتن جا هئڻ ان ڳالهہ جي ثابتي آهي تہ شاه صاحب سنڌ ملڪ جي ان ڀاڱي کي وساريو ڪونہ آهي.

ٻوليءَ جي لحاظ سان ڏسجي ٿو تہ سنڌ آڳاٽي وقت کان ٽن مکيہ ڀاڱن ۾ ورهايل هئي. هڪ سرو جنهن ۾ سرائڪي طرز جي سنڌي ڳالهائڻ ۾ ايندي هئي جو حصہ ملتان، بهاولپور ۽ مظفرڳڙه ۽ ديري غازي خان کان سکر ضلع جي حدن تائين هو. ٻيو سنڌ جو مرڪزي حصہ جنهن مان سنڌي ڳالهائڻ ۾ ايندي هئي سو سکر کان موجوده ڪڇ رياست جي حصہ تائين هو. ٽيون

حصو قلات، لس ٻيلو، مڪران، سڀ ڪان هيٺ بلوچستان جو حصو هو جنهن ۾ بلوچيءَ سان گڏ سنڌي ٻ ڳالهائي ويندي هئي. چوٿون حصو ڪڇ، ڪاٺياواڙ ۽ جيسلمير جي ڀاڱن جو هو جن ۾ سنڌيءَ سان گڏ ڪڇي، ڪاٺياواڙي ۽ مارواڙي زبانون ڳالهائيون هيون. ليڪن انهن سڀني ملڪن جي حصن جا رهاڪو هڪ ٻئي ۾ اهڙا ڳنڍيا پيا هئا جو سندن تواريخي واقعات قصا، ڪهاڻيون، رسمون رواج، مئيون مانيون، لڳ لاڳاپا هڪ ٻي سان گهرا ۽ گهاٽا هئا. شاه صاحب جي ڪلام ۾ ٻي ٻولي خواه جاگرافي جي لحاظ سان هن وسيع ملڪ جي انهن مڙني ڀاڱن جي عشقيه افسانن ۽ اتي جي رهڻي ڪهڻي جو پورو پورو نقشو نظر اچي ٿو مثلا مڪران جو سسئي پنهون جي آکاڻي وارو قصو خاص طرح سسئي جي ڪيترن سرن ۾ بيان ڪيو اٿس. چوي ٿو ته:-

ڪيچان آيو قافلو، پليرو پانيان؛
پٽي جا پيرن جي، لڱن ڪي لاهيان؛
چنبيلي چايان، جي مون نيو پاڻ سان.

ٻي هنڌ چوي ٿو ته:-

ڪاڏي منهن مڪران جو، ڪاڏي پريان پار؛
ليڙن جو لطيف چئي، سونهون ٿيو سردار؛
جو ملڪ جو مهندار، سو مولا مون ڪي ميڙئين.

اهڙي طرح لس ٻيلي جي نواب سپڙ جي سخاوت جي ساراه ڪندي چيو ته:-

ذات نه آهي ذات تي، جو وهي سو لهي؛
آريون ابوجهن جيون، سپڙ ڄام سهي؛
جوراءَ وٽ رات رهي، تنهنکي جڪي جا نڪتيان نه ٿئي.

ٻي هنڌ چوي ٿو ته:-

ميرا پسي ســڱڻا، سپڙ سڌ ڪيا
سڀوجهن سڻا، اڀــوجــهن آســرو.

ڪڇ سان ٻه شاه صاحب جي دل ۾ سڀنڌ آهــي سندس راجائن بابت ذڪر ڪندي چوي ٿو ته:-

لاڪا لــک سڄڻ، ڦــلاڻيءَ ڦير ٻيو؛
جنهن پوراڻا راڄيا، ڪوتن ڏٺي ڪنبن؛
جنهنجو جاڙيجن، ستي سنچو نـه لهي.

وري ٻي هنڌ چوي ٿو ته:-

پڄڻان پلي پير، وڏو راءَ رڪــاب ۾؛
ڪڇ رهندو ڪير، لاڪو لــوڙائن سين.

جاڙيجا قبيلي جي ڪڇ تي گهڻي وقت کــان حڪومت هلي آئي آهي. هن وقت جا راجا ٻه انهيءَ نسل مان آهن. انهن مان لاڪو ڦلاڻي خاص طور تي مشهور سردار ٿــي گــذريو آهي. لکي لاڪي ڦلاڻي جي مشهور گهوڙي هئي جنهن لاءِ ڀٽائي صاحب چوي ٿو ته:-

لکي ۽ لاڪو، ٻئي مٺا ٻاجهه ٿـــي؛
قادر لاٿو ڪڇ تان، اديــون اولاڪو؛
وانــڍن ۾ واڪو، ريباڙي رهــي ويا.

شاه صاحب جو ڪلام اڄا تائين ڪڇ جي گهڻي ڀاڱي ۾ ڳايو ويندو آهي. ڪاٺياواڙ رياستن مان جهونا ڳڙه ڪي خاص طرح شاه صاحب سورٺ جي سر ۾ ياد فرمايو آهي. ٻيجل ۽ راءِ جي قصي تي هيٺين طرح چوي ٿو ته:-

جاجڪ جهونا ڳڙه ۾، ڪو عطائي آيو؛
تنهن ڪامل ڪڍي ڪينرو، ويهي وڄايو؛
شهر سڄو ئـي سر سان، تندن تپايو؛
دايون در مانديون ٿيون، پاڻ پاڙايو؛
چارڻ ٿي چايو، تـه ماري آهي مڱڻو.

بي هنڌ چوي ٿو تہ:-

محلين آئيو مڱڻو، ساز ڪٿي سرندو؛
سر جي سدا سر ۾، ڪهور هٿي ڪهرندو؛
مٿي ري ملوڪ جي، چارڻ نہ چرندو؛
جهونا ڳڙه جهرندو، پوندي جهانءِ جهروڪ ۾.

مومل ۽ راڻي جو قصو جيسلمير جي طرف جو آهي. جيسلمير جي شهر کان پري هڪ ڳوٺ لڏورو نالي (جنهن جو نالو بگڙجي لڏاڻو ٿي پيو) هو اهو هاڻ ويران ٿي پيو آهي. ان جي هيٺان ڪاڪ نالي ندي وهندي هئي جنهن جي ڪنڌيءَ تي مومل ماڙي ٺهرائي هئي. ڏٺ، لڏاڻو، ڪاڪ انهيءَ طرف جا نالا آهن جن جا نالا پنائي گهوٽ پنهن جي ڪلام ۾ آندا آهن. هو چوي ٿو تہ:-

"ڏيوٺيا لوڏي ٿيا، وطن منجهہ وصال."

......

"ڏاتي گهٽا اچن، من سوڍي ونگسيو."

......

وري چوي ٿو:-

سوڍي سستي لوءِ، ڪاجامون سان ڳالهہ ڪئي
سا جا پڌر پوءِ، تہ سرتيون ڪانہ سمهي.

گجر ڪي گجمين جون، تارن ۾ تپرون،
هئي حاڪمن ڪي، زور پسريون زبرون،
ڪاٽ ڪنديءَ قبرون، پسو پر ڏيهن جون.

......

”ڏٺ ۾ وڃج ڏول، ڪاڻياري ڪاٽ ڪري.“

اهڙيءَ طرح شاه صاحب هاڙهي جبل، ٻپ جبل، هنگلاج ونڊر، جاتو، حب، قلات، پر بندر، جيسلمير ۽ بڪانير جا نالا خاص طرح پنهن جي ڪلام ۾ آندا آهن، جنهن مان سندس تخيل واري سنڌ جي حدن جو پتو پئجي سگهي ٿو. انهيءَ وسيع سنڌ لاءِ ئي دعا گهري چوي ٿو ته:-

”سائينم سدائين ڪرين، مٿي سنڌ سڪار.“

شاه صاحب جو ڪلام وطن جي حب سان پريو پيو آهي. اهو وطن جنهن لاءِ دعا ٿو گهري سو سنڌ آهي. انهي ئي سنڌ جا قصا ڪهاڻيون پڏي ڪلام چيو اٿس. سواءِ ڪربلا جي واقع جي، جو بين الاقوامي شهرت حاصل ڪري چڪو هو ۽ سيني صوفي درويشن جو مرڪزي نقطي ٿي ڪم اچي ٿو. باقي ڪوبه ٻاهريون قصو شاه صاحب نه وا ڪاڻيو آهي. پنهن جي ديس تي خاص توجهه جو پتو سندس هيٺين بيتن مان پئجي سگهندو:-

”ديسي سيڻ ڪجن، پر ڏيهي ڪهڙا پرين“

”ڏاريان ئي ڏاريان، سٽ مٺي جا نه ٿيا“

هن سنڌ ديس جا رهاڪو ملڪي حالتن جي ڦير گهير سبب پڻ بدليا سدليا آهن. ڪڇ ۽ جهونا ڳڙهه جي سمن جا وڏا اصل سنڌ جا وينل هئا جي زماني جي هير ڦير سبب اوڏاهين لڏي ويل هئا ۽ هاڻ وري ڪيترا منجهان موٽي آيا آهن. اهڙيءَ طرح سان هاڻ ڪڇ جي ڪنڊلا بندر طرف لڏي ويل هندن جا ڪيترا وڏا

۾ ڪچ کان هتي لڏي آيل هئا. سنڌ ديس کي شاه صاحب وطن، ملير ۽ لوءِ جي نالي سان ياد ڪيو آهي ۽ انهيءَ جي عوام کي ويڙهيچا، مارو، سنگهار، سيڻ، سٽ وغيره جي اکر سان سڏيو آهي.

سنڌس حب الوطني جا اها حالت آهي جو ديس جي پکن ۽ پيهن، ٽرن ۽ برن، ڏت ۽ پسين، پاروڙين ۽ لوين کي ڦارين جي ماڙين ۽ محلاتن، سبز زارن ۽ باغيچن ست رڇين ۽ عمده طعامن، زري ۽ پٽ پٽيهرن کان هزار دفعا بهتر سمجهيو اٿس. اتي جي رهاڪن کي پست پيل، مزور ۽ غلام ڏسي دل نتو لوڙهي کين سندن بدويانہ تهذيب کي حقارت جي عيوض، فخر جي نظر سان ڏسڻ سيکاري ٿو ۽ چوي ٿو تہ اها حالت سدائين ڪانہ رهندي ڪو ڏينهن ضرور ايندو جڏهين آزادي ۽ فرخنده حالي نصيب ٿيندو پر جيستائين غلام ۽ پٽ تي پيل آهيو پنهن جي روايات کي نہ وساريو جو اوهان جي ڪر (نسل) جي اها خاصيت آهي تہ هو ڪهڙي بہ تڪليفن جي حالتن ۾ پاڻ نہ وساريندا آهن. فرمائي ٿو تہ:-

ڪو ڏينهن آهين ڪوٽ ۾، لوئي هڏ ۾ لاهہ؛
ڪامڻ اوهان جي ڪرجي، اها آڏ وڏائي آهہ؛
ستي سيل تباهہ، ملير ويندئہ مارئي.

شاه صاحب ديس ۾ انقلاب جي مينهن وسڻ، غلاميءَ جي زنجيرن ٽٽڻ ترقي ۽ فرخنده حالي جا گل ڦل ٿيڻ جا خواب ڏٺا آهن. بعد ۾ سونهن جو وچڻ، ميرا اوڍڻ، تيل نہ مکڻ، ڪارا ڪراين ۾ پائڻ، سوڙهن ۾ نہ سمهڻ جو ڪيل ذڪر خاص طور غور ۽ فڪر جو لائق آهي.

غلاميءَ جي عيد لاءِ حڪمران کي مخاطب ٿي چوي ٿو تہ:—

جا عمر تو مل عيد، سا اسان سوءِ ورتي سومرا،
ويٺي ويچارن وسري، خوشي ۽ خريد،
سکڻ ڪيا شهيد، مارو ملڪ ملير جا.

ٻي هنڌ وري چوي ٿو:-

الله اٿين ۾ هوءِ، جئن آءُ مران بند ۾،
جسو زنجيرن ۾، راتو ڏينهان روءِ،
پهرين وڃان لوءِ، پوءِ مر پڇنم ڏينهڙا.

.........

تصوف جي نقطهٴ نگاهه سان شاه صاحب جي ڪلام کي ڏسڻ وارن مارئيءَ کي روح سان، عمر کي نفس سان، ملير کي وحدانيت جي واديءَ سان، عمرڪوٽ کي مادي دنيا جي بندن ۽ رڪاوٽن سان تشبيهه ڏني آهي ۽ ظاهر ڪيو اٿن ته انهيءَ طريقي شاه صاحب روحن جي اصليت ۽ انجام جو قصو ٻڌائي، ”ڪل شيءِ يرجع الي اصله“ جو تفسير بيان ڪيو آهي.

منهن جي نظر ۾ شاه صاحب جي ڪلام مان صرف اهڙي معنيٰ ڪيڻ سائنس سراسري بي انصافي ڪرڻ جي برابر ٿيندو. آخر هن بزرگ جو ساري زندگي عوام جا ڏک ڏاڪڙا ڏسي سانُ گذاريو سو مٿس اثر ڪرڻ کان رهي نه سگهيو هوندو. مخدوم محمد معين ٺٽوي شاه ولي الله جي مکيه شاگرد جي صحبت، شاه عنايت صوفي جو لاڳاپو، مخدوم بلاول عليه رحمة جي سلسلي وارن سان واسطو به اثر ڪرڻ کان سواءِ رهي نه سگهيا هوندا. ان ڪري شاه صاحب جي ڪلام ۾ وطن جي معنيٰ سنڌو ديش ڪيڻ بي جاءِ نه ٿيندو.

شاه صاحب ٺلهو راهب نه هو ليڪن سياست ۾ حب الوطنيءَ جي نظريي جو حامي ۽ سنڌ جو خاص تخيل رکندڙ هو جنهن جون حدون هيٺيون ٿي سگهن ٿيون.

اتر طرف- جيسلمير رياست جو ڪجهه پاڱو- بهاولپور رياست جو ڪچ حصو ديرہ غازي خان جو ضلع ۽ ملتان جي ڏکڻ وارو ملڪ ضلعي مظفر ڳڙهه مقصود هئا.

الهندي طرف- باوچستان جو سبي تائين حصو موجوده قلات لس بيلو ۽ مڪران ملڪ.

ڏکڻ طرف- ڪچ رياست، جهونا ڳڙهه ۽ ڪاٺياواڙ جا ڪي پاڱا.

اڀرندي طرف- ڪاٺياواڙ ۽ جوڌپور رياستن جا ڪي حصا.

انهيءَ وسيع سنڌ کي وطن ڪري ورتو اٿس ۽ انهي جي آزاديءَ ۽ ترقي جا گيت ڳايا اٿس.

# فصل پنجون

## شاهہ صاحب جي قوميت جو تخيل

اچو ته هن فصل ۾ بيان ڪري آيو آهيان ته شاه صاحب جي وقت ڌاري سنڌ اندر ٽي مختلف قومي نظريا رائج هئا يعني:-

١- سنڌ جي جداگانه قوميت، انهي جو حق خود مختياري ۽ ترقيءَ جو نظريو.

٢- هندوستان جي متحده قوميت، آزاديءَ ۽ ترقيءَ جو نظريو.

٣- مسلمانن جي جداگانه قوميت، نظام غلبه ۽ ترقيءَ جو نظريو.

هيٺين دليلن جي بناءَ تي چئي سگهجي ٿو ته شاه صاحب ٽيهرين نظريي کي مڃيندڙ هو.

(١) مسئلي "وحدت الوجود" ۾ اعتقاد رکڻ ڪري دنيا جي جملي مذهبن جي بنيادي وحدت جو قائل هو. هن وٽ "وحدت عمل" جي عدم موجودگي ڪري ماڻهن اندر مذهبي ورهاستون مصنوعي ۽ رسمي هيون.

هن جي نظر ۾ نه سڀيئي مسلمان حقيقي طور مسلمان هئا ۽ نه سڀيئي هندو حقيقي طور هندو هئا، انهن کي مذنظر رکي جوي ٿو ته:-

"منهن ۾ مسلمان، اندر آذر آهين."
"هندو هڏ نہ آهين، جٽيو تو نہ ڄڃاءِ."

هن انهن سمورن اختلافن کي بي معنيٰ ۽ ڏوڪو ڏيندڙ ٿي سمجهيو جنهن کي اڪين جا انڌا پروڙي نٿي سگهيا. انهيءَ ڳالهين کي هن هيٺين طرح بيان ڪيو آهي.

مني ماڻهوءَ سين مامرو، اچي پيو انڌن،
مناڙين هٿن سين، اکين ڪين پسن،
في الحقيقت فيل کي، سچا سڃاڻن،
سندي سرداري، بصيرت بينا ڪري.

هن جي نظر ۾ مذهبي جهڳڙا انڌن جي اونده ۾ هٿوراڙين ڏيڻ ۽ ڍونڊ تي ڪتن جي لڙڻ جي برابر هئا. هن هميشه ائين ٿي چيو تہ:-

اکيون اهي ڌار، جنهن سان پسين پرکي،
ٻي ڏي ڪين نهار، رانجهن ريسارو گهڻو.

مذهبي معاملات ۾ سندس ساري خيالات جو مخزن چڱي هيٺين بيتن ۾ سمايل آهي.

ايڪ قصر در لک، ڪوڙين منجهس ڳڙکيون،
جيڏانهن ڪريان پرک، تيڏانهن سڄڻ سامهون.

پرين (حق) جي پسڻ لاءِ اکين سان ڏسڻ جو ڪيڻ وٽس لازمي امر هو. مذهب سان هن وصل (ميلاپ) جو مقصد ورتو ۽ نہ فصل (جدائيءَ جو).

تان ڪا ڪاني باءِ، ونن ۾ وصال جي،
دو بيناني دور ڪري، معرفت ملهاءِ،
سپيريان جي سونهن ۾، رخنو ڪونہ رهاءِ،
اک اشهد چاءِ، تہ مسلماني ساڃهن.

۾ سندس پورو ويساھ ھو. اسلام جي اصولن مطابق ھن جملي پيغمبرن ۽ انھن جي ڪتابن کي مڃڻ ۽ ويساھ آڻڻ کي ايمان جو جزو ٿي سمجھيو. ھن مولانا روم جي چوڻ تہ:-

ما ز قرآن مغز را برداشتيم
استخوان پيش سگان انداختيم

مطابق مذھب جي ماھيت سمجھي ورتي ھئي، ڪيس سمجھ ۾ نہ ٿي آيو تہ "وطن چاوا" "ڀڪا اوڏڙا اڏي ويٺل" "اباڻا" "جنم ۾ جن سان گذاريو ويو" سي جدا قوم ڪيئن ٿي سگھندا، ھن وٽ:—

پڙاڏو سوسڏ، ور وائيءَ جو جي لھين،
ھنئا اڳھين گڏ، ڀڏڻ ۾ ڀہ ٿيا.

جو حال ھو، ھن جڏھين وطن وسڻ ۽ سنگھارن جي سکڻي ٿيڻ جي دعا ٿي گھري تہ سڀ ديسي بنا تميز مذھب جي ياد ھئس.

(۲) ھو انھيءَ ڪري مسلمانن جي جدا گانہ قوم واري نظريي کي جا مسئلہ وحدت الشھود جي بنياد تي ٻڌل ھئي قبولي نٿي سگھيو.

ھن چيو ٿي تہ:—

وحدت تان ڪثرت ٿي، ڪثرت وحدت ڪل،
حق حقيقي ھيڪڙو، ٻولي ٻي م ڀل،
ھو ھلاچو ھل، ٻيا ٻالاہ سندو سڄڻين.

ھن جي وھم ۽ خيال ۾ بہ اچي نٿي سگھيو تہ ھڪ خدا جي خلقيل ٻانهن، پاڙيسرين، ھم نسل، ھم ملڪ ماڻھن کي صرف چند رسمن ۽ عقيدن جي خيال ڪان، باوجود انھيءَ ڳالھہ جي تہ ھرڪو پنھنجي ٻر ۾ ان ذات حقيقي کي مڃي رھيو ھو. جدا قوم ڪري شمار ڪيو وڃي. انھي ڳالھہ کي مدنظر رکي ھن چيو ٿي تہ:-

ڀـريان سندي پار جي، مڙيئي مٺاڻي،
ڪانهي ڪڙائي، چکين جي چيت ڪري.

هن هڪ جڳهه چيو ته:-

"سيڪا ڀريان ڪـي ڀوڄي."

اهڙن خيالن رکڻ بعد هن کي ويري ۽ واهرو هڪ ئي ڏسڻ ۾ آيا، جن ملن ۽ پنڊتن، انسانن ۾ مـذهب جي نالي ۾ نفاق ٿي وجهڻ گهريا، تن لاءِ چيائين ٿي ته:-

حسن جـو حق جو، سو خامي پائين خام،
اچي ٿيـا اسلام، ڪـفر ڪافر پـاڻ ۾.

ڪڏهين جذبي ۾ اچي کين مخاطب ٿي چوين ٿو ته:-

ڏسڻ جـــي ڏسين، ته هم کي حق چئين،
شارڪ شڪ م نين، انڌا انهيءَ ڳالهه ۾.

هن کي معلوم هو ته مسلمان سڏائڻ سو کو آهي، ليڪن ان انساني ترقيءَ ۽ ڪمال جي درجي تي پهچڻ لاءِ خاص محنت ۽ قربانيءَ جي ضرورت هئي، خود پيغمبر ۽ ولي به خدا کان دعا گهرندا رهيا ته "شل مسلمان ٿي مرن" مسلمانن جي موجوده تنزل واري حالت ۾ جڏهين "مسلماني در ڪتاب و مسلمانان در گور" سندن لاءِ صحيح تشريح هو. هن وٽ مذهب جو مطلب ۽ معنيٰ محبت هئي جنهن کان بي خبر هئا. چوي ٿو ته:-

حـوصلو حيرت جو، آهي نه مڙي عام،
سندي محبت مام، ڪـور ڀـروڙي ڪينڪي.

ملن مذهب کي جنهن ڪڙيءَ ني آندو هو ان کي معلوم ڪري ارمان ٿي ٿيس، ڏٺائين ته انسان ذات کي خدا جي نالي ۾ ڪينن نه فرقن ۽ اختلافن جي اوڙاه ، قساماني ٽڪرا ٽڪرا

ڪيو ويو هو ۽ ساري سماج جو وجود انهيءَ غلط زهريلي تعليم ڪري مريض ٿي چڪو هو ته، ته اهڙين حالتن کي ڏسي، چئي ٿي ڏنائين ته:-

ملي منو ماڻهن، پتو ڦٽو پيٽ ۾،
سچائي الله، ٿي ڏنائين ڏوڙ ۾.

هن جي اڳيان مسلمانن جي تواريخ جا واقعات به سامهون هئا. شريعت ۽ اسلام جي نالي ۾ ملن چا چا نه ڪري ڇڏيو هو. منصور کي سنگسار ڪرائڻ، شمس تبريز جي کل لهرائڻ، بلاول کي گهاڻي ۾ پيڙائڻ، سرمد کي سوريءَ تي چاڙهائڻ، شاه عنايت کي قتل ڪرائڻ جا واقعا سندس اکيں اڳيان هئا. اهي سڀ شريعت اسلامي کي زور وٺائڻ خاطر انهن ڪان سرزد ٿيا، جن جي زندگيءَ جو سارو رڪارڊ سياه هو. اهڙن ڪارنامن اسلام جي وڏن ۽ وبجهن ۾ رنڊڪ وجهي ڇڏي هئي ۽ انهيءَ روش اسلام جهڙي دين فطرت کي ڪن اعتقادن، رسمن، طرز معاشرت جي دائري ۾ محدود ڪري ڇڏيو هو. هن جڏهين ڏٺو ٿي ته زاني، شرابي، ظالم، غريبن جي رت چوسڻ وارن، چورن، بداخلاق ۽ فرعوني حياتي گذاريندڙن کي هڪ اهڙي قوم جا فرد تسليم ڪيو وڃي ٿو جا عالم جي ماڻهن لاءِ مثال بڻجڻ واري هئي ته هر ماڻهن جي ورهاست کي قبولي نٿي سگهيو ۽ صاف چئي ڏنائين ته:-

ان پر نه ايمان، جيئن ڪلمه گو ڪوٺائين،
دغا تنهن جي دل ۾، شرڪ ۽ شيطان،
منهن ۾ مسلمان، اندر آذر آهين.

(٢) هندوستان جي متحده قوميت جو نظريو اگرچ مسئلو وحدت‌الوجود جي پيدائش هو ۽ شاه صاحب جي صوفيانه خيالن جي مطابق هو، ليڪن هن جي وسيع نظر ڏسي ورتو هو ته هندوستان

جيڏي برصغير ۾ جتي مختلف عقيدن، معاشرتي معيارن، تهذيبي درجي، جدا جدا ٻولين، رنگن، نسلن، رسمن ۽ رواجن وارا ماڻهو رهن ٿا، تن کي مصنوعي طور ڪنهن پلان ۽ پروگرام مطابق هڪ ڪرڻ جو اصول سهڻو ۽ سٺو بيشڪ هو، ليڪن عملي طرح ان جو عرصو دراز تائين حاصل ٿيڻ ناممڪنات مان هو. تنهن ڪري هن سنڌي قوميت واري نظريي بنسبت هندي متحده قوميت واري نظريه کي زياده آسان ۽ جلد عمل ۾ اچڻ وارو سمجهي اختيار ڪيو، جنهن لاءِ کيس هيٺين حقيقتن وڏيڪ آماده ڪيو.

(الف). سنڌ جا هندو بنسبت هندوستان جي ٻين صوبن جي گذشته زماني ۾ ٻڌ ڌرم جي غير متعصب اثر، گرونانڪ صاحب جي تعليم، هندو سنياسين ۽ يوگين جي سڪيا مسلم صوفين جي غير فرقيوارانه ۽ غير متعصبانه وحدانيت جي طرز عمل ڪري تعصب ۽ ڪٽرپڻي کان خالي ۽ مسلمانن کي رهڻي ۽ ڪرڻي ۾ گهڻو نزديڪ هئا.

(ب) سنڌ جا مسلمان، صوفين جي محبتي پيغام، تنگ دل ۽ ڪٽر هندن سان واسطو نه پوڻ، ڪثرت تعداد ۽ گهڻي وقت تائين حڪمران رهڻ ڪري روادار ۽ غير متعصب هئا.

(ث) ملڪ ننڍو، ٻولي يڪي، عمده روايات، رزق جي گهڻائي، ماڻهو روادار، محب وطن، محبتي، مهاندار ۽ ڪم ڪائڻ وارا هئا. اهي اهڙيون ڳالهيون هيون جن هتي جي باشندن کي بنا تميز فرقي يا مذهب جي هڪ قوم بڻجڻ جو لائق ٿي ڪيو. ڏسڻ ۾ اچي ٿو ته انهيءَ نتيجي تي پهچڻ کان اڳ هن سنڌ جي گهڻي حصي جو سير ڪري حالتون بسر خود جانچي ڏٺيون. سنڌ ۾ خاص طور کيس ٻين نسلن جا گهڻا ماڻهو نظر آيا. هڪڙا آريه نسل جا هئا ته ٻيا سمات (سامائيٽ) انهن ٻنهي نسلن جي فردن ۾ کيس ڪي خصوصيتون ڏسڻ ۾ آيون، هن بلوچن کي آريي قوم جي نسل جو ڪري تسليم ڪيو ۽ سمن، سومرن ۽ ٻين مڪاني رهاڪن کي سمات ڪري سمجهيو.

شاه صاحب جن مڪاني قبيلن جو ذڪر پنهن جي ڪلام ۾ ڪيو آهي، تن مان ڪجهه هيٺيان آهن:-

(١) **بلوچ** - جن ڪي آريائي، ڪيچي، جت، آريجن جي نالن سان ياد ڪيو اٿس. اهي مڪران، قلات جي سردارين، مظفرڳڙه ديري غازي خان جي طرف کان آيل هئا.

(٢) **سمات**- (سما- سومرا) جن جا پاڙا ابڙا، دامڙا، جاڙيجا، لاکا، راهو، انڙ ۽ جکرا هئا. اهي وچ سنڌ، ڪڇ، ڪاٺياواڙ جي طرف جا رهاڪو هئا.

(٣) **عوام:** جن ۾ مارو، سنگهار، ويڙهيچا، پنوهار، وڻجارا، ملاح، منگتا، پان، سوڍا، ڍاٽي، گندرا، ريباڙا، ڪاڇي، ڪوهيار، اوڏ، مهاڻا، ميهار شمار ٿيئي ڪيا اٿس.

الف- ڪيس بلوچ قبيلي سان خاص محبت ٿي ويل ڏسجي ٿي. سندن بهادري، همت، وعده وفائي، ليڊري ۽ اڳواڻيءَ جا آثار شاه صاحب اڳيئي ڏٺا هئا. هو ڪلهوڙن جي مذهب جي نالي ۾ خود سر ۽ فسطائي حڪومت ۽ ان جي منافقانه پاليسي مان بيزار ٿي چڪو هو. ان ڪري بلوچن ذريعي سنڌ ۾ تبديليءَ جا آسرا ۽ اميدون رکڻ لڳو ۽ بلوچن جي زور وتائڻ ۽ همت‌افزائي ڪرڻ لاءِ ڪمرڪشي ڪئي سچا سارا پنج‌سر سندن قصن، ڪهاڻين ۽ تعريف ۾ صرف ڪيا اٿس. بلوچن جي ساراه ۾ سندس ڪي مصرعون ضرب المثل ٿي ويئون آهن. انهن مان ڪي هت ڏجن ٿيون:-

”برهه آءِ بلوچ جي پيڙي ڪيس باند.“

”باروچاڻي ذات، منان مور نه وسري.“

”ڪو جو آيس ڪوڏ، باروچاڻي ذات سين.“

”پلي ڪري ٿيوم، هي سنگت باروچن سين.“

”آهيان ڪميڻي، ذات بلوچي نه جڙان.“

”ڏٿان جي بلوچ، مون جيئن اکين سين.“

”جيهي جي تيهي، ته به ٻانهين ٻاروچن جي“

......

هڪ هنڌ سندن سياسي رهبري بنسبت چوي ٿو ته:-

”جنهنجو آري ڄام اڳواڻ، تنهنکي ڪانهي ٻاڪ ٻهير جي.“

سندس اميدون ۽ پيشنگوئي جلدئي پوري ٿي ۽ ڪلهوڙن جي حڪومت ختم ٿي، ان جي جاءِ تي بلوچ حڪمران ٿيا. هنن جي ساڻن محبت صرف ڪلهوڙن جي ڪيڏڻ لاءِ ڪانه هئي، پر ان کي تواريخي روايات شامل هيون. جيئن ته هڪ هنڌ چوي ٿو ته:—

”جڏان ڪن فيڪون، ڇئي نيو آرياڻي ارواح“

هنن سان ملڻ يا تعلق رکڻ ۾ خوشي ٿي ٿئي، جيئن ته چوي ٿو ته:-

”اچي آري ڄام جو، وڻ وڻ منجهان واس.“

”پسنديئي پنهون کي، اکين ڪيو آرام.“

انهيءَ ڪري کين دعا ڪري چوي ٿو ته:-

”الله آريچن کي ڏوسو لڳي نه واءُ“

سندن جوان مردي ۽ بهادري جي ساراهه ڪندي چوي ٿو ته:-

”ڪنارو ۽ ڪوس، اڱڻ آري ڄام جي“

اهي صفتون سوليون هٿ ڪين اچي سگهنديون آهن. انهن کي ماڻڻ لاءِ لالچ ۽ لوڀ ڇڏي، لاڳاپو لاهي ننگو ٿي نڪرڻو آهي. انهيءَ منزل تي پهچڻ لاءِ ڪيئي ڪشالا ڪاٽا ۽ جبل

ڳاڪٽا ٿا پون. انهيءَ صفتن کي هٿ ڪرڻ ڪا راند نہ آهي جا گهرو کيڏيندا آهن.

(ب) شاہ صاحب کي سمان ۾ بہ ڪي خاص چڱايون ڏسڻ ۾ آيون، جن مان سام ڪٽڻ، سخاوت، قديم روايات کي برقرار رکڻ ۽ سندن قديم تهذيب ۽ تمدن سندن اکين اڳيان هئا.

هيٺ ڪي مصرعون پيش ڪجن ٿيون جن مان مٿي ذڪر ڪيل حقيقتن بنسبت روشني پئجي سگهندي:-

"سمي سام ڪٽي، سرڻن جوسڪ ٿيو."

......

"سماتو سر چٽ، نات پاڳارا پرس بيا."

......

سمون سخاوت جي، وينو پڇي پر،
ڪوليو ڪنگالن کي، ڏئي دلاسا در،
مٿي ولهن ور، ڏيهاڻي ڏاتار جي.

......

"سمي جي سهاڳ جي، ڪنهين پيئي ڪل."

سمان کي سنڌي ڪلچر ۽ تمدن جو يادگار ڪري ٿي سمجهيائين پر کيس معلوم هو تہ انهي قبيلي جا ماڻهو گهڻي وقت تائين حڪومت ڪرڻ ۽ سکي حياتي گذارڻ ڪري پنهن جو انقلابي جذبو ۽ جنگي روح وڃائي ويٺا هئا.

(ت) سنڌي عوام:- شاہ صاحب جنهن طبقي کي سڀ کان گهڻو ساراهيو آهي سو هر سنڌي عوام جو اهو طبقو هو جنهن جا افراد سنڌي ڳوٺاڻا، خانہ بدوش مال چاريندڙ ڏٿ تي گذران ڪندڙ، پلا ۽ مڇيون ماريندڙ، ڪنا ۽ لويون پهريندڙ، اڏا ڪهاڙا اڏ ڏيکيل، بيلن ۽ جهنگن ۾ رهندڙ هئا. انهيءَ عوام ۾ سنڌ جو

حقيقي روح سمايل ڏٺو اٿس. انهن جي مفلسي، خانہ بدوشي، جهالت ۽ مصيبت ۾ گرفتاري ۽ قيد ڏسي هن جون هاريون ۽ نير وهايو اٿس. سنڌ جي مستقبل کي عوام جي آئنده سان وابستہ ٿي سمجهيائين. انهن جي مشڪلاتن ۽ مصيبتن کي سنڌ جي تڪليف ڪري ٿي ڄاتائين. انهن جي آزادي ۽ ترقيءَ ۾ سنڌ جي ڀلائي ۽ بهتري ٿي ڏٺائين. هر قوم کي دنيا جي تعمير نو ۾ پنهن جو حصو پيش ڪرڻو آهي هن جي خيال موجب سنڌين کي بہ انهيءَ ڏس ۾ خاص پارٽ ادا ڪرڻو آهي. اهو مقصد تڏهين حاصل ٿي سگهندو جڏهين سنڌي پنهنجي هزارن ورهن جي تهذيب کي جا هنن صدين جي تجربي بعد حاصل ڪئي آهي ترقي ڏياري اوج تي آڻين. هن کي معلوم هو تہ سنڌي دنيا جي ٻين قومن جي بنسبت پٺتي پيل هئا. هنن جي سڀ حاصلات بدوياڻي نموني جي هئي ۽ ٻين جي مقابلي ۾ پٺتي هئي. ليڪن هن باوجود ان جي هر پنهنجي شيءِ تي فخر ڪرڻ جي تلقين ڪئي ۽ ساراهيو. کيس معلوم هو تہ جيستائين قوم ۾ خود شناسي ۽ خود داري پيدا نہ ڪئي ويئي آهي ان وقت هن ۾ پنهنجي پيرن تي بيهڻ ۽ پنهنجي پيغام ڏيڻ جي طاقت پيدا نہ ٿيندي. ۽ سنڌي ٻين سياسي، اقتصادي، ذهني غلامي ۾ ڦاٿا پيا هوندا.

مارئيءَ جي سر ۾ هن انهيءَ مضمون کي تفصيل سان ورجائي پيش ڪيو آهي. ان سر ۾ سنڌي عوام کي مارن سان تشبيہ ڏني اٿس. ڌارين جي حڪومت کي عمرڪوٽ جو بند ۽ قيد ڪري شمار ڪيو اٿس. حڪمران طبقي کي عمر سومري جي نالي سان ياد ڪيو اٿس. آزاديءَ جي حياتيءَ کي ملير ۾ موڪ مها چوندڻ واري زندگي ڪري ليکيو اٿس.

سنڌي عوام جي سچي عيوضين ۽ محب وطن کي جنهن کي آزاد زندگيءَ جو قدر، ۽ پنهن جي قوم جي پستي جو درد آهي، مارئيءَ جي نالي سان ڪري ظاهر ڪيو اٿس.

شاه صاحب خواه‌مخواه پست پيل سنڌين کي پين قومن کان مٿي نٿو سمجهي. هن کي سنڌن پستي جو بخوبي احساس هو. ليڪن انهي کي هن عيب نٿي سمجهيو بلڪ حقيقت سمجهي ظاهر ٿي ڪيائين چوي ٿو ته:-

اسين ٿٺان آئيون، جت کهنبو نه آهي،
جي وڃون ڪنهن وهاڻ، ته به مٿن لوئيون.

هڪ هنڌ سنڌين جي دهقاني زندگيءَ جو ذڪر هيئين طرح ڪري ٿو:-

گوليون گولاڙن جون، جهڙي سان جهپيندي،
ڪو ڪڙڪو ڏيرن ۾، قوڪيو ڦڪ پرينڌي،
عيدن برادن تي، ڪيه ماناٿا ڪيندي،
پسي ڪائي پيٽ ۾، ڏونرا ڌڻ آءٌ ڏيندي،
سگر ساهيڙين سان، ساٿيه ۾ سئيندي.

سنڌن لباس جو ذڪر ڪندي چوي ٿو ته:-

گولاڙا ۽ گگريون، اوچڻ اباڻن،
ويڙهيا گهمن ولئين، جهانگي منجهه جهنگن،
مون کي مارو ئڙن، سيج ڳٽائي سيج ۾.

سنڌن عام حالت جو بيان ڪندي هيئين طرح چوي ٿو.

پلر پين، اوڇڻ ان، جن جا پير مٿي پٽ پاڪ،
وهڻ وراڻن ۾، انجي اڃوڪي اوطاق،
پاڻ نه پسڻ پاڻ کي، ويچارا بي پاڪ،
عمر اوءِ نه عاق، ڏکيا جم ڏکوئين.

.....

آئين ۽ چاڙهين، ڏٺ ڏهاڙي سومرا،
ستا ڪيو سيد چوي، سائون سڪائين،
منجهان لنب لطيف چوي، چانور ڪيو چاڙهين،
پلاء نه پاڙين، عمر آراڙي سين.

متن نيڪ نيڪڙا، چڪندڙا اچن،
ڪڙيون ڪيه بڪليون، پکهر سر پيرن،
اي وڙ ويڙهيچن، سون لوڏائي لکيا.

انهي ۽ طرح سان پنهنجي سنگهارن، مارن، ويڙهيچن ۽ پنوهارن يعني سنڌي عوام، جي غربت جا ماريل، ڏارين جا ستايل، پاڻ اڳهاڙا رهي، پين لاءِ رات ۽ ڏينهن محنت ۽ مزدوري ڪندڙ هئا جي زندگيءَ جا مثال ڏيندي، سندن جاءِ رهائش، جو هيئين طرح ذڪر ڪري ٿو:-

عمر انهي ڏيهه جا، ڏوٿين ڏنم ڏس،
وليون وڻ ڦلاريا، للر نگيون لس،
آئيو وجهن آهرين، سندا ٿوهن ٿس،
سيوا مڃر، ماڪيون، سيڪا چکن چس،
ماڙيءَ وهين، مس، ملير ويندي ساريئي.

......

هن هنڌ مارو سرا، ڍنگر ڍار رهن،
پاٽي پوچ پٽن ۾، پکي پاند پين.

......

ورسي ڪارا ڪوه، سنجيم جسي ساٿيه جا.

......

ڪوهر، ٿوهر، ٿر، جت سانيڪا ۽ سنيون،
چارن اتي چاه مان، ڦوڳن پاسي ڦر.
ڪيئن لهندم ڪر، جنن مارو پاڻ اپاريا.

نڪا جهل نہ پل، نڪو رائر ڏيهہ ۾،
آئيو وجهن آهرين، روڙيو رتا گل،
مارو پاڻ اسـل، مليرون مرڪٽو.

ڏارين ۽ حڪمران طبقي جي ترقي، ڏيڍپي، جوڙ ۽ جنسار ڪي ڏسي مرعوب نتو ٿئي، هن ڪي سنڌي عوام جي سادي ۽ بدويانہ تهذيب سان خاص الفت آهي ۽ نهي جي پيٽ ڪندي هيٺين طرح چوي ٿو تہ:-

ٻنولا پنو هاريون، مور نہ مٿي ڪن،
جہ لاڪرتائون لوئيون، تہ شالنئان سونهن،
ان ايلاچنٿون اڪري، بخمل بافتن،
سکر پانيان سومرا، ڪٿي ڪان کهنبن،
جا ڏنم ڏاڏاڻن، سا لاهيندي لڄ مران.

......

ارمق هڌ نہ اوڍيان، ٻنولا پٽ چير،
باندٽا ٻن ڏيان، ارغج ۽ عنبير،
ماروءَ سين ماڻيان، ڪٽيون جهڙيون ڪير،
اندر اڄ اڪير، مونکي پرين پنوهار جي.

......

سون برابر سڳڙا، لون لون برابر لڪ،
رهو تنهن جورد ڪيو، ڪوڙ تنهن ڪي ڪڪ،
مون ماروءَ جومڪ، تيل نہ لاهيان تنهن جو.

......

ڪارا ڪراين ۾، سون اسانکي سوءَ،
ور جيڏين سان جوءَ، فاقو فرحت پانيان.

......

هن سنڌي عوام يعني مارن جي ڏارين يا صاحب اقتدار طبقي جي غلامي مان آزادي ماڻي، ذهني زنجيرن جي ٽٽي، سندن

سياسي اقتدار جي کوڙن ڪرڻ، انقلاب عوام جي واھوندن ورڻ لاءِ دعائون گھريون آھن. ڏولاھن جي ڏينھن گذاري، سک جي سڪارن لاءِ دل کي دلاسا ۽ ڏڍ ڏنا آھن. ھو چوي ٿو ته:-

سينڌا ڏوءِ نہ مارئي، محلين مارئان ڏار،
پايو ميٽ ملير ري، سنڌ نہ ويڙھي وار،
جا ھتيجن ھار، سا ڪيئن وھندي ڪوٽ ۾.

......

عمر اچا ڪپڙا ڪاٽياريون ڪيئن ڪن،
جنھين جا ٽرن ۾، ور ٽا ويڻ سھن،
ھوءِ جي حق پچن، سي ڪيئن ستيون سومرا.

......

آءٌ ڪئن سوڙئين سمھان، مون ورگھاري سيج،
ور اباڻن سين اڄ، کہ شربت تنھن جو سومرا.

......

ڪو ڏينھن آھين ڪوٽ ۾، لوئي ھڏ نہ لاھ،
ڪامڻ اوھانجي ڪر جي، ايءٌ آڏ وڏائي آھ،
ستي سيل نباھ، ملير ويندئين مارئي.

......

"منھن جي آس اھا، ڪڏھن ڪيرائيندي ڪوٽ کي."

......

زيرئين پيڙئين لوھ ۾، ڳنن ڪيس ڳاھ،
سنگي سندي سومري، ھڏ نہ چاڙھيم ماھ،
سرتيون دعا ڪجاھ، ته پرم پاروڙيءَ رھي.

......

وچڙين ويس ڪيا، متي آئي منڊ،
اکيون اباڻن ڏي، بس نہ ڪرين بند،
ھيئن نہ ٿيس ھنڌ جي ڪرلڏائون ڪڏھين.

......

شاه صاحب سنڌ جي جملي رهاڪن کي بنا هندو مسلم فرق جي سنڌي ڪري تصور ڪيو آهي. جن ماڻهن کي ساراهيو اٿس تن مان اڪثر هندو هئا، راءِ ڏياچ هندو راجا هو ۽ لاکو ڦلاڻي ڪڇ جو هندو راجا هو، راڻو سوڍو هندو هو، مومل هندواڻي هئي، سسئي هندو نسل جي هئي. اوڏ، جاڙيجا، ربارا، جوڳي، بابو، سنياسي، آديسي جن جو ذڪر شاه صاحب پنهن جي ڪلام ۾ آندو آهي، سي سڀ هندو هئا. هن نڪو محمد بن قسم جي تعريف ڪئي آهي نڪو محمود غزنويءَ کي ساراهيو اٿس. اورنگزيب يا ڪلهوڙن جي مذهبي سياست جو مٿس اثر پوي ها ته ضرور انهن جو نالو به پنهنجي ڪلام ۾ آڻي ها، پر ڪٿي به اهو ذڪر ۾ نه ايندو. جي بلوچن کي ساراهيو اٿس ته اهي پهريان ئي حاڪم هئا جن شريمتي راڄ بدران ملڪ جي دستورن پٽاندر حڪومت ڪئي. رسالي ۾ نه ملن ۽ نه مولوين جي ساراه ڪيل آهي، بلڪ هنگلور جي هلڻ، گنگا تي گجڻ ۽ سنگين وڃائڻ وارن سامين ۽ جوڳين کي ياد ڪري رنو اٿس.

# فصل ڇهون

## شاه صاحب ۽ ڊاڪٽر محمد اقبال جي نظرين تي هڪ نظر

جهڙيءَ طرح سان شاه صاحب جي شعر جو سنڌين جي دلين تي اثر پوي ٿو، اهڙيءَ طرح ڊاڪٽر محمد اقبال مرحوم به اڄ پاڪستان جي اردو دان مسلمانن ۾ خاص طور مقبول آهي. هنن ٻنهي کي قومي شاعرن جي لسٽ ۾ شمار ڪري سگهجي ٿو. شاه صاحب سنڌين ۽ ڊاڪٽر صاحب پاڪستان جي اردو دان، مسلمانن، جو قومي شاعر آهي.

هن فصل ۾ آءٌ ٻنهي جي خيالات ۽ نظرين بنسبت ڪجهه حقيقتون پيش ڪري روشني وجهڻ جي ڪوشش ڪندس.

پڙهندڙ جيڪڏهن غور سان شاه صاحب ۽ ڊاڪٽر صاحب جي ڪلام کي ڏسندا ته معلوم ٿيندن ته ٻنهي جي تعليم ۽ فيض جو مرڪز گهڻو ڪري هڪڙوئي هو.

ٻنهي تي ١- رسول عربي. ٢- قرآن شريف. ٣- مثنوي روم جي تعليمات جو گهرو اثر پيل آهي. هيٺ ٻنهي جي ڪلام مان انهي ڳالهه جي ثبوت ۾ ڪي حوالا ڏيئي پڙهندڙن کي ذهن نشين ڪرڻ جي ڪوشش ڪندس.

**(١) شاهہ صاحب:**

شاه صاحب جي ڪلام جي پڙهڻ مان پتو پوي ٿو تہ هن گمراهيءَ کان بچڻ ۽ هدايت حاصل ڪرڻ لاءِ محمد رسول الله صلعم جي تعليم کي سمجهڻ ۽ مڃڻ ضروري ڄاتو آهي. هو چوي ٿو تہ:-

وحده لا شريڪ له، جڏهين چيو جن،
تن مڃيو محمد ڪارڻي، هيڄان ساڻ هنين،
تڏهين منجهان تن، اوتڙ ڪونہ اوليو.

شاه صاحب قرآن کي حڪمت جو مخزن ۽ اسم اعظم جو منبع سمجهي چوي ٿو تہ جيڪڏهن غور ۽ فڪر سان ان ۾ نگاه ڪبي تہ ٻين درن تي وڃڻ جي ضرورت ئي ڪانہ پوندي.

فڪر سين فرقان ۾، اسم اعظم ڏور،
ٻيا در وڃي نہ ووڙ، اي امل ايائين سڀجي.

اهڙيءَ طرح شاه صاحب حقيقت جي جوءِ ڏسڻ، انساني معراج تي رسڻ، غير کان آجو ٿي حق جو مشاهدو ماڻڻ، پرين پسڻ بابت جڏهن گفتگو ڪري ٿو تہ مولانا رومؒ جو حوالو ڏيڻ ضروري ڄاڻي ٿو، چوي ٿو تہ:-

طالب قصر سونهن سر اي رومي جي روءِ،
جنين ڏٺي جوءِ، تنين ڪڇيو ڪين ڪي.

......

طالب قصر، سونهن سر رومي جو آهي،
تاڙي جي لاهي، تہ منجهين مشاهدو ٿئي.

......

طالب قصر، سونهن سر، ايءَ روميءَ جي رهاڻ،
پهرين وڃائي پاڻ، پوءِ پسڻ پرينءَ کي۔

......

## (٢) ڊاڪٽر محمد اقبال:

اهڙيءَ طرح ڊاڪٽر صاحب جي خيالات جو سرچشمه فيض
به رسول عربي، قرآن شريف ۽ مولانا روم آهن. پيغمبر بنسبت
ڊاڪٽر صاحب فرمائي ٿو ته:-

بمصطفيٰ برسان خود، را که دين هم اوست،
اگر به اونه رسيدي، هم بولهبي است۔

......

مقام خويش اگر خواهي درين دير،
بحق دل بندو راه مصطفيٰ گير۔

......

ڊاڪٽر صاحب جا خيالات قرآن بنسبت جيڪڏهن معلوم
ڪرڻ گهرندا ته انهن جو پتو سندس هيٺين اشعار مان پئجي سگهندو۔

ميري اشعار مين پهنس کر نه ره جا،
اگر تو سالک راه يقين هي۔
گذر جا تو مري بزم سخن سي،
ره قرآن مين گام اولين هي۔
جو تو اس طرح قرآن تک پهنچ جائي،
توحاصل دولت دنيا و دين هي۔
محيط کائنات دل هي قرآن،
نظر کي آخري منزل هي قرآن۔

......

جز بقرآن ضعيفي روباهي است،
فقر قرآن اصل شهنشاهي است.

......

ڊاڪٽر صاحب مولانا روم لاءِ جا عزت ۽ عقيدت رکي ٿو ان جو پتو سندس هيٺين اشعار مان پئجي سگهندو. هو چوي ٿو ته:-

باز بر خوانم فيض پير روم،
دفتر سربسته اسرار علوم،
پير رومي خاک را اکسير کرد،
از غبارم جلوه ها تعمير کرد،
جان اواز شعله سرمايه دار،
من فرونم يک نفس مثل شرار،
موجم و در بحر او منزل کنم،
تا در تابنده حاصل کنم.

......

مٿي ذڪر ڪيل حوالن مان پتو پئجي سگهي ٿو ته ٻئي ساڳين چشمن فيض مان سيراب ٿيا. سندن ڪلام تي وڌيڪ غور ڪرڻ بعد اهو به معلوم ٿيندو ته ٻنهي جي سامهون انسان ذات جي ترقي ۽ اصلاح جا مقصد هئا. گهري نظر وجهڻ بعد پڙهندڙن کي اهو ضرور معلوم ٿيندو ته انهي مقصد کي حاصل ڪرڻ لاءِ ٻنهي جدا جدا رستا ۽ راهون ڏسيون آهن. مٿي ذڪر ڪيل مماثلت ڏيکارڻ بعد آءٌ سندن اختلاف کي هيٺ پيش ڪندس.

**شاهه صاحب جو نقطه نگاهه:-**

(۱) وحدت مذاهب.

شاه صاحب مسئله وحدت‌الوجود کي مڃڻ ڪري وحدت

مان ڪثرت جي پيدا ٿيڻ جو قائل هو. هن ڪثرت جي علاحده هستي نہ ٿي مڃي ۽ ان کي صرف وحدت جو مظهر ڪري ٿي مڃيائين.

هن وٽ "سو پرين سو پساهہ، سو ويري سو واهرو." جو عالم هو. هن پڙاڏي ۽ سڏ کي ساڳي شي ڪري ٿي سمجهيو ۽ چيائين ٿي تہ:-

"هئا اکيين گڏ، ٻڌڻ ۾ ٻہ ٿيا."

هو دو بينائي دور ڪري ٻيائي کي ٻارڻ جي هدايت ڪري ٿو ۽ چوي ٿو تہ:-

وحده لاشريڪ لہ، اي هيڪڙائي حق،
ٻيائيءَ کي ٻڪ جن وڌو، سي ورسيا.

ان ذات حقيقيءَ جون ڪوڙين ڪايائون ڏنيون هئائين ۽ انهي جا ڏارو ڏار درسن بہ ڪيا هئائين. هن کي نابوديءَ نيئي اهڙو اعليٰ ڪيو هو جو ڪر ۾ بہ پرين ٻي پاڻ پساڻس تنهن ڪري هو دنيا جي مڙني مذهبن جي بنيادي وحدت جو قائل هو ۽ مذهبن جي بنيادن تي انسانن ۾ اختلاف عين اسلام جي بنيادي اصولن جي خلاف ٿي سمجهيائين. هو "صوفي لاڪوفي" هو ۽ صرف وصال جو ورق پڙهيو هئائين. ٻي لات ذري جيتري بہ ٻڌڻ لاءِ تيار نہ هو. هن سان جن جو وير هو، هي انهن جو واهرو ۽ مددگار هو. هن رب‌العالمين کي پيار ڪيو هو تنهن ڪري هن جيڏانهن ٿي نظر ڪئي تہ سڄڻ ٿي سامهون آيس. هن وٽ شڪ ۽ گمان هئا ئي ڪونہ. هن مذهبن جي نالي ۾ انسانن کي جدا ڪندڙ ماڻهن کي ڪو وڃ ڪري ڪوليو آهي. هن انسان ذات جي جملي مرضن جو علاج محبت ۽ پيار جي نسخي ۾ ڏنو. چوي ٿو تہ:-

ڪنهن ڪوجهن، ڪن طبيب نہ گڏيا،
ڏيئي ڏنب ڏين، بہ ساڻان ڏيل ڏکوئيو.

## (٢) سنڌين جي قوميت:

هن ساري انسان ذات کي قرآن جي آيت مطابق هڪ جماعت ڪري ٿي سمجهيو "ڪان الناس امته واحدت."

ليڪن سڃاڻپ ۽ سهوليت لاءِ گڏ ٿي ترقي ڪرڻ لاءِ هو قرآن جي ئي آيت مطابق "وجعلنا ڪم شعوبا، و قبائل لتعارفوا."

سنڌين کي جدا گانه قوم ڪري سڏڻ ڪي گناه نه سمجهندو هو. سنڌين جي جدا هستي قبول ڪرڻ مان سندس مقصد انساني تعريف جو نه هو، بلڪ بين الاقواميت تي پهچڻ جو ڏاڪو هو.

هن گهڻو ڪري ساري سنڌ گهمي ڏٺي هئي. ملڪ ۾ غربت، جهالت ۽ ڏک هر طرف گهڻو ڏٺو هئائين، سنڌي عوام جي حالت ڪسمپرس واري هئي، چوڌاري جڏهن نظر ٿي ڪيائين ته قومن جا قافلا ترقيءَ جي سفر ۾ اڳتي وڌي ويل هئا پر سنڌي اڃا نياڳ جي ننڊ ۾ مٺن جيئڻ منهن ويڙهي ستا پيا هئا. هو "چوراندورا" هئا جن جو مائٽ مٽ ڪو نه هو. سندن پاڙي وارن کي پروڙ ڪا نه هئي ته سندن رات ڪا رنج ۾ ٿي گذري، تنهن ڪري هن سيني "سورن وارين" کي پاڻ ۾ پچار ڪرڻ، قوم ۾ ملڪ جا درد ۽ ڏک اورڻ، "ڏکين جي مڙي پنڻ ڪرڻ" واسطي اتحاد سنڌي جو آواز اٿاريو. انهي خيال ۾ اهڙو محو ٿي ويو جو هن مذهبن جا مصنوعي ويڇا وساري ڇڏيا ۽ سيني سورن وارن کي گڏڻ جي ڪوشش ڪئي ۽ سڪن وارن کي مخاطب ٿي چيو ته:-

اٿ ڏکوئيون ڏکن جي، ڪوهه ٿيون پٽر پون،
ناه اوراتو ان کي، ٿيون لوڪ ريائون رون،
پنڻ پيڙيون هون، پسار تنهين جا پڌرا.

هن سنڌ جي مارئيءَ کي عمر ڪوٽ جي غلامي واري زندگيءَ کان آجو ڪري ملير جي آزادي واري دنيا ۾ وٺي وڃڻ

پنھنجو نصب‌العين مقرر ڪري ڇڏيو ھو. پاڻ ڪي سنڌي عوام يعنيٰ مارن جو ھڪ فرد سمجھي ويٺو ھو، ۽ چيائين ٿي تہ ”جيھا جي تيھا مون مارو مڃيو.“ ھن ور ور ڏيئي چيو ٿي تہ

”اڇو سورن واريون، ڪريون سورن جي پچار.“

اھڙيءَ طرح ”ديسي سيڻ ڪجن، پر ديسي ڪھڙا پرين.“ بہ سنڌس تعليم جو مکيہ جزو رھيو ٿي، ان مقصد يا ھاڙھي ڏي ھلڻ لاءِ ھن جي نظر ۾ صرف اندر جي اڌ وارن ڪي ھلڻو ھو.

## (۳) حب‌الوطني:

شاہ صاحب جي ساري فلاسفي وطن جي بنياد تي بيھاريل ھئي. وطن جي حب کي ھن ايمان جو جزو ڪري ٿي سمجھيو. ھن کي ذاتي تجربي ۽ تواريخ جي معلومات مان پروڙ پئجي چڪي ھئي تہ اعتقاد جي بنياد تي قوم جو ٻڌڻ انھيءَ وقت جي ماڻھن جي ذھني معيار جي مطابق نہ ھو ۽ انھي قسم جا خيالات ھوا ۾ ڪوٽ اڏڻ جي برابر ھئا، ڪيس معلوم ھو تہ ماڻھن جي چوڻ ۽ ڪرڻ ۾ ھميشہ تفاوت پئي رھيو آھي. ھڪ ھنڌ اھڙي ڳالھين کي نظر ۾ رکي چيائين ٿي تہ:

اندر ڪوڙو ڪانءُ، ٻاھر ٻولي ھنج جي،
اھڙو ٺلھو ٺانءُ، پڇي ڇو نہ پورا ڪرين.

ھو وطن جي سرسبز ٿيڻ ۽ عوام جي سکئي ٿيڻ لاءِ دعا گھري چوي ٿو تہ:

”وطن وسائيج تہ سنگھارن سک ٿئي.“

پنھنجي ديس جي ماڻھن لاءِ ڪيس جيڪا محبت ھئي ان جو اندازو ھيٺين بيتن مان پئجي سگھندو.

"ٻالهيون ڪندي ڪاڪ جون، ڳوڙها پيس ڳڙي."

"سندي سنگهارن، جوءِ جي جياري جڏڙبن."

"جيها جي تيها، سون سارو مڃيا."

"ٿر ٿر اندر ٿانءِ، ونهين ويڙهيچن جو."

هڪ هنڌ حڪمران قوم جي فرد کي مخاطب ٿي چوي ٿو تہ:—

آءِ ڪيئن ڇڏيان سومرا، تن پنهوارن ٻچار،
جڙ جنهين جي جان ۾، لڳي رئي لهار،
ميخون محبت سنديون، هنئڙي منجهه هزار،
پڪا ۽ پنهوار، ڏلي سون ڏينهن ٿيا.

هو ڪٿي بہ هوندو هو تہ وطن ياد هوس چوي ٿو تہ:-

"قسمت آنديون ڪ ونجڙيون وطن سندن روهہ."

"پري پنين جي پاڻ، پسان ملڪ ملير جو."

"ڪريان بي نہ ڪن، ويندس وطن سامهون."

هن کي سدائين سنڌ تي سڪار ۽ سڪ جو اونو رهندڙ هو. هن سنڌي عوام کي ويڙهيچا، وطن ڇاول، پنوهار مارو اباڻا وغيره جي نالن سان ڪ وٺي سندن آزاديءَ ۽ ترقيءَ لاءِ دعائون گهريون آهن. هن کي حڪمران طبقي ۽ ڏارين جي طاقت تو ڙي علمي لياقت جو بہ حال معلوم هو ۽ پنهنجي عوام جي ڪمزورين ۽ بي سرو سامانين جو بہ پتو هو تنهن ڪري ظاهري حالتون اميد افزا نہ ڏسي هو قدرتي ۽ بين الاقوامي تبديلين ۽ انقلابن ۾ اميدون ۽ آسرا رکي ويٺي هليو، ڪيس هميشه اميد ٿي رهي تہ ضرور

تبديلي جي مند ايندي انقلاب جا منڊل وڃندا نئين تحريڪن جا ڪکر قلب جون ڪسون لاهيندا. ظلم ۽ ستم ڪان ستايلن دلين ۾ وري نئون روح پوندو، گوندر لهندا، موزي ۽ ڏکاريا ڏيهن مان ويندا، هاري همٿ ڪري ملڪ جي سڪل (ستل) ۽ سخت زمين (دلين) کي انقلاب جو هر ڏئي حقيقي آزاديءَ جو ٻج وجهي سک ۽ سلامتيءَ جو فصل لڻندا.

## (۴) دين ۽ سياست جي علحدگي:

شاه صاحب اسلامي تاريخ جي روشنيءَ ۾ دين ۽ سياست گڏي هلائڻ جا نقصان ڏسي چڪو هو. هن کي معلوم هو ته مسلمانن جي ڪثرت وٽ نه صحيح اسلام جو تصور باقي رهيل هو ۽ نه حڪمران طبقي ۾ خدا شناسي ۽ خدمت خلق جو جذبو موجود هو. جو حڪومت کي اسلامي طريقي هلائين بلڪ دين کي ذاتي ۽ طبقاتي مفاد لاءِ مروڙي ڪتب پي آندو ويو. دين جي اثر هيٺ حڪومت هلائڻ وارا ماڻهو ئي گذر ڪري ويا. هڪ هنڌ انهن حالتن کي نظر ۾ رکي چوي ٿو ته:-

ويا سي وينجهار، هيرو لعل وڻڏين جي،
تنين سندا پويان، سيهي لهن نـه سار،
ڪٽين ڪٽ لهار، هـاٿي انهين پيٽينءَ.

هن ڏٺو پئي ته دين ۽ ان جي شريعت کي حڪمران طبقي جي سياه ڪارين لڪائڻ، طاقت ۽ اقتدار قائم رکڻ لاءِ اوزار ڪري پي ڪتب آندو ويو. هن کي ان وقت جي ملن جو پورو پتو هو ته حاڪمن جي چوڻ تي، ڪيئن نـه مذهب کي مروڙي سروڙي ظاهر ڪيائون، اهڙن ماڻهن لاءِ چيائين ٿي ته:-

ڦريا پسي ڦيڻ، ڪرين ڪير نه چڪيو،
دنيا خـاطر ديـن، وڃائي ولها ٿيا.

هن ڪي پتو هو ته شخصي ۽ طبقاتي مفاد عوام جي مفاد جي مخالف هئا تنهن ٻري وڏين ملڪيتن ۽ اقتدار رکڻ وارا حاڪم جڏهين مذهب جو نالو وٺندا هئا ته ان ۾ حجاب سچائي ڪانه هئي، هو صرف عوام کي ڌوڪي ڏيڻ لاءِ مذهب جي نالي ۾ آڙ وٺڻ جي نيت سان اهڙا آواز اٿاريندا هئا. انهي لاءِ شاهه صاحب چيو هو ته:-

ڏيئن ماپندا من ۾، خودي ۽ خدا،
ٻن ترازين جاءِ، ڪانهي هڪ ميڻ ۾.

**(٥) مدافعانه ذهنيت:**

شاهه صاحب ڪڏهن به سواءِ پاڻ بچائڻ ۽ غلاميءَ کان آزادي حاصل ڪرڻ جي تلوار کڻڻ جي صلاح نه ڏني، هو اڳرائي ۽ ارهه زورائي، پوءِ اها ڪٿي ڪهڙي به نالي ۾ هجي، جي برخلاف هو. هو جنگ جو-يا نه پاليسي جي مخالف هو. ان بابت ان جي خيالات جو پتو سندس هيٺين بيتن مان پئجي سگهندو:-

هو چوڻي تون م چؤ، واتان ورائي،
اڳ اڳرائي جو ڪري، خطا سو کائي.

ليڪن ان مان اها معني ڪڍڻ غلطي ٿيندي ته هو بزدليءَ جي تعليم ڏئي ٿو ۽ پاڻ بچائڻ ۽ آزادي هٿ ڪرڻ يا قائم رکڻ لاءِ سر جي ست هڻڻ کان ڪيبائي ٿو ان لاءِ سندس هيٺيون بيت شاهد آهي:-

هڻڻ هڪلڻ، پيلي سارڻ، مانجهيان اي مرڪ،
وجهن ڪين نه فرق، رڪ وهندي رانـد ۾.

حق لاءِ لڙندڙن ۽ آزاديءَ جي پروانن جي باري ۾ هڪ هنڌ چوي ٿو ته:-

آيــــا اجارين، تيغون تــراريون تيورا،
سانگيون سائين هٿ ۾، ڪلهئون نڙا هين،
ايائي آهين، مهائــي مـــرڻ تــــي.

ميدان ڪار زار ۾ مخالف جي طاقت، لشڪر ساز ۽ سامان جو ڪوبه اثر نٿو پوي، هو پڙ ۾ پرزا ٿيڻ واري سورڪي شاباش ڇٽي بي همٿن ۽ پٺي ويندڙن ڪي نندي چوي ٿو ته:-

پٺي آئين پٺتا، لڄائيئي ســون سيڻ،
ويٺيون وجهن ويڻ، منهن مٿا ها جنجا.

## ڊاڪٽر اقبال جو نقطہ نگاه:-

**(ا) وحدت الشهود:-** اسلام جي برتري مذاهب عالم تي:-

ڊاڪٽر صاحب، برعڪس شاه صاحب جي، مسئلہ وحدت الوجود ڪي قومن جي ترقيءَ جي راه ۾ رڪاوٽ ٿو سمجهي. هن جي نزديڪ انسان جو آخري ڪمال هن ۾ نہ آهي، تہ پنهنجي هستي فنا ڪري هستيءَ مطلق ۾ جذب ٿي وڃي، بلڪ شرف انسانيت انهي ڳالهہ ۾ آهي تہ آدمي پنهن جي اندر خودي پيدا ڪري خود ذات مطلق کي پنهن جي اندر جذب ڪري وڃي، هو چوي ٿو تہ:-

خودی کو کر بلند اتنا کہ ہر تقدیر سے پہلے،
خدا بندہ سے خـــود پوچھے بتا تیری رضـــا کیا ہے.

(بال جبریل)

ڊاڪٽر صاحب يورپ جي فيلسوف هيگل تي انهي واسطي سخت نقط چيني ڪري ٿو جو هو مسئله وحدت‌الوجود جو حامي هو ۽ سندس لاءِ چوي ٿو ته:-

طائر عقل فلک پرواز اودانی کہ چیست،
ماکیان کمزور و مستی خایہ گیرد بے خروس۔
(پيام مشرق)

انهي سبب ڪري يونان جي حڪيم افلاطون کي سندس بي ثباتي دنيا جي رائن سبب "راهب ديرينه" ۽ "از گروه گو سفندان قديم" سڏي ٿو ڇاڪاڻ ته هن جي نظر ۾ اهڙا خيال قومن ۾ زندگي نتا قوڪين ،ورڳو انهن کي موت جي ننڊ ۾ سمهارين ٿا.

ڊاڪٽر صاحب نابوديءَ جي برخلاف آهي شاه صاحب وانگر ته:-

"نابوديءَ نيئي وڃي عبد کي اعليٰ ڪيو"

کي نتو مڃي هو خوديءَ ۾ سڀ ڪجهه ڏسي چوي ٿو ته:—

پیکر ہستی ز آثار خودی ست،
ہرچ مي بيني ز اسرار خودی ست،
وانمودن خویش‌را خوئے خودی ست،
خفتہ در ہر ذرہ نیروئے خودی ست۔

......

قطرہ چون حرف خودی ازبر کند،
ہستيءِ بے مایہ را گوہر کند،
کوه چون از خود رود صحرا شود،
شکوہ سنج جو شش دریا شود۔

ڊاڪٽر صاحب انسان جي انفراديت جو زبردست حامي آهي، ۽ بني نوع انساني جي ترقيءَ ۽ اصلاح لاءِ ”انسان ڪامل“ جي رهبري جي ضرورت محسوس تو ڪري، سندس نظر ۾ مذهب اسلام (جو دين فطرت آهي) جا پيرو مسلمان ئي اها رهبري ڪرڻ جا لائق آهن. سندس خيال ۾ مسلمان دين فطرت جا پاسبان، فڪر ۽ عمل جي وحدت جا منبع آهن هن جي نگاه ۾ انسان ذات جي موجوده مصيبتن کان نجات صرف مسلمانن جي ذريعي حاصل ٿي سگهندي. ان ڪري هو چوي ٿو ته:-

تو نہ مٹ جائیگا ایران کے مٹ جانے سے،
نقشہ مے کو تعلق نہیں پیمانے سے،
چشم اقوام سے مخفی ہے حقیقت تیری،
ہے ابھی محفل ہستی کو ضرورت تیری،
زندہ رکھتے ہے زمانی کو حرارت تیری،
کب کو قسمت امکاں ہے صداقت تیری،
ختم کا ہے کو ہوں کام ابھی باقی ہے،
نور توحید کا اتمام، ابھی باقی ہے.

(بانگ درا)

## (۲) مسلمانن جي جداگانہ قوميت:

ڊاڪٽر صاحب مٿي ڏيکاريل نظريي جي ڪري مسلمانن کي دنيا جي ٻين قومن کان مذهب جي بنياد تي علحده قوم ڪري ٿو سمجهي. ملڪ، نسل، رنگ وغيره جي بنيادن تي قومن جو نظريو سندس اڳيان فرسوده ۽ نقصانڪار آهي. سندس انهي خيالن جي شهادت سندس هيٺين بيتن مان پئجي سگهندي:-

قلب ما از هندو روم شام نیست،
مرز بوم او بجز اسلام نیست،

با وطن وابستۂ تقدير امم،
بر نسب بنياد تعمير امم،
ملت مارا آساس ديگر است،
اين اساس اندر دل ما مضمر است،
مدعائی ما، مال ما يکيست،
طرز اندازو خيال ما يکيست،
ماز نعمتهائی او اخوان شديم،
يک زبان و يک دل و يک جان شديم.

(رموز خودی)

ہي ھند بانگ درا ۾ ھيئين طرح چوي ٿو:—

اپنی ملت پر قياس اقوام مغرب سے نہ کر،
خاص ہے ترکيب ميں قوم رسول ہاشمی،
ان کی جمعيت کا ھے ملک و نسب پر انحصار،
قوت مذہب سے مستحکم ھے جمعيت تری،
دامن دين ہاتھ سے چھوٹا تو جمعيت کہاں،
اور جمعيت ہوئی رخصت تو ملت بھی گئی،
قوم مذہب سے ہے، مذہب جو نہيں تم بھی نہيں،
جذبۂ باہم جو نہيں، محفل انجم بھی نہيں.

(بانگ درا)

## (٣) وطن پرستي جي مخالفت:

ڊاڪٽر صاحب قوميت جي نظريي جو بنياد مذهب تي رکندي، حب الوطني کي بت پرستي سان تشبيهه ڏيندي، ان کي مذهب لاءِ زهر قاتل ٿو سمجهي. موجوده زماني ۾ دنيا جي قومن جي باهمي جهڳڙن جو بنياد انهي ڳالهه کي ٿو سمجهي تجارت جي فروغ واسطي ٻين ملڪن کي قبضي ۾ آڻڻ جو ڪارڻ به انهي

کي ٿو چاٿي، انسان ذات کي ڪن ملڪن ۾ محدود ڪري ان کي ٽڪرن ۾ ورهائڻ جي برخلاف آهي مسلمانن کي مشورو ڏئي ٿو ته ڪنهن خاص ملڪ سان دل نه ٻڌن، بلڪ ساري دنيا کي پنهنجو وطن ڪري ڄاڻن. سندس انهيءَ خيال جي تائيد انجي هيٺين بيتن مان ٿئي ٿي:-

ان تازه خدائون مين بڑا سب سے وطن هے،
جو پيرهن اسکا هے وه مذهب کا کفن هے،
اقوام جهان مين هے رقابت تو اسی سے،
تسخير هے مقصود تجارت تو اسی سے،
هو قيد مقامي تو نتيجه هے تباهی،
ره بحر مين آزاد وطن صورت ماهی.

......

رهے گا راوی و نيل و فرات ۾ کب تک،
ترا سفينه که هے بحر بيکران کے لئے.

......

جوهر ما با مقامے بسته نيست،
باده تندش بجائے بسته نيست.

......

مسلم استي دل با قلمی مبند،
گم مشواز جهان چون و چند.

......

هے ترک وطن سنت محبوب الاهی،
دے تو بهی نبوت کی صداقت کی گواهی.

دنيا جي انهن قومن لاءِ جي وطن تي بنياد ٽيون رکن هيٺين طرح فرمائي ٿو:-

ان چنان قطع اِخوت کرده اند،
بر وطــن تعمير بلت کرده اند،
تا وطن را شمع محفل ساختند
نوع انسان را قبائِــل ساختند،
مردمی اندر جهان افسانہ شــد،
آدمی از آدمــی بیـگانہ شد،
روح از تن رفت و ہفت اندام ماند،
آدميت گم شد و اقـوام ماند۔

(رموز خودی)

## (۴) مذهب ۽ سياست جي اجتماعيت:

ڊاڪٽر صاحب دين کي دنيا جي ڪاروبار کان علحده نٿو رکڻ گهري، هو اسلام کي منظم دين ڪري هر مسئلہ زندگيءَ ۾ ان جي رهبري ضروري سمجهي ٿو، هو انهيءَ رستي زمين تي عدل ۽ انصاف قائم ڪري، امن ۽ سلامتي قائم ڪرڻ گهري ٿو، اڄوڪي دنيا جي دستور، جنهن ۾ سياست کي مذهب کان علحده ڪيو ويو آهي پسند نٿو ڪري۔

هن جي نظر ۾ سياست ۽ حڪومت دين کان جدا ڪرڻ بعد بي روح ٿي پيئي آهي ۽ ڪاغذي عهدنامن، قانونن ۽ قاعدن مان جان نڪري ويئي آهي انهي جي تائيد ۾ سندس هيٺيان بيت شاهد آهن:-

مري نگاه ميں هے يہ سياست۔ لادين،
کنيز اهرمن ودون نهاد، مرده ضمير،
هوئی جو ترک کليا سے حاکمی آزاد،
فرنگيوں کی سياست ہے ديوبی زنجير،
متاع غير پہ ہوتی ہے جب نظر انکی،
تو ہيں ہر اول لشکر کليسيا کی سفر۔

(ضرب کليم)

ہوئی دین و دولت میں جس دم جدائی،
ہوس کی امیری، ہـــوس کی وزیری۔

هو گذشـہ اسلامي دور جي ياد مسلمانن کي تازه ڪرائي ٿو ان وقت لشڪر جو سپهه سالار ۽ مسجد جو امـام ساڳيو هو ان جي هڪ هٿ ۾ تلوار هئي ته ٻئي ۾ قـرآن لتڪيل هوندو هوس، دين ۽ دنيا ٻنهي ۾ بورو هوندو هو. هو مسلمانن کي دنيا جي امامت ڪرڻ جي تلقين ٿو ڏئي.

## (۵) جارحانہ ذهنيت:

ڊاڪٽر صاحب مسلمانن کي انسانن جي رهبري جو لائق سمجهي غلبہ اسلام آڻڻ ۽ خلافت ڪبريٰ قائم ڪرڻ ٿو گهري. مسلمانن کي دنيا ۾ دارالاسلام قائم ڪرڻ لاءِ جـهاد جي تلقين ٿو ڪري ۽ کين ياد ٿو ڏياري ته هو تلوارن جي ڇانوَ ۾ پلجي جوان ٿيا آهن، خود سندن قومي نشان ۾ انهي ڪـري خنجر ۽ هلال ٺهرايو ويو آهي. سندس انـهي خيالن جـي شهادت سندس هيٺين بيتن مان ملي سگهندي:-

یہ نکتہ سر گذشت ملت بیضا سے ہے پیدا،
کہ اقوام زمیں ایشیا کا پاسباں تـو ہے۔

---

سبق پھر پڑھ صداقت کا، عدالت کا، شجاعت کا،
لیا جـائیگا تجھ سے کام دنیا کـی امامت کا۔

---

نہیں تـیرا نشیمن قصر سلطانی کے گنبد پـــر،
تـو شاہین ہے بسیرا کر پہاڑوں کی چٹانوں میں۔

---

در کف موسیٰ همين شمشير بود،
کار او بالاتر از تدبير بود،
پنجۂ حيدر کہ خيبر گير بود،
قوت آواز ہمين شمشير بود.

(رموز بي خودی)

---

سوچا بھی ھے اے مرد مسلماں کبھی تونی
کيا چيز ھے فولاد کی شمشير جگر دار.
(ضرب کليم)

---

آ تجھ کو بتائون مين تقدير امم کيا ھے،
شمشير و سناں اول طائوس و رباب آخر.
(بال جبريل)

شاه صاحب ۽ ڊاڪٽر صاحب جي نظرين جي هن مختصر وضاحت مان ظاهر آهي تہ ٻنهي ٻنهنجي نقطہ نگاه کان انسان ذات جي ترقي ۽ اصلاح تي گهري. انهي واسطي قومن کي بيدار ڪري منجهن روح ڦوڪڻ تي گهريو. جيتوڻيڪ سندن طريقہ ڪار لڳ هو! ليڪن ڪيترا نقطا ساڳيا ڏسيائون ٿي. مثلاً:-

## ۱) عشق جي تلقين:

ٻنهي وٽ هر قومي مرض جو علاج عشق قرار ڏنو ويو هي. سندن چوڻ هو تہ عشق کانسواءِ انسان بي جان آهي جيستائين ڪن قومن عشق جي شراب مان ڍڪ نہ پيتو آهي ان وقت تائين و ڪوبہ وڏو ڪم ڪري نہ سگهندا.

شاه صاحب فرمائي ٿو ته:-

جئان وهي ٽئان واٽ، ڪپر پڇن ڪو-وڙ ٻون،
جن کي سڪ ساهڙ جي، سي گهيڙ پڇن نه گهاٽ،
جن کي عشق جي اساٽ، سي واهڙ ياٿئين وڪڙي.

......

پاڻ ڪٺج پاڻ سين، وسيلا وڃاءِ،
عشق ساڻ آناءِ، پير پريان جي پار ڏي.

......

سڪڻ انئين نه سڌ، جيئن لڪيو ليلاڪا پانئين،
پئي پريان جي نه ٿئين، مٿي اگڻ اڌ،
اي پڻ ڪوڙي سڌ، جيئن ڪليو ڪايو سمهين.

......

ڊاڪٽر صاحب چوي ٿو ته:-

عشق کے ہین معجزات سلطنت و فقر و دین،
عشق کے ادنیٰ غلام صاحب تاج و نگین،
عشق مکان مکین عشق زمان و زمین،
عشق سراپا یقین اور یقین فتح باب،
در جهان هم صلح و هم پیکار عشق،
آب حیوان، تیغ جوهر دار عشق،
جب عشق سکھاتا ھے آداب خود آگاهی،
کھلتے هین غلامون پر اسرار شهنشاهی.

## (۲) قرباني:

ٻنهي صاحبن جو چوڻ آهي ته خطرن کي منهن ڏيڻ ۽ تڪليف برداشت ڪرڻ کان سواءِ ڪابه قوم ترقي ڪري نه سگهندي.

شاهہ صاحب فرمائي ٿو تہ:-

سکڻ ۽ سوري ٻئي اکر هيڪڙي،
وهڻ وانڙين تي ڪارڻ ضروري،
ٻنهي جي ٻوري، جيءَ ڏنيريءَ نہ جڙي.

......

ڀهرن ڪاتي پاءِ، ڀڄج ڀورو پريتڻ
ڏک پريان جو ڏيل ۾ واڄٽ جيئن وڄاءِ،
سيخن مان سيڄاءِ، جي نالو گيڙءَ نينهن جو.

ڊاڪٽر صاحب چوي ٿو تہ:-

"ميارا بزم بر ساحل کہ آنجا."

حيات بر کناره نرم خيز ست،
بدر يا غلط باموجش در آويز،
حيات جاودان اندر ستيز است.

## (٣) خود شناسي:

ٻنهي صاحبن هڪ مشهور حديث تہ:-

"من عرف نفسه فقد عرف نفسه."

مان سبق وٺي قوم کي پاڻ سڃاڻڻ جي تلقين ڪئي آهي.
شاهہ صاحب فرمائي ٿو تہ:-

پيهي جان پاڻ ۾ ڪيم روح رهاڻ،
تہ نڪو ڏونگر ڏيهہ ۾ نڪا ڪيچين ڪاڻ،
پنهون ٿيس پاڻ، سسئي تان سور هئا.

......

هوت تنهنجي هنج ۾، پڇين ڪو پيهي،
”وفي انفسڪم افلا تبصرون“ سوجهي ڪر سهي،
ڪڏهين ڪانہ ونئي، هوت ڳولڻ هٿ تي.

......

اسين ڪون جن ڪي، سي تان اسين پاڻ،
هـاڻ وڃ گمان، صحي سڃاتا سپرين.

ڊاڪٽر صاحب فرمائي ٿو تہ:-

بيني جهان را خود را نہ بيني،
تـا چند نادان غـافل نشيني.

......

ڈهونڈهنے والا ستاروں کي گذر گاهونکا،
اپنی افکار کی دنيا ميں سفر کر نہ سکا،
اپنی حکمت کی خم و پيچ ميں ايسا الجها،
زندگي کی شب تاريک سحر کر نہ سکا،
جس نے سورج کی شعاعوں کو گرفتار کيا،
آج تـک فيصلہ نفع و ضرر کـر نہ سکا.

انهن متفق نقطن جي علاوه ٻنهي جي تعليم جا ٻيا ڪي پهلو بلڪل هڪ ٻئي جي برعڪس آهن. مثلا شاه صاحب جي تعليم مساوات ۽ جمهوريت طرف جهڪي ٿي مگر ڊاڪٽر صاحب فسطائيت ۽ قومي برتري جو سبق سيکاري ٿو.

شاه صاحب سنڌين کي دنيا جي قومن اڳيان بنا ڪنهن مذهب ۽ ملت جي تميز جي آزاد ۽ ترقي يافتہ ڪري هڪجهڙي درجي تي آڻڻ گهري ٿو تہ ڊاڪٽر صاحب وري مسلم

شجاعت، عدالت وغيره جي ذريعي ہين قومن جي ليڊرشپ ڪرائڻ گهري ٿو. جڏهن هٽلر، نسل جي بنياد تي جرمني جي ہين قومن تي ليڊري؛ جو قائل هو تڏهن ڊاڪٽر صاحب وري مسلمانن (پنجابي) کي مذهبي بنياد تي امامت ڪرائڻ گهري ٿو. ڊاڪٽر صاحب جڏهن ته ”ان اڪرمڪم عندالله اتقاڪم“ کي وساري ڇڏي ٿو، انهي جي برعڪس شاه صاحب چوي ٿو ته:

”ڪانه پڇي ٿو ذات جي آيا سي اگهياه“

# فصل ستون

## شاه صاحب جا مذهبي رايا

مورک ماڻ نہ ڇجهڻا، هيڏانهن هوڏاهن ڪَن،
سي ڪيئن پرين پسن، ڪنڌ جي اکين ۾.

......

انسان ذات جي ڀلائي ۽ بهتري، درستي ۽ ترقيءَ لاءِ جي راهون ۽ رستا، طريقا ۽ تجويزون ابتدائي آفرينش کان وٺي اڄ تائين نسل انساني جي خير خواه ۽ سمجهدار مفڪرن طرفان سوچيا يا رٿيا ويا آهن انهن مان مذهب بہ هڪ مکيہ رستو يا طريقو آهي.

"واٽون ويهہ ٿيون، ڪوه ڄاڻان ڪيڏانهن ويا."

جيتوڻيڪ مذهب جو اصل مقصد ۽ مراد انساني اتحاد ۽ ترقي هو:-

تان ڪا ڪاني ڀاءِ، ونءُ نہ ۾ وصال جي،
دو بينائي دور ڪري، معرفت ملهاءِ،
سپريان جي سونهن ۾، رخنو ڪونہ رهاءِ،
اک اشهد چاءِ، تہ مسلماني ماڻئين.

پر قدرت جون ٻہ مکيہ طاقتون- خير، ۽ شر، چڱائي ۽ مٺائي. هر جڳهہ ۽ هر ڳالهہ ۾ ڪارڪن تي اثر انداز ٿينديون نظر ٿيون اچن. تنَ جي زد کان مذهب بہ خالي نہ رهيو آهي. جيڪڏهين غور سان ڏسبو نہ معلوم ٿيندو تہ هڪ طرف اگر مذهب انساني ترقيءَ ۾ ممد ۽ معاون ٿي ڪم آيو آهي، تہ ٻئي طرف انساني فطري ڪمزورين ۽ خامين ان کي ذاتي ۽ طبقاتي مفاد جي حصول لاءِ هٿيار ڪري پئي ڪتب آندو آهي.

جيڪڏهن مذهب هڪ طرف وحدت ۽ محبت انساني توڙي خدمت خلق جو ڪم ڏنو آهي تہ ٻئي طرف ان جي ناليءَ ۾ انسانن ۾ تفريق ۽ ڪلفت، ظلم ۽ استبداد، وهم پرستي ۽ جهالت کي بہ ڪافي تقويت پهتي آهي.

مذهب بذات خود مقصد ۽ مراد نہ آهي ليڪن مقصدن کي حاصل ڪرڻ ۾ نتيجن تي پهچڻ جو آلہ ۽ اوزار آهي. جنهن جي افاديت جو سارو دارو مدار انهي کي ڪم آڻيندڙن تي آهي، چاهين تہ ان کي خير لاءِ ڪم آڻين چاهين تہ شر لاءِ.

جهڙيءَ طرح بدن انساني کي تندرست ۽ توانا رکڻ، مرضن ۽ بيمارين کان اَجي ڪرڻ لاءِ حاصل ڪيل تجربن، معلومات ۽ علاجن جي مجموعي کي علم طب سڏجي ٿو ۽ ان ۾ ابتدائي آفرينش کان وٺي آب هوا، ملڪي قومي حالتن، جدا جدا وقتن ۽ زمانن جي تجربن جي بناء تي مٿي ذڪر ڪيل مقصدن جي حصول لاءِ ڪيئي نظريا ۽ طريقا جهڙوڪ "ائلوپئي" هوميوپيٿي "نيچرو پٿي" "يوناني طب" ۽ آريويدڪ وغيره پيدا، ٿي چڪا آهن ايتري قدر جو هرهڪ نظريہ يا طريقا علاج ۾ بہ ڪيئي چوٽيون شاخون بنجي چڪيون آهن ۽ خود انهن شاخن اندر بہ تشخيص ۽ علاج ۾ بہ ڊاڪٽر يڪسان نتا ٿين.

اهڙيءَ طرح سان ڪائنات جي پيدائش، بقا ۽ زوال جي سبن، مقصدن ۽ مرادن جي معلومات. ماده ۽ روح جي علم، انسان

جي ترقي، خوشحالي ۽ امن جي حصول لاءِ مذهب مکيه طرح تي ڪتب آيو آهي.
طب وانگر مذهب جا نوعات ۽ تفصيلات ۾ پوڻ ڪري پنهن جي اصلي مقصدن کان دور ٿي پيو آهي. جنهن ڪري اهو به لاتعداد ڀاڱن ۽ حصن ۾ ورهائجي ويو آهي.

ڪوڙين ڪاپائين، تنهن جون لکن لک هزار،
جي سيڪنهن جيءَ سين، درسن ڌارون ڌار،
پريم تنهن جا پار، ڪنهڙا ڇئي ڪيئن جوان.

نتيجو اهو نڪتو آهي ته مقصدن ۽ طريقي ڪار جي وچ ۾ شناخت نه رهي آهي ۽ مذهب اتحاد جي بدران نفاق جو ڪارڻ بي بنيو آهي، سچ ۽ ڪوڙ، صحيح ۽ غلط گڏجي پيا آهن.
هن مضمون ۾ آءٌ حتي الامڪان اها ڳالهه واضع ڪرڻ جي ڪوشش ڪندس ته جنهن زماني ۾ شاه صاحب پيدا ٿيو ان وقت مذهب تي عام طرح ۽ اسلام تي خاص طرح ڪهڙا اثر پيل هئا، مذهب جو ڪهڙو مفهوم پئي ورتو ويو، ان کي ڪهڙن مقصدن لاءِ ڪتب پئي آندو ويو ۽ ان مان عام ماڻهن کي ڪيتري قدر فائدو ٿي پهتو. جاڪاڻ ته شاه صاحب پنهنجي ڪلام ۾ جن رايڻ جو اظهار ڪيو آهي انهن جي معنيٰ ۽ مطلب کي پوريءَ طرح سمجهڻ لاءِ ان وقت جي مذهبي حالتن ۽ حقيقتن جو علم هئڻ لازمي آهي.
شاه صاحب هڪ مذهبي گهراڻي جو فرد ۽ درويشن جي اولاد مان.

سندس تربيت جنهن طريقي تي ٿي هئي ان موجب کيس اسلام کي دين مڪمل ۽ بهترين لائح حيات ڪري ذهن نشين ڪرايو ويو هو. خدا شناسي، محبت انساني خدمت خلق انجا مکيه جزا ڪري ٻڌايا ويا هئا.

پر وڏو ٿي آس پاس جي عملي زندگي تي نظر ڪري ڏٺائين ته حقيقتون برعڪس ڏسڻ ۾ ٿي آيس ۽ پڙدل ڳالهين ۽ ڏٺل حالتن ۾ گهڻو تفاوت نظر ٿي آيس.

جه صرافن لڌيو، تــه تون پڻ لڌج سون،
قدر لهنديءَ ڪون، نيئي گڏينديءَ گڏونءَ سين.

ان وقت هن ڪي مسلمانن جي مذهبي زندگي ۾ ڪم و بيش هيٺين قسمن جون خاميون ڏسڻ ۾ آيون.

(۱) مذهب جي نالي ۾ ڳالهائيندڙ حــاڪمن، عملدارن، مولوين ۽ پيرن جي قولن ۽ فعلن ۾ گهڻو تفاوت نظر ٿي آيس. هو وڏيون ڳالهيون ڪندا هئا عمل ان جي برعڪس هون. مذهب اسلام کي ان وقت مٿي ذڪر ڪيل طبقي جي ذات ۽ طبقاتي مفاد لاءِ ڪتب پي آندو ويو. جن ڳالهين ان کي دنيائي عـمـل ۾ بين الاقوامي ۽ عالمگير شهرت ۽ حيثيت تان هيٺ ڪيرائي ان جي ترقي پسندي، مفاد، علمي، انقلابي جذبي، وسعت خيالي ۽ عوامي دلچسپي جي صفتن کي وڏو نقصان پهچايو هو.

اندر ڪوڙو ڪانءَ، ٻاهر ٻولي هنجهه جي،
اهڙو ٿلهو ٿانءَ، پڇي چو نــه پورا ڪرين.

(۲) ان وقت جي ملن ۽ پيرن ۾ بي علمي، جهل، حسد، فخر، ڪوتاهه نظري ۽ تنگ خيالي گهڻي قدر پکڙيل هئي جنهن ڪري سندن باهمي اختلافن ۽ جهيڙن ڪري مذهب اسلام انسان ذات جو اتحاد ته درڪنار پر خود مسلمانن ۾ گهر گهر نفاق ۽ نفرت جو ڪارڻ بنايو ويو هو ۽ مسلمان جدا جدا گروهن جي مجموعي جو جم غفير بنجي چڪا هئا.

وکر ڪيو وتن، پرت نــه چنن ٻاڻ ۾،
پسو پڪيڙن، مــاڻـهنئان ميٺ گــهڻو.

(۳) شاه صاحب کي محسوس ٿيڻ لڳو ته ان وقت جي گهڻن مسلمانن مان خدا شناسي محبت انساني، خدمت خلق جو مادو گهٽجي ويو هو، ۽ انجي عيوض شرڪ ۽ جهل، خودي ۽ خود مطلبي، ڪلفت ۽ نفرت سستي ۽ ڪاهلي جاءِ گزين ٿي چڪيون هيون جنهن جو نتيجو اهو ٿي نڪتو ته جو مذهب انسان ذات کي مسڪيني، جهالت، بداخلاقي، بدامني ۽ غلاميءَ جي قعر ذلت مان ڪڍي، ان کي فرخنده حالي، صحيح سمجهه، بلند اخلاقي، امن ۽ آزاديءَ جي منزل مقصود تي پهچائڻ جو پيغام نمودار ٿيو هو سو خود چند افراد تي ذاتي ۽ طبقاتي مفاد خاطر مٿي ذڪر ڪيل امراض جي زور وٺائڻ جي ڪم بي آندو ويو.

اچو پاڻي لڙ ٿيو ڪالوريو ڪنگن،
ايندا لڄ مرن، تنهن سر مٿي هنجهڙا.

اهڙين حالتن هيٺ جڏهين مذهب اسلام پنهنجي اوائلي قوت فروغ، ۽ انقلابي خاصيت وارو اثر گهٽي قدر وڃائي چڪو هو، تڏهين مسلمانن کي سياسي، اقصادي ۽ اخلاقي زوال کان بچائڻ لاءِ ڪيترن عالمن کي مسلمانن جي جداگانه قومي نظام قائم ڪرڻ، مذهب کي چند اعتقادي اصولن ۽ ڪن مخصوص عبادتن جي محدود دائره ۾ بند ڪرڻ جي ضرورت محسوس ٿي، جهڙيءَ طرح هڪ بيمار کي شفاخانه اندر تيمارداري ۽ علاج جي ضرورت ٿئي ٿي.

اهڙي طرح هنن ملت بيضا جي حفاظت ڪرڻ جي ضرورت محسوس پئي ڪئي. ليڪن تجربي مان معلوم ٿي ٿيو ته ”مرض بڑھتا گيا جون جون دوا کی“.

شاه صاحب انهن خامين ۽ ڪوتاهين جي ڪارڻن معلوم ڪرڻ ۽ انهن جي دور ڪرڻ لاءِ صحيح حل ڳولا ڪرڻ واسطي سنڌ جي سير تي نڪتو، ۽ ورهن جي سياحت ڪرڻ بعد جن

نتيجن تي پهتو انهن جو پتو سندس ڪلاس مان پئجي سگهي ٿو.
اهو بهتر ٿيندو جيڪڏهين ناظرينن کي اسان ان وقت جي مسلمانن جي مذهبي رجحانات جي مختصر تصوير پيش ڪريون جا شاه صاحب پنهن جي سير ۽ سفر جي دوران ڏٺي هوندي ۽ ان مان شاه صاحب تي جي اثر پيا هوندا ان جو ب اندازو ٿي سگهندو.
سنڌ ۾ مسلمان ان وقت هاڻي وانگر ٻن طبقن ۾ وراهيل هئا.
هڪ هو حڪمران طبقو ۽ ٻيو هو عوام جو طبقو. پهرين طبقي ۾ ڪلهوڙا حاڪم، پير ۽ سادات، زميندار ۽ جاگيردار، ملا ۽ مولوي هئا ۽ ٻئي طبقي ۾ غريب خان بدوش ساٿهو (مارو)، هاري، مهاڻا، ڪاسبي وغيره هئا.
پهرين صاحب اقتدار طبقي جي مختلف گروهن جو مختصر احوال پيش ڪندس. ان کانپوء عوام جو ذڪر ڪيو ويندو.

## (۱) ڪلهوڙا حاڪم:

ان وقت جا حاڪم ڪلهوڙا هئا، جي ڪنهن وڏي ۽ بهادر قبيلي جا سردار ڪون هئا، سندن اقتدار ۾ اچڻ مذهب ۽ شريعت اسلام جي نالي ۾ ٿيو هو، سندن ابتدائي شهرت پير طريقت جي حيثيت ۾ ٿي.
اول ۾ جيتوڻيڪ سندن وڏن ۾ پرهيزگاري ۽ سادگي ڪٿي رهي هوندي ليڪن حڪومت ۽ ملڪيت جي فراواني سندن علمي زندگي ۽ اخلاقن کي بگاڙڻ کان سواء ن رهي هي.
ظاهري بزرگي، تصنع ۽ حڪومتي رعب جي نمائش، عياش زندگي گذارڻ سندن طبيعت جا جزا ٿي پيا هئا. پنهنجي طاقت، حڪومت ۽ مذهبي اثر قائم رکڻ واسطي هر طرح جي منصوبن، دغابازين، خونريزين، بزرگن ۽ درويشن کي تنگ ڪرڻ، ويندي قتل ڪرائڻ کان ب دريغ ن ٿي ڪيائون. سندن سارو توجه

عوام جي ڀلي ۽ ترقي، ملڪ جي سڌاري ۽ واڌاري جي عيوض پنهنجي حڪومت ۽ ملڪيت وڌائڻ، بزرگي قائم رکڻ تي صرف ٿيڻ لڳو. مذهب کي انهي ڳالهين جي حصول لاءِ استعمال ڪرڻ شروع ڪيائون. جهڙي طرح پاڪستان ۾ موجوده صاحب اقتدار طبقو پنهنجي طبقاتي اغراض ۽ مقاصد حاصل ڪرڻ ۽ اقتدار قائم رکڻ لاءِ باوجود انهي ڳالهه جي نه ته وٽن صحيح اسلام جو تصور موجود آهي ۽ نه سندن عمل اسلامي آهن ته به مذهب جو نالو وٺي اسلامي حڪومت، مسلماني اتحاد ۽ غلبہ اسلام جا راڳ ڳائي هر طرح جا برا ڪم ڪري رهيو آهي ۽ هر آزاد خيال ۽ سندن نقط چين کي اسلام پاڪستان مسلمانن جو دشمن سڏي ختم ڪرڻ گهري ٿو ۽ انهيءَ پاليسي کي سرانجام ڏيڻ لاءِ پنهنجي طرفدار گروه کي مسلمانن جي جماعت (مسلم ليگ) سڏي ٿو ۽ ٻي ڪنهن به جماعت، گروه، خيال يا نظريي کي زنده رهڻ نٿو ڏئي بعينہ ساڳي حالت ڪلهوڙن جي هئي.

موجوده حاڪم جيڪڏهين پنهنجي سموريءَ پاليسيءَ جو بنياد علامہ اقبال جي ٻڌل اسلامزم جي تعليم تي رکن ٿا ته ڪلهوڙا وري سيد محمد ميران جونپوري جي مهدويت واري نظريي تي رکندڙ هئا. تفاوت صرف مختلف زماني، حالتن، طريقي ڪار جو هو. ليڪن ٻنهين نظرين جي پويان ساڳيو روح ڪم ڪندڙ آهي اگر هن وقت "ليگيت" جو دور دوره آهي ته ان وقت "ميانواليت" مشهور هئي.

## (۲) پير طريقت ۽ سادات:

هي طبقو اهل طريقت جي اولاد مان هو. اگرچ انهن جي وڏن پنهنجي قول ۽ فعل جي بلندي ذريعي عوام جي اخلاقي حالت سڌارڻ، ماڻهن ۾ رواداري ۽ محبت پيدا ڪرڻ واسطي ڪافي گهڻتائي ڪئي هئي. ليڪن وقت جي گذرڻ ڪري جيئن پين مذهبي ادارن ۾ تنزل جا آثار نمايان ٿيڻ لڳا، تئن

هنن بزرگن جا پويان ۾ انهي لهر ۾ لڙهي ويا. ان وقت جي درگاهن جا اڪثر سجاده نشين پنهنجي ملڪيتن وڏائڻ، عياشي جي زندگي گذارڻ، ڪتن سان سوئرن جا شڪار ڪرڻ، ذاتي اقتدار رعب ۽ اثر وڌائڻ جي درپي هئا ته ڪي وري نسلي امتيازن تان پاڻ ۾ لڙڻ ۾ مشغول هئا. شريعت يا طريقت جي ڳالهين سان سندن ڪو گهٽ واسطو ڪونه هو. منجهائن گهڻن جو مشغلو پنهنجي بزرگن جي مزارن ۽ مقبرن تي ميلا لڳارائي انهن تي طرح طرح بدعتي ڪمن جو رواج وجهڻ، شراب پيئڻ، جوا ڪرائڻ، چڪلن کلڻ جي اجازت ڏيڻ، راڳ ۽ ناچ جون محفلون گرم ڪرڻ، پاڻ کي محفلن ۾ ماڻهن جي ڪلهن تي کڻائي هلڻ، وڏي ٺاٺ سان مريدن وٽ وڃي مڪڙن وانگي انهن جي ملڪيت تباهه ڪرڻ، فيض پهچائڻ کان سواءِ الهيون بيعتون مريدن کان وٺڻ، وارن حون چڳون ڪترڻ، ڌاڳا وٽي ڏيڻ، ڳانا ٻڌڻ، خاص قسم جو لباس چند مريدن کي پهرائي انهن کي خلافت جا لقب ڏيڻ، ماڻهن کان پيرن تي هٿ رکائڻ، ۽ هٿن کي چميون ڏيارڻ، ڪانين ڪرامتن جي ڊپ سان جاهلن کي ڊيڄاري مطيع ڪري ڏن ۽ نذرانا وٺڻ، ئي پيو هو.

### (۳) زميندار ۽ جاگيردار:

انهيءَ طبقي ۾ قبيلن ۽ پاڙن جا سردار ۽ وڏيرا، ارباب ۽ چام وقت جي حاڪمن جا عزيز يا منظورِنظر اچي ٿي ويا.

انهيءَ طبقي جي ماڻهن کي زمين ۽ ٻي جائداد جي ذريعي جا طاقت ۽ ملڪيت هٿ آيل هئي. اهو باهمي جهيڙن، ذاتي اقتدار ۽ اثر وڌائڻ، عوام کي محڪوم رکڻ، شخصي عياشين، نشن، راڳن، ناچن، شڪارن، ملاکڙن، ڪڪڙن، گهوڙن ۽ تترن کي ويڙهائڻ، دعوتن ۽ ضيافتن تي خرچ ڪرڻ ۾ صاف ڪندا هئا. سندن مذهبي مشغلو پيرن کي نذرانا ڏيڻ ۽ دعوتون ڪارائڻ.

مسجدون اڏرائڻ، مسجدن ۾ قرآن وڻي رکڻ، پيرن ۽ فقيرن جي قبن ۽ مقبرن جي اڏرائڻ ۽ سينگارڻ تي خرچ ڪرڻ، ملن ۽ مولوين جي پرورش ڪرڻ، يارهين، عرس، عاشوره، عيد جي موقعن تي پنهنجي نام ناموس وڌائڻ خاطر ماڻهن کي دعوتن تي سڏي طرح طرح جا طعام کارائڻ تي محدود هئا.

## (۴) ملا ۽ مولوي:

انهن مان گهڻا پڙهيل ۽ ڪي تحميل ٿيل مولوي هئا. سندن مذهبي مشغلا هيٺيان هئا. مسجدن ۾ بانگون ڏيڻ، نماز روح پڙهائڻ، مئلن کي ختما ڏيڻ، مينن کي غسل ڏيارڻ، نڪاح پڙهڻ، خيرات ۽ ختمن جون دعوتون کائڻ، پاڻ ۾ مذهب جي فروعاتي ڳالهين تان بحث مباحثو ڪرڻ، مخالفن تي ڪفر ۽ الحاد جون فتوائون ڪڍڻ ۽ نيڪاليون جاري ڪرڻ، مذهب جي اعليٰ اصولن کي نه سمجهي يا ڄاڻي واڻي وساري فروعاتي ڳالهين کي خاص اهميت ڏيڻ، اصولي ۽ بنيادي مسئلن کان بي التفاتي ڏيکارڻ، حاڪمن ۽ وڏن ماڻهن جي سهوليت خاطر مذهب کي مروڙي سروڙي ان ۾ ڦيرون گهيريون ڪرڻ، ظاهر داريءَ کي اندر جي اجارڻ تي ترجيع ڏيڻ، بنا مطلب ۽ معنيٰ سمجهڻ جي قرآن ۽ ڪتاب پڙهڻ، روزا رکڻ تي زور ڏيڻ ليڪن حلال جي ڪمائيءَ تي گذر ڪرڻ جي پرواه نه ڪرڻ، ظاهري پاڪيزگي کي اخلاقي پرهيزگاريءَ کان وڌيڪ سمجهڻ، عوام ۾ محبت پکيڙڻ بدران نفاق جي ٻاهر ٻارڻ، اسلام کي رسم، رواجن، چند عبادتن ۽ اعتقادن جي مجموعي ۾ محدود ڪرڻ، رشوتون وٺي غلط فتوائون ڏيڻ، چلم ۽ حقي جي منع ڪرڻ، ناس کي جائز ٺهرائڻ، دهل وڄائڻ يا نه وڄائڻ کي جائز ۽ ناجائز ٺهرائي ماڻهن ۾ ڏڦيڙ وجهڻ، راڳ چوڻ يا ٻڌڻ کي غير شرع ٺهرائڻ سرود وڄائڻ يا ٻڌڻ کي گناه سڏڻ، ڏکي سڻڻ ٻانڻ

کي ناجائز قرار ڏيڻ، وار وڏا يا ننڍا ر ڍائڻ لاءِ جدا جدا رايا ڏيڻ، ڏاڙهي مٺ جيڏي يا خسخسي ڇڏائڻ تي بحث ڪري ڪاغذ ڪارا ڪرڻ، وارن کي رنگ ڏيڻ ڪارو يا ڳاڙهو ڪرڻ جي سوال تي سخت اختلاف رکڻ، مڇون ڪترائڻ يا ڊگهيون رکڻ تي سني ۽ شيعه ٿي پوڻ تي زور ڏيڻ، عاشورن ۾ ماتم ڪرڻ يا نه ڪرڻ، نماز ۾ هٿ ٻڌڻ يا ڇوڙڻ ۽ جي ٻڌڻ ته دن ڪان هيٺ يا مٿي تي وڏا مباحثا ڪرڻ، تيرهن سو ورهيه اڳي گذريل سياسي اختلافات جهڙوڪ خلافت جي حقدار هئڻ واري مسئلي تي ايتري قدر تڪرار ڪرڻ جو فساد ۽ جهڳڙا پيدا ٿي پون، سيدن کي ذات سڏڻ يا نور جي پيدائش سڏڻ تي جهيڙا ڪرڻ سجده تعظيمي جي جائز ۽ ناجائز هئڻ بابت لنبيون لنبيون اختلافي فتوائون ڏيڻ، مخالفن کي خارجي، رافضي، وهابي، ملحد، مشرڪ ۽ ڪافرجي لقبن سان مخاطب ڪرڻ، شيعه، سني، مالڪي، شافعي، اهل حديث مقلد ۽ غير مقلد جي تفاوتن ۽ فرقن ۾ ملت کي تقسيم ڪرڻ، پير پرستي ۽ قبر پرستي ڪرڻ، تعويذن، پليتن ڦيڻن ۽ ڇنڊن ۾ اعتقاد رکڻ، ڪارن ڪڪڙن ۽ گهٽن جو ڇوراهن تي اڇلارائڻ، ميت جي ٽيجهي، ستين ڏينهن، يارهين ۽ ايڪيهين، چاليهن ڏينهن ۽ ٻارهين مهيني قرآن جا ختما بخش ڪري طرح طرح جا طعام انجي عزيزن وٽان کائڻ، هڪ کان وڌيڪ چئن تائين شادين کي سنت نبوي سڏي عياشيءَ جي زندگي گذارڻ، ٻانهن ۽ ٻانهين جو جواز ثابت ڪرڻ، بادشاهيون، جاگيرداريون ۽ زميندارين کي جائز ٺهرائي انهن جي طرفداري ڪرڻ، سندن زندگيءَ جا ادنيٰ ڪرشما هئا.

مختصر ته صاحب اقتدار طبقي جي ماڻهن جو اهو حال هو وري جيڪڏهين ان وقت جي عوام جي مذهبي مفهوم ۽ اعتقادات تي نظر ڀوڙائبي ته ڪم و بيش هيٺين نموني سندن حالت ڏسڻ ۾ ايندي.

### (۱) جهالت:

سنڌ هندوستان جي هڪ گوشي ۾ هئي ۽ منجهس آمدرفت لاءِ سٺا رستا نہ هئا، اتي جي رهاڪن جو گهڻو حصو خانہ بدوش زندگي گذاريندو هو، شهري زندگي ڇڙي هئي، وبتر حڪومت طرفان تعليم لاءِ ڪو خاطر خواه انتظام نہ هئڻ ڪري سنڌ جا عوام اڪثري علم کان بي بهره، ملڪ کان ٻاهر جي اثرن کان پري ۽ جهالت ۾ ورڪوڙيل هئا. سواءِ ڪن مکيہ شهرن جي باقي جڳهن تي ڪي نيم خوانده ملا صرف قرآن شريف معنيٰ کان سواءِ پڙهائيندا هئا ۽ ڪي ٿوري پارسي بہ پڙهائي وٺندي هئي. هزار تي هڪ مائهو بہ لکي پڙهي سگهڻ وارو مشڪل ملي سگهندو هو.

اگرچہ ڪلهوڙا سنڌي خاندان جا هئا ليڪن مٿن ٻاهرين جي اثرا ڏاڍ پوئلڳي ڪرڻ جي عادت وڌيڪ ٿيل هئي. مذهبي خيالن ۾ سيد محمد ميران جونپوري جي مهدوي طريقي جا پوئلڳ هئا جو طريقو اج ڪلهہ جي پڻ اسلامزم جا جزا پاڻ ۾ رکندڙ هو. شريعتي ڳالهين ۾ هو قدامت پسند، ڪٽر ۽ تنگ خيال مولوين جا همدرد ۽ پوئلڳ هئا. سندن سياست ڪم و بيش اورنگزيبي طريقي تي هلندڙ هئي. انهيءَ ڏس ۾ ايتري قدر قائل هئا جو سندن درباري زبان بہ سنڌيءَ جي عيوض مغلن جو پوئلڳي ۾ پارسي هئي، پنهنجي سنڌي زبان جي جيارڻ لاءِ ڪجهہ نہ ڪيائون. اگرچ ان وقت ڏاري سنڌي زبان ۾ شعر ۾ شاعري رستي زبان کي جيئارڻ لاءِ تحرڪ پيدا ٿي چڪو هو. پارسي زبان صرف چند مٿين طبقي جي ماڻهن جي زبان ٿي ڪتب ٿي آئي، جنهن ۾ چند درسي ڪتابن کانسواءِ تاريخ، تصوف، فلسفي وغيره تي ڪتاب عام پڙهيلن وٽ ڪو ورلي پهچي ٿي سگهيو. ڇاپي جو دستور سنڌ ۾ ڪونہ پيو هو. ڪتاب ماڻهن وٽ گهٽ ڪري قلمي ڪم ايندا هئا. جنهن ڪري ڪتابن جي اڪثري قلت هوندي هئي. انهي وقت تائين دنيا ۾ ظاهر ٿيل عملن تي سنڌي ڪتاب قريبا ناياب هئا.

مذهب جي واقفيت عام طرح چند عبادات، فقهي اعتقادات، رسوم ۽ زهد جي طريقن تائين محدود هئي. مذهب کي هڪ طرف ملن ۽ مولوين جي بحث مباحثن ۽ طبع آزمائين جو پليٽ فارم بنايو ويو هو، ته ٻئي طرف پير صاحبان کي ان ذاتي طاقت ۽ اقتدار وڌائڻ جو ذريعو ڪري ٿي ڪتب آندو، تنهن ڪري عوام اڻ ڄاڻائيءَ جي اونهائيءَ ۾ پيل هئا جنهن جو لازمي نتيجو وهم پرستيءَ جي ڦندي ۾ ڦاسڻ ۾ ٿي نڪتو.

## (۲) وهم پرستي:

انهيءَ وقت ڏاري عام ماڻهن جي وهم پرستيءَ جي اها حالت هئي جو منجهن اڪثر ۾ جنن، ڀوتن، جادوءَ ٽڻي جو خوف ويهي ويل هو. جيڪڏهين ڪو بيمار ٿي پوندو هو ته ان کي اڪثر جن يا پريءَ جو آسيب يا لڳت ڪري تصور ڪيو ويندو هو ۽ انهيءَ جي راضي ڪرڻ يا ڪڍائڻ لاءِ ڪوششون ڪيون وينديون هيون. ڪن پيرن، فقيرن ۽ ملن کي انهيءَ ڪم ۾ مشق ٿي ويئي هئي جن وٽ پري پري کان ماڻهو ڪهي اچي گنڊو، ڦيڻو تعويذ، ڌاڳو، پليتو ڪرائيندا هئا. ڪامڻ ٽڻ، ويس منٽ جادو جو به خوف عوام ۾ ويٺل هو، جنهن کي ڪڍڻ لاءِ پوٿيا، پڙهيا پنڊت ڪم ڏيندا هئا. پيرن جا پڙ ۽ شاد مانا ٻارڻ، وڻن ۾ بانبٽيون ٻڌڻ، تڙن تي ڏيا ٻارڻ، ڪن جاين، مقامن، مسائن، وڻن (ڪرڙ ڪنڊن، نمن، ٻيرن، پپرن) کي اڳرو ڪري ليکڻ جو عام دستور هوندو هو. جانورن جي قرباني ڪرڻ، ڪڪڙ، گيتا، ٻڪر گهوري ٻاهر ڦٽا ڪرڻ، قبرن، مقبرن، ساون وڻن، درياءَ پير (خواجه خضر) کي ڪرامت يا شفا جي صفتن سان موصوف سمجهي اتي باسون باسڻ جو عام رواج هو.

انهيءَ وقت ڏاري هڪ جنائي فقيرن جو ٽولو هوندو هو جو ۾ (جن مان اڄان تائين ڪي جبلن طرف هليا اچن) جي سرندا

دنبورا وڄائي سرود سان ماڻهن کي ڏمالون ڪرائي جنن کي
ريجھائي رام ڪندا وتندا هئا. اهڙي طرح مذهب جي تعليم تي
وهم پرستي ڇانئجي ويل هئي، جو ملن ۽ پيرن کي عوام تي
قبضي ڪرڻ ۽ اثر وهارڻ ۾ ڪا ڏکيائي ڪانه ٿي ٿي. ان جا
حاڪم ڪلهوڙا پڻ عام ماڻهن جي پيرپرستيءَ جو فائدو وٺي حڪمران
ٿي وينا هئا.

### (۳) خوف:

جڏهين عوام جون ذهنيون جهالت ۽ وهم پرستيءَ سان پريل
هونديون آهن ته انهي ڪري خوف جو ماحول پيدا ٿيندو آهي،
تڏهين چالاڪ ۽ هوشيار ماڻهو اهڙين حالتن جو ناجائز فائدو
وٺي متن قابض ۽ حڪمران ٿيڻ جي ڪوشش ڪن ٿا. تنهنڪري
ماڻهو ٻن طبقن ۾ ورهائجن ٿا هڪڙا صاحب اقتدار طبقي جا ٿين
ٿا ۽ ٻيا غريب ۽ محڪوم. پهرين طبقي جا ماڻهو عوام کي
جهالت وهم پرستي ۽ محڪوميءَ سان ڪيڏڻ جي عيوض انهن کي
شخصي ۽ طبقاتي غرضن لاءِ استعمال ڪري هميشه کين محڪوم
۽ مسڪين رکڻ جي ڪوشش ڪن ٿا. دنيا جي تواريخ شاهد
آهي ته مذهب کي ڪيئن نه انهيءَ طبقي پنهنجو اوزار ڪري
پئي ڪتب آندو آهي. سنڌ به انهيءَ عام قاعدن کان مستثنيٰ
نه رهي آهي. هندن ۾ برهمڻ ۽ اوچ ذات وارن جا شودرن ۽
گهٽ ذات وارن متان مظالم، يهودي مذهب جي اڳواڻن جون
سنڌن مخالفن سان تڪليفون، پراٽسنٽ ۽ رومن ڪيٿلڪ جا
جهڳڙا ۽ "انڪيوزيشن" وارن جا وحشياني فيصلا انهيءَ مسئلي
تي ڪافي روشني وجهن ٿا. هر ملڪ ۾ مڪاني حالتن، ماڻهن
جي طبيعتن وغيره جي بناءَ تي، چالاڪ ۽ هوشيار ماڻهن عوام
جي وهم پرستي، جهالت ۽ خوف جو ناجائز فائدو وٺي مذهب
کي جدا جدا نمونن ۽ طريقن سان پنهنجي مفاد لاءِ پئي ڪتب
آندو آهي، تنهن کان انڪار ٿي نٿو سگهجي. جيڪڏهين انسان

مسلمانن جي تواريخ تي نظر ڊوڙائيندا سون ته اتي به اهو دستور عام نظر ايندو.

مذهب اسلام اگرچ انسانن ۾ مساوات، اخوت ۽ آزادي پيدا ڪرڻ لاءِ وجود ۾ آيو ليڪن فطرت انساني جي ڪمزوري انجي مڃيندڙن کي به انهي اعليٰ اصولن جي پيروي کان بدلائي ڇڏيو ۽ انهن ۾ نسلي ۽ طبقاتي امتياز پيدا ٿي پيا ۽ مسلمان حاڪم ۽ محڪوم، شاهوڪار ۽ غريب، جاهل ۽ عالم، ڏاڍي ۽ هيٺي جي گروهن ۾ ورهاڃي ويا، اتحاد جي جڳهه تي نفاق پيدا ٿيو ۽ محبت جي جاءِ نفرت والاري.

اهو دنيا جو دستور آهي ته قومن جي تنزل سان سندن مذهبي اعتقاد ۽ خيالات ۾ فتور پيدا ٿي ويندو آهي. فطري ڪمزوري هر موقعي ۽ محل تي پنهنجو ڪم ڪندي رهي ٿي پيغمبر خدا حضرت محمد صلعم عرب جي ماڻهن کي اسلام جي روشنيءَ سان نوازيو ۽ گمنامي جي زندگيءَ مان ڪڍي ترقي ۽ اوج جي راهه تي آندو، ان وفات ڪئي ته اڪثر اصحاب ۽ مسلمان خلافت جي فيصلن، جنهن ۾ حڪومت ۽ اقتدار سمايل هئا، ۾ اهڙو مشغول ٿي ويا جو سندن لاش مبارڪ ڪجهه وقت بنا دفن ڪئي پيو رهيو ۽ آخر چند ماڻهن انهي کي دفنايو. سندس چئن يارن مان ٿي خليفا جن کي خلفائي راشدين جي نالي سان سڏيو وڃي ٿو انهيءَ مذهب جي پوئلڳن هٿان مذهبي اختلافن ڪري شهيد ٿيا. رسول جي ڏهٽن مان امام حسن عليه کي زهر ڏيئي شهيد ڪرائڻ، امام حسين عليه کي سختيون ڏيئي، عزيز اقربن سميت ميدان ڪربلا ۾ شهيد ڪري، سر نيزي تي چاڙهي گهمائڻ، بني اميه، بني عباس حاڪمن جون امامن، بزرگان دين هٿان سختيون ۽ ظلم ڪرڻ ۽ هڪ ٻئي ۾ لڙڻ مسلمانن جو بي انتها خون هارڻ جا فعل ڪنهن کان مخفي ۽ ڳجها نه هئا. منصور کي ... ڪرائڻ، شمس تبريز جي کل لهرائڻ، سر ... کي ...

شاه عنايت جو قتل، بلاول رحمته جو گهاڻي ۾ پيڙجڻ اسلامي تواريخ جي لاتعداد مثالن مان چند مثال آهن جن مان پتو پئجي سگهندو ته سياسي ۽ ذاتي مقصدن حاصل ڪرڻ خاطر مذهب کي ڪيئن نه اوزار ڪري ڪتب پي آندو ويو هو. دين مڪمل جي پيروڻ جا اهي حال وڃي ٿيا ته اسلامي اصول ۽ روايات کي ختم ڪري خلافت تي زوري قبضي ڪندڙ يزيد طرف اصحاب، عالم، حافظ ۽ مسلمانن جي ڪثرت ٿي ٿي ته رسول جي ڏهتي اسلامي اصولن جي علمبردار، صابر، شاڪر، زور ۽ زبردستي اڳيان سر نه نوائيندڙ امام حسين عليه السلام جي طرف سندس ڪٽنب سميت چند ماڻهو وڃي رهڻ ٿا.

در حقيقت دنيا ۾ گهڻو ڪري جاهل ۽ وهم پرستن جي ڪثرت پي رهي آهي انهي عام دستور کان ڪنهن به مذهب جا مڃيندڙ مستثنيٰ نه آهن حقيقي اسلام اگرچ بهترين اصولن ۽ زرين تعليمات جو حامل آهي ليڪن جيڪڏهين تواريخ تي نظر ڪبي ته پتو پئجي ويندو ته ابتدا کان وٺي سموري وقت ۾ نه ڪثرت تعداد مسلمانن کي انجو صحيح مفهوم ۽ مطلب سمجهه ۾ آيو آهي نه مٿس عمل ڪيو اٿن بلڪ هر وقت ۽ زماني ۾ چالاڪ ۽ خود مطلب ماڻهن انهيءَ جي نالي ۾ پنهنجا مقصد مرادون پوريون ڪرڻ لاءِ عوام کي پئي ڌوڪا ڏنا آهن.

شاه صاحب جي زماني ۾ به اهڙوڪي حالتن وانگر اورنگزيبي متعصب ۽ تنگ نظر سياست جا آثار اڃان باقي هئا. سنڌ جا حاڪم ڪلهوڙا انهي نقش قدم تي هلي ماڻهن جي سادگي ۽ جهالت جو فائدو وٺي مذهب جي نالي ۾ پنهنجو اقتدار قائم رکندا آيا. هنن جي طرفدارن ملن ۽ پيرن جو هڪ طائف پيدا ٿي ويو هو جو ساڳي پاليسي کي هلائيندو ٿي رهيو.

ڏسڻ ۾ اچي ٿو ته انهن حقيقتن کي معلوم ڪري شاه صاحب جي دل کي تسڪين نه حاصل ٿي آهي جنهن ڪري هيٺين قسم جا بيت چيا اٿس:-

ويا سي وڻجهار، هيرو لعل ۽ ٻڌين جي،
تنين سندا پوپاڻ، سيئي لهن نه سار،
ڪئين ڪٽ لهار، تنين سندي پيٽئين.

......

اڄ نه اوطاقن ۾، طالب تنوارين،
آديسي اٿي ويا، ٻڙهيون مون مارين،
جي جيءَ کي جيارين، سي لاهوتي لڏي ويا.

......

پڙهيو تا پڙهن ڪڙهن ڪين قلوب ۾،
ٻاٽان ڏوهه چڙهن جيئن ورق وارين وترا.

......

سا سٽ نه سارين، الف جنهن جي اڳ ۾،
ناحق نهارين، پنا پڙهڻ پرين لاءِ.

هن حق کي پروڙڻ لاءِ جر ۽ جبل جهاڳيا، درويشن ۽ بزرگن جون ملاقاتون ڪيون. قدرت جا نظارا ڏٺا، تن کي تسيا ڏنا، اندر اجارڻ، پاڻ مارڻ ۽ سڃاڻڻ جي ڪوشش ڪئي. سندس ذڪر جڙ هيٺين سوالن جي جوابن ڳولڻ ۾ رڌل رهيو ته:-

(١) اسلام باوجود مڪمل ۽ آخري مذهب هئڻ جي چو ٠ نه پنهنجي پيروي کي خاص طرح انسان ذات جي عام طرح اتحاد ۽ ترقي لاءِ رهبري ڪري سگهيو آهي ۽ انجا ڪهڙا ڪارڻ هئا.

## اسلام دين مڪمل:

دين اسلام مڪمل ۽ آخري پيغام هو ان ۾ ڪنهن کي اهل طريقت جي تربيت ۽ تعليم هيٺ پلجڻ ڪري ڪوبه شڪ نه هو.

ليڪن ان جو ڪمال هيٺين ڳالهين ۾ سمايل هو:-

(۱) ان جي وسيلي دنيا تي اهو راز معلوم ٿيو ته زماني جي ابتدا کان وٺي خدا شناسي، اتحاد ۽ ترقي انسان جي لاءِ هڪ "قانون فطرت" ڪم ڪندو پي رهيو آهي، جنهن جي سمجهاڻي جدا جدا زمانن، حالتن انساني ضرورتن ۽ سمجهه مطابق مختلف زبانن، ادائن ۽ نمونن ۾ برگزيده اشخاص پي ڏني آهي ليڪن انهيءَ جو بنيادي مقصد ۽ مراد ساڳيوئي هو. "اسلام" ان قانون فطرت جو پيو نالو آهي.

(۲) اسلامي تعليم ذريعي اهو به ظاهر ٿيو ته هر ملڪ زماني ۽ قوم ۾ ان قانون فطرت جا شارح وحدت انساني لاءِ محبت ۽ ترقيءَ جو پيغام وٺي جنهن صورت ۾ آيا انهن سڀني جي تعليم جو مقصد ساڳيو هو تنهن ڪري سندن تعليمات ۾ فرق ڪرڻ يعني انهن کي هڪ ٻئي جي متضاد ۽ مخالف سمجهڻ ٺيڪ نه نه هو. اهي سڀئي قانون فطرت جا پيغامبر ڪري وسهڻ اسلامي اصولن جو بنيادي جزو هو.

(۳) جهڙيءَ طرح سج جي روشني يا هوا، چند ماڻهن، قومن ۽ ملڪن جي ملڪيت ٿي نٿي سگهي بلڪ ان کي ڪن سان مخصوص ۽ محدود ڪرڻ مفاد انساني لاءِ نقصانڪار آهي. اهڙي طرح اسلام (قانون فطرت) کي ڪنهن گروه جو ورثو يا ملڪيت بنائڻ يا چند ماڻهن تائين محدود ڪرڻ منشاء فطرت ۽ اسلامي اصولن جي خلاف آهي.

ليڪن ان وقت شاه صاحب کي حالتن مطابق جنهن مروج اسلام جو نقشو نظر جي سامهون آيو تنهن ۾ ڪيس مٿي ذڪر ڪيل لياقتون ۽ خاصيتون عدم موجود ڏسڻ ۾ آئيون نه انجي ذريعي خدا شناسي ٿي سگهي ٿي ۽ نه انساني اتحاد ۽ ترقيءَ لاءِ ڪو خاطرخواه نتيجو ٿي نڪتو. انجا مڃيندڙ هر انسان کي محبت ۽ خدمت خلق ذريعي پاڻ ڏي ڇڪي نٿي سگهيا، بلڪ خود سندن قومي شيرازو پرزه پرزه ٿي چڪو هو.

جيڪڏهين ناظرين انهي ساري خامين لاءِ سبب ڳولڻ جي ڪوشش ڪندا ته ڪين هيئيان مکيه ڪارڻ معلوم ٿي سگهندا.

(۱) مذهب ۽ سياست جو گڏجڻ.

(۲) دين کي منظم ڪري مسلمانن جي روزانه زندگيءَ جي هر معاملي تي قانون شريعت کي زوريءَ مسلط ڪرڻ.

(۳) اسلام جي بنيادي اصولن کي وساري ان کي چند اعتقادات ۽ عبادت جي دائري ۾ محدود ڪري ڇڏڻ.

## (۱) مذهب ۽ سياست جي گڏڻ جا نقصان:

جنهن اخلاق جو محرڪ جذبو مذهب کان حاصل ٿيل هجي تنهن جو ملڪ جي سياست مٿان اثر ۽ ضابطو هجڻ اصولي نقطه نگاه کان صحيح آهي. ڇاڪاڻ ته، جيڪڏهين ملڪي معاملات کي اخلاق جي اثر ۽ ضابطي کان آزاد رکيو ته خود مطلب ۽ حريص ماڻهو ۽ طبقا مفاد انساني جي خيال کي بالائي طاق رکي سياست کي پنهنجي ذاتي ۽ طبقاتي مفاد لاءِ ڪتب آڻيندا ۽ عام ماڻهو محڪوم ۽ مظلوم رهندا ايندا. تنهن ڪري سياست ملڪ کي اخلاقي اصولن مطابق هلائڻ نهايت ضروري آهي. اهيئي ڳالهيون مذهب جو نچوڙ آهن ۽ مذهب جي سياست تي اثر ۽ ضابطي جي معنيٰ ۽ مطلب ۾ اهي ئي راز سمايل آهن.

ملڪن ۽ قومن جي ترقيءَ ۽ واڌاري جي راه ۾ خودمطلبي ۽ استعمال غرضي وڏيون رنڊڪون آهن، هر شهري عام طرح ۽ هر پبلڪ ورڪر کي خاص طرح پوءِ اهو سياسي ليڊر هجي يا حڪومت جي ڪاروباري مشين جو تنخواه دار خادم، اخلاق جي رسي هٿ مان نه ڇڏڻ کهرجي. جيڪڏهن قومي ڪارڪن وزارت ۽ اسيمبلين ۾، جج فيصلن ڪرڻ ۾، پوليس عملدار بجاءِ ڪرڻ ۾ صحيح طريقي تي نه هلندا ۽ منجهن خود غرضي ريا، غرور،

رشوت، شرابخوري ۽ عياشي پيدا هونديون ته ملڪ جو ڪاروبار خراب، نظام بگڙيل، حالتون فساد وارون هونديون ۽ ازانسواءِ ملڪ مسڪيني، جهل ۽ بداخلاقي ۾ گهيريل هوندو.

انهي ڪري ئي ملڪي معاملات هلائڻ لاءِ اصولن، پاليسي ۽ پروگرام جي صحيح ۽ نيڪ نيتي سان گڏ انهن جي سربراهيءَ لاءِ امانتدار، با اخلاق، خلق خدا جي محبت ۽ خدمت جي جذبي رکڻ وارن ڪارڪنن ۽ عملدارن جي لامحالہ ضرورت محسوس ٿئي ٿي.

سياست تي مذهب جي اثر ۽ ضابطي جو صحيح مفهوم ۽ راز اهوئي آهي. ليڪن انساني تواريخ ان امر جي شاهد آهي ته ابتدائي آفرينش کان وٺي اڄ تائين هر دور ۽ زماني ۾ ماڻهن جو ڪثير تعداد روحاني ۽ اخلاقي ترقيءَ جي ان بلند معيار تي پهچڻ کان قاصر رهيو آهي جو خود مطلبي ۽ استعمال غرضي جي خواهشن کي ڇڏي، پنهنجي شخصي ۽ طبقاتي مفاد کي عوام جي نفع لاءِ قربان ڪري وسيع النظري کان ڪم وٺي، قول ۽ فعل ۾ يڪسان ٿي سگهي. پيغمبرن، درويشن، فيلسوفن ۽ امتن جي حڪيمن جي قول ۽ فعل يڪسان هئڻ ڪري، ابتدا ۾ البت سندن تعليمات سان عوام کي فائدو پئي پهتو آهي. ليڪن جيئن سندن ذاتي اثر گهٽبو ويو تيئن ماڻهو وري پنهنجي فطري ڪمزورين ۽ خامين سبب انهن جي تعليمات کي ناجائز فائدن لاءِ ڪتب آڻڻ لڳا ۽ اهي ڳالهيون جي ڪنهن وقت باعث خير هيون سي انساني ڪمزورين جي ڪري شر جو ڪارڻ بنجي پيئون.

عوام کي سوچي سمجهي پوئلڳي ڪرڻ جي طاقت ڪانه هوندي آهي، هڪ دفعي جيڪڏهين انهن کي ڪن ڳالهين يا ڪارڪنن بابت چڱو ويساهه وٺجي ويو ته پوءِ گهڻي وقت تائين اندا ڌنڌ پوئلڳي ڪيو خوش اعتمادي سان انهن اصولن جي نالي ۾ ناجائز فائدو وٺندڙ، چالاڪ ۽ خود مطلب جي پنيان پيا هلندا

آهن. جيسين تائين ڪي ڪافي وقت گذري ۽ تجربو ڪين معلوم ڪرائي تہ ساڻن سنن ۽ سهڻن ڳالهين، دلاويز ۽ دلڪش نظارن جي دلبي ۽ دلاسي تي ڏوڪو ڪيو وڃي ٿو ۽ انهيءَ ظاهري همدردي ۽ بلند لفاظي جي آڙ ۾ ڪين قامائن لاءِ جار وڇايل آهي.

تواريخ عالم جي عام واقعن کي ڇڏي اگر صرف تواريخ اسلام جي واقعات تي نظر ڪبي تہ انهي انساني ڪمزوري جا ڪارناما اتي بہ نمايان نظر ايندا.

سياست ۾ مذهب کي گڏڻ ۽ ڪارڪنن جي قول ۽ فعل جي يڪسان نہ هئڻ ڪري مذهب کي عوام ۾ اتحاد ۽ ترقي پيدا ڪرڻ جي عيوض نفلق ۽ رجعت جو ڪارڻ بنايو ويو آهي. پيغمبر خدا صلعم جي وفاتي بعد جي اختلاف خلافت لاءِ پيدا ٿيا انهن جي اثرن کان مذهب بہ بچي نہ سگهيو.

ڪربلا جي واقعات، بني اميہ ۽ بني عباس جي سياسي اختلافن ۾ مذهب کي ڪتب آڻڻ ڪري مذهب فرق بنديءَ ۾ وراهجي ويو. شيعہ، سني، خارجي، رافضي وغيره فرقا انهن اختلافن جي ڪري پيدا ٿيا. مذهب مسلمانن ۾ اتحاد آڻڻ جي عيوض ڪمزوريءَ ۽ نفاق جو ڪارڻ ٿي پيو. اسلام جنو فرقي بندي ۾ وراهجڻ، مسلمانن جو هڪ ٻي کي ڪثرت تعداد ۾ قتل ڪرڻ، منجهين طرح طرح جي بدعات جهڙوڪ بادشاهي، زميداري، جاگيرداري عدالتي معاملن ۽ انتظامي ڳالهين جو اثرانداز ٿيڻ، نسلي ۽ طبقاتي امتيازن جي پيدا ٿي مساوات جي لٽڻ، آزاد راءِ ۽ جماعت بندي تي رڪاوٽن جي پوڻ، بيت‌المال کي چند شخصن، قبيلن يا طبقن جي ذاتي طبقاتي مفاد لاءِ ڪتب آڻڻ، حاڪم، قاضي، عالم وغيره جي چونڊ لاءِ علمي، اخلاقي، انتظامي لياقتن جي عيوض نسلي، خوشامندي، پسي وغيره جي لياقتن کي ترجيح ملڻ، وغيره اهڙا معاملا هئا جي مذهب جي نالي ۾ چالاڪ سياستدانن جي هٿان

سر زد ٿيا. حڪومت اگرچ مذهب جي نالي ۾ ٿي ڪئي ويئي ليڪن حڪمران طبقي ۾ نہ اخلاق باقي رهيل هو نہ اصول، هنن جا قول ۽ فعل هميشه جدا پئي رهيا نتيجو اهو ٿي نڪتو تہ سياست تي مذهب جو اثر ۽ ضابطو هئڻ جي عيوض خود مذهب چالاڪ سياستدانن جي اثر ۽ ضابطي هيٺ سندن خود مطلبين ۽ منصوبي سازين جي آلو ٿي پي ڪتب آيو. انهن حالتن ڪري عوام تان مذهب جو اخلاقي اثر گهٽ ٿيڻ لڳو ۽ مذهب ڪن اعتقادات ۽ عبادادت جي دائري ۾ محدود ٿي پيو ۽ دين مڪمل جو انساني ڪمزورين ڪري اهو حال ٿيو جو دنيا جي ٻين مذهبن جو ٿيو هو.

اهڙين حالتن هيٺ مذهب جي تجديد ۽ نظام جي ضرورت محسوس ٿي.

## (٣) نظام دين:

تاريخي تجربي موجب شريعت جي حڪومت ۽ ديني نظام جو لازمي نتيجو اهو نڪتو آهي تہ زندگيءَ جي هر شعبي تي مذهب جو ضابطو ۽ اثر هڪ باقاعده شرعي نظام جي ماتحت ڪرڻو پيو ٿو. جنهن جو سمورو اختيار ۽ ضابطو ملڪي حاڪمن عالمن ۽ قاضين جي هٿ ۾ رهي ٿو ان جي خلاف ۾ عوام ٿي آواز ڪونہ هوندو آهي. خدا تعاليٰ، قرآن، سنت نبوي جي تشريح جي نالي ۾ حاڪم ۽ مذهبي هٿيدار حڪومت ۽ طاقت کي پاڻ ۾ ونڊي وراهي ڪم آڻيندا آهن. اهڙا حاڪم جن جي ساري زندگي فرعونن جي نموني گذري ٿي، غريبن جي پگهر جي ڪماني تي رنگ رليون ڪرڻ، ڪوڙ، ٺڳيون، ڏوهہ، منصوبہ بازيون ۽ ظلم جن جو روزمره جو ڌنڌو ٿئي ٿو سي خود ملن ۽ قاضين کي خوش رکڻ سان "محي الدين وملت" جي لقبن سان اسلام جا علمبردار بڻجيو پون. ديندار، خدا پرست، با اخلاق عالم ۽

قاضي گوشہ نشيني جي زندگي اختيار ڪن ٿا يا جيلن جون هوائون کائين ٿا. راشي، خوشامندڙ يا، خود مطلب، جاهل مولوي ۽ قاضي انهن حاڪمن جي دوالي بندي ڪري مذهب کي مروڙي سروڙي گهر جي ڪچڙي بنائي ڪم پيا هلائين ٿا.

تواريخ اسلام اهڙن مثالن سان ڀري پيئي آهي. انهيءَ طريقي سان مذهب کي استعمال ڪرڻ جي ضرورت تڏهين پوي ٿي جڏهين ڪي ماڻهو طاقت ۽ اقتدار کي برقرار رکڻ ٿا چاهين، انهن ڳالهين جو نتيجو اهو ٿو نڪري ته، هڪ طرف مصنوعي طريقن سان صبح شام مذهب کي زور وٺائڻ جي گفتگو ٿيندي رهي ٿي ته ٻي طرف صاحب اقتدار طبقي جسي قول ۽ فعل جي يڪسان نه هئڻ جي مظاهرو ڏسي عوام تان مذهب جو اخلاقي اثر ۽ رسوخ گهٽجڻ لڳي ٿو، ڪن مذهبن جي ختم ڪرڻ جو ڪارڻ به اهوئي سبب ٿيو آهي.

ان ڳالهہ کان انڪار ڪري نٿو سگهجي ته دنيا جي هر ڪاروبار لاءِ هڪ حد تائين نظام ۽ ضابطي جي ضرورت محسوس ٿئي ٿي.

تجارت، مالي ڪاروبار، زميندار، حڪومت، سياست جي هلائڻ لاءِ نظام ۽ ضابطي جو هئڻ ضروري آهي، خود ڪائنات جو ڪاروبار به ڪنهن نہ ڪنهن ضابطي ۽ پروگرام مطابق هلي رهيو آهي اهڙيءَ طرح سان مذهبي تعليم ۽ اصولن جي پکيڙڻ لاءِ به ڪنهن حد تائين نظام جي ضرورت ٿئي ٿي.

جيڪڏهين قدرت دنيا جي ڪاروبار واسطي نظام، ضابطي، شريعت ۽ قانون کي حد تائين ضروري ٺهرايو آهي ته ان جي ارتقا ترو تازگي، خوبصورتي واسطي تبديلي ۽ انقلاب، آزادي ۽ تجديد کي به لازمي قرار ڏنو اٿس. جيتوڻيڪ وڻن، کيت، جانورن، ماڻهن ۽ نظارن جي نشو نما ڪن بنيادي قوانين فطرت مطابق ٿئي ٿي ته انهيءَ قانون جو هڪ اهو جزو به آهي ته ڪنهن

۽ شيءِ کي ساڳي نموني مقرره ميعاد کان وڌيڪ گهٽي وقت تائين رهڻ نه ڏئي چئجاڻ ته ان ڪري ان جي ردي ۽ بيڪار ٿيڻ جو امڪان آهي. ساڳيو قانون مذهبن جي شريعتن، قومن جي جماعت سازين ۽ بين پروگرامن سان لاڳو آهي. ملڪن ماڻهن ۽ زمانن جي حالات بدلجڻ ڪري هر شيءِ ۽ ڳالهه جي تجديد يا تبديل جي ضرورت محسوس ٿئي ٿي.

مذهب اسلام جيتوڻيڪ دين مڪمل جيو وڌو ٿي ۽ بين الاقوامي اتحاد ۽ ترقيءَ جا جزا رکي ٿو ليڪن سياست جي مذهب تي اثر، عالمن ۽ قاضين جي فطري ڪمزورين ۽ خامين، طبيعت انساني جي حرصن ۽ سڌن، دنياوي حالات جي تبديل، مذهبي مهندارن جي اصولن تي فروعن کي ترجيح، مقصد ۽ ذريعي جي تميز کي وسارڻ، سندس فروغ ۽ تجديد جي ماده کي کوهي ڇڏيو هو. جنهن ڪري انسان ذات کي پنهنجي هم گير آغوش ۾ آڻي ان جو اتحاد ۽ ترقي ڪري نه ٿي سگهيو. باوجود مجددن، مهديں، صالحن جي ڪوشش ۽ پرهيزگار ۽ عادل حاڪمن جي جدوجهد جي انجو وڏڻ ۽ ويجهڻ گهٽجي چڪو هو. ان کي زنده ڪرڻ جا ۽ رستا رٿيا ويا هئا، هڪڙو نظام دين ۽ شريعتي راڄ جو رستو هو پيو ان کي سياست جي اثر ۽ ضابطي مان ڇڏائي، شريعت جي تنگ دائري مان ڪڍي عوام جي اخلاقي ۽ روحاني ترقي لاءِ ڪتب آڻڻ جو رستو هو. پهرين جا سهندار عالم ۽ ملان هئا ته ٻي جا مهندار اهل طريقت ۽ صوفي هئا.

ملن جي زور ظاهر داري، عبادات، لباس، زهد ۽ فقهي فيصلن طرف گهڻو ٿيو جنهن لاءِ کين حڪومت جي مدد جي ضرورت ٿي ٿي. ٻي طرف صوفي صاحبن جي ساري تعليم جو بنياد وحدت ڪائنات محبت انساني ۽ خدمت خلق تي ٻڌل هو هنن جو زور تزڪيہ نفس، قرباني ۽ سادگيءَ جي زندگي گذارڻ تي هو. هنن جي تعليم ۾ مذهب جوجوهر سمايل هو. ۽ انهن اصولن

جي پرچار ۽ عمل لاءِ انهن کي به نظام ۽ گروه سازيءَ جي ضرورت پيئي. اهو قدرت جو قاعدو آهي ته جيڪڏهين قاعدا ۽ ضابطا ڪاروبار کي ترتيب ڏيئي. راهه کي سهل هڪ طرف بنائين ٿا ته انهن جي ڪثرت سختي ۽ عادت زندگيءَ مان اجتهاد ۽ انقلاب جا جذبا ختم ڪيو ڇڏين.

تصوف اسلام کي شريعت جي تنگ دائري مان آزاد ڪري مذهب جي روح حقيقي سان روشناس ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي ليڪن وقت جي گذرڻ ڪري ان جا ڪارڪن به ساڳي مرض جو شڪار ٿي پيا. هنن سلسلا طريقت کي فروغ ڏيڻ لاءِ پيري، مريدي، ذڪر، اشغال، ورد و ظائف جاري ڪري خانگاهن ۽ سجادن کي وجود ۾ آندو. هنن وٽ تزڪيه نفس، محبت ۽ خدمت خلق جي عيوض ظاهري تقدس ۽ بزرگي، حسد ۽ خودي، قدر نيازن تي گذر ڪرڻ، بدعتن، عياشين، دنياوي اقتدار ۽ شخصي ملڪيت گڏ ڪرڻ جاءِ ورتي. جنهن ڪري هي گروه به پنهنجي مشن ۾ ناڪامياب ٿيو. ملاءِ مولوي شريعت اسلامي کي تنگ دائري ۾ آڻي ان کي پنهنجي شخصي اقتدار ۽ دماغي طبع آزمائي جو اکاڙو بنائي چڪا هئا ته پير صاحبن وري عوام جي وهم پرستي ۽ جهالت جو فائدو وٺي تصوف کي مذاق ڪئي بنايو هو. اهڙي حالتن هيٺ اسلام چند اعتقادات ۽ عبادات جي دائره ۾ محصور ٿي پيو هو. ۽ ان جي پيرون ۾ تنگ نظري ۽ نفرت گهر ڪري ويئي هئي. منجهن سون فرقن کان به مٿي گروه پيدا ٿي پيا هئا.

هرهڪ فرقي پاڻ کي "ناجي" ۽ ٻين کي "ناري" ڪري پئي سمجهيو.

اهو حال هو اسلام جي پوئلڳن جو. ليڪن ٻين مذهبن جن کي قرآن حق تي ۽ [illegible] الاهي مطابق موڪليل ظاهر [illegible] هو انهن جي [illegible] معلوم ڪرڻ کي به گناه پئي سمجهيو.

نتيجو اهو نڪتو ته دنيا جي ٻين مذهبن جي مقابلي ۾ سنڌس پوئلڳن جو قومي وقار، اقتدار، شيرازي، علمي واقفيت، رواداري ۽ عوام ۾ مرغوبيت گهٽ ٿيڻ لڳي ۽ مسلمان دين مڪمل جي پيرون جي عيوض تن سون لڙندڙ ۽ جهڳڙندڙ فرقن جي جم غفير، فرسوده، تنگ نظر، رجعت پسند ۽ دقيانوسي خيالن جي ماڻهن جو مجموعو بنجي پيا، جن کي دنيا جي ترقي ۽ تعمير ۾ رڪاوٽ وجهندڙ ڪري ٿي سمجهيو ويو. اهي "بيمار قوم" آزادي ماڻڻ جا نا اهل ڪري ٿي سمجهيا ويا. هنن وٽ هر قسم جو آرٽ (هنر) گناهه، هر نئو ايجاد شي بدعت هئي. هو رواداري کان نا مانوس پيار ۽ محبت کان نا آشنا هئا.

هنن وٽ راڳ ۽ سرود ٻڌڻ، ڏاڙهي مڇون ڪوڙائڻ، تصويرون ڏسڻ ۽ ڪڍڻ، غير جي زبان سکڻ ۽ لباس پائڻ، سڀ گناهه جي لسٽ ۾ داخل هئا. مطلب ته مسلمانن جي دنيا کي چڻ ڪفر، الحاد ۽ گناهه لپيٽجي ويل هئا کين خير ۽ برڪت ڪنهن به طرف ڏسڻ ۾ نٿي آيا. هر سخت هوا، هر مخالف آواز، هر اختلاف ۽ هر نئين شي سان خطرو ٿي محسوس ٿيڻ اسلام کي تنگ ڪوٺڙيءَ جي شفا خاني ۾ محفوظ رکڻ کان سواءِ بچائي سگهڻ محال پئي نظر آين.

شاهه صاحب جي زماني جي مسلمانن ۽ مروج اسلام جي ڪم و بيش اها حالت هئي، هن ان کي چتائي ڏٺو درويشن سان مليو، سير ڪيائين غور ۽ فڪر بعد هيٺين نتيجن تي آيل ٿو ڏسجي.

(١) وحدت وجود.

(٢) وحدت مذاهب.

(٣) پيار مذهب جو روح آهي.

(٤) عبادت جي صحيح معني خدمت خلق آهي.

(٥) ارتقا انساني جو راز امن ۽ سلامتيءَ ۾ آهي.

(٦) صحيح تعليم پاڻ سڃاڻڻ ۾ آهي.

(٧) حصول مقصد قرباني سان حاصل ٿئي ٿو.

## (١) وحدت الوجود:

هن ڪائنات عالم ناسوت جي مختلف شين، نظارن ۽ خيالن اول ۾ حيران ڪيو ٿو ڏسجي ليڪن آخر هو هن نتيجي تي پهتو ته جملي هستيءَ جو حقيقي بنياد "هستيءِ مطلق" يا "وجودڪل" آهي. انهيءَ ذات حقيقيءَ کي ٻن نقط نگاهن سان ڏسي سگهجي ٿو. هڪ "حق" جو جملي عالم اظهار جو جوهر آهي ۽ ٻيو "خلق" يا "عالم صفات" جو ان ذات حقيقي جو مظهر آهي. اهي ٻئي شيون هڪ آهن ليڪن پڌڻ ۽ ڏسڻ ۾ ٻه پيئون معلوم ٿين.

ظاهري دنيا جون بي شمار ۽ لاتعداد شيون حادث ۽ عارضي آهن ۽ پنهنجي وجود جو مدار، قائم دائم ذات مطلق ۽ واحد تي رکن ٿيون. "هستي مطلق" ساڳي وقت هر مظهر کي پنهنجي وحدت جي احاطي ۽ تسلط ۾ رکي ٿي. "والله بکل شيءِ محيط" انهيءَ نظريي مطابق ڪائنات قديم، غير فاني ۽ دائمي آهي ڇاڪاڻ ته اها قديم، قائم ۽ دائم بالذات جو ظهور آهي.

آخرت ۾ سدائين نهندي رهي ٿي. دنيا جي پوري طرح پڄاڻي نه ٿيڻي آهي نڪا ان جي آخري حد آهي جنهن کي آخرت چئجي ٿو سا سدائين پيئي هلي. **هي دنيا ۽ ٻي دنيا صرف هر وقت ۽ هر زماني ۾ پيدائش عالم جي جدا جدا ۽ نئين نئين مظهرن جا جدا جدا نالا آهن ۽ شڪلين بدلائڻ جا مظهر آهن.** جي هڪ شڪل گم ٿئي ٿي ته اها ٻي شڪل اختيار ڪري ٿي ۽ اها تبديلي هميشه جاري آهي. هر نئين شي پراڻي شڪل جو مسلسل مظهر آهي.

شاه صاحب جا ڪي بيت سندس انهن خيالن جي ثبوت ۾ پيش ڪجن ٿا.

وحدت تان ڪثرت ٿي، ڪثرت وحدت ڪل،
حق حقيقي هيڪڙو، ٻولي ٻـــي م ڀـــل،
هو ملاحج شــل، ٻـــا لــله سندو سڄڻين.

......

سوئي هيڏاهن، سوئي هوڏاهن، سوئي من وسي،
سوئي ســـو ٻسي، تنهين سندي سوجهري.

......

ٻڙاڏو سوسڏ، ور وائي جو جي لهين،
هٿا اگهين گــڏ، پر ٻڏڻ ۾ ٻه ٿيا.

......

ڪوڙين ڪايائون، تنهن جون لکن لک هزار،
جي سپڪنهن جـــي سـين، درسن ڏارون ڏار،
پرم تنهن جا پار، ڪهڙا چئي ڪيئن چوان.

......

## (۲) وحدت مذاهب:

جهڙيءَ طرح خلقت اشياءَ ۾ ڪثرت ٿي نظر اچي اهڙيءَ طرح ابتدائي زماني کان وٺي هر ملڪ، هر قوم جي رهبري ۽ هدايت لاءِ ڪيئي پيغمبر، حڪيم، فيلسوف پيا پيدا ٿيا آهن انهن جـون سمجهاڻيـون ۽ تعليمات به جدا جدا نموني ۽ طريقي جون پيئون ڏسڻ ۾ اچن جو متاچري نگاهه ڪندڙ منجهي پوي ٿو.

صحيح ۽ غلط، حق ۽ ناحق، مفيد ۽ نقصانڪار جو نتو پرڻ به مشڪل ٿيو پوي. ڏسڻ ۾ اچي ٿـو ته شاه صاحب نے

۽ ان خيال ستابو ٿو ڏسجي. پر معلوم ائين ٿئي ٿو ته وحدت وجود جي راز معلوم ڪرڻ بعد ڪيس مذاهب جي وحدت جو پتو به پيو آهي. آخر جيڪڏهين جملي اشياءِ هستيءَ ۾ وحدت سمايل آهي ته اِنهن جي قانون فطرت يا مذاهبن ۾ اختلاف ڪيئن ٿي سگهي ٿو.

جهڙيءَ طرح شين جي شڪلين ۾ اختلاف جي باوجود انهن ۾ بنيادي وحدت موجود آهي اهڙيءَ طرح ڪيس معلوم ٿيو ته مذاهب عالم جي ظاهري ڪثرت جي پويان باطني وحدت ڇپيل آهي.

مذهبن جا بنيادي مقصد گهڻو ڪري ساڳيا آهن.

شاه صاحب جا چند بيت سندس اهڙن خيالات جي تائيد ۾ پيش ڪجن ٿا.

مئي هانيءَ سين مامري، اڃي پيو انڌن،
مناڙين هٿن سين، اکئين ڪين پسن،
في الحقيقت فيل کي، سڃا سڃاڻن،
سندي سردارن، بصيرت بينا ڪري.

......

ڏسڻ جي ڏسين، ته هم کي حق چئين،
شارڪ شڪ م نه ني، انڌا انهيءَ ڳالهه ۾.

......

ڪيو مطالع مون، هو جو ورق وصال جو،
تنهن ۾ نون هين تون، بي لات نه لحظي جيتري.

......

قرب ڪبرياءِ، ما ءِ ملاقي نه ٿئي،
پورو اي پرياءَ، صوفي جي صلح ۾.

......

## (٣) محبت (پيار) مذهب جو روح آهي:

جي مذهب اتحاد ۽ ترقيءَ انسان لاءِ راهبر آهي ته ان جي ساري تعليم جو نچوڙ جنهن بنيادي شئي تي رکيل آهي اها آهي "محبت" هي هڪ قسم جي ڪشش آهي جا ميلاپ يا وصال طرف انسان کي ڇڪي ٿي. دنيا جي ڪاروبار ۾ قدرت طرفان ۽ مکيه طاقتون ڪارڪن نظر اچن ٿيون هڪ آهي قوت جذب ٻي آهي قوت رد.

پهرين ميلاپ، محبت، وصال، اتحاد تعمير ۽ ترقي طرف ڇڪيندڙ آهي. ٻي جدائي، نفرت، فراق، نفاق تخريب ۽ تنزل ڏانهن ڀڄائي ٿي. مذهبي زبان ۾ ان کي قوائي ملڪوتي ۽ شيطاني سڏين ٿا.

روح کي ٻن درجن مان لنگهڻو پوي ٿو هڪ اعليٰ مڪان مان هيٺ لهي عالم ناسوت ۾ اچڻ جو درجو آهي ٻيو ناسوت مان وري اصل ڏي وڃڻ جو درجو آهي. پهرين کي صوفي زبان ۾ نزول ۽ ٻي کي عروج سڏين ٿا. جڏهين ماڻهو مذهب جي نفس تي غور ڪري ٿو ته ڪيس پڌرو پوي ٿو ته نزول جي رستي کي ڇڏي عروج ڏي هلڻ، شيطاني رجحانات تي قٻو ڪري ملڪوتي رجحان طرف لاڙو ڪرڻ، تخريب کي ڇڏي تعمير طرف خيال رکڻ نفرت کان پاسي ٿي محبت ۾ محو ٿيڻ ئي مذهب جو حقيقي مطلب آهي تنهن ڪري سڀ بزرگ ۽ صوفي عشق ۽ محبت کي حقيقي مذهب سمجهي ان جي سهاري ڪاما ويا. شاه صاحب به انهي راز جي رمز پروڙي آهي ۽ چوي ٿو ته:-

مون کي اکڙين، وڏا ڏوسرا لاتيا،
ته پڻ پرين بسن، ڪنان جي ڪرساڻيون.

......

ڪر ڪاريندو سيم، مانو جن پريتڻو،
جوش جلايا جي، ماري تنهن مات ڪيو.

......

حوصلو حيرت جو، آهي نه مٿي عام،
سندي محبت مام، ڪور پروڙي ڪينڪي.

......

لوڪان نجو صرف، مون مطالع سپرين،
سوئي سو حرف، پڙهيو پڙهان من ۾.

## (۴) عبادت جي صحيح معني خدمت خلق آهي:

شاه صاحب ڏٺو ته مذهب جي معني چند عبادتن جو مجموعو ورتي ويئي ٿي ۽ قرآن شريف جي آيت ته "ما خلقت الجن والانس الا ليعبدون" جي عام طرح معني نمازون، روزا، ذڪر، فڪر وغيره ڪئي ويئي ٿي نتيجو اهو ويئي نڪتو ٿي ته هرڪو ماڻهو نماز پڙهي روزا رکي انسان ذات جي خدمت جي بدران پنهنجي حود غرضيءَ ۾ محو ٿي رهيو هو.

ملا ۽ مولوي غلط فتوائون ڏئي، فساد ڪرائي، مفت جا مال کائي صرف نماز ۽ روزي کي ڪلفي ذريعي نجات سمجهي حقوق العباد کان پاڻ کي هڪ طرف آزاد سمجهي رهيا هئا ته پيران طريقت زهد، تقوي، ذڪر، فڪر ڪرڻ کي صحيح عبادت سمجهڻ لڳا هئا ۽ خلق خدا جي خدمت ڪرڻ بدران پنهنجي خدمت ڪرائڻ ۾ مشغول هئا، شاه صاحب انهي ڳالهه تي ئي غور ڪيو ته ڏٺو ته هن نتيجي تي پهتل هو ته سچي عبادت جي معني مخلوق خدا جي بنا غرض جي خدمت ڪرڻي ئي آهي.

ماڻهو هن دنيا ۾ صرف روزا نمازون پڙهڻ لاءِ پيدا ڪونه ٿيو آهي پر انهي جي زندگي جو مقصد هن دنيا ۾ سک سلامتي

آڻي، انسان کي جانوري خواهشات کان آزاد ڪري روحاني ترقي، تعمير عالم، حسن اخلاق جي صفتن سان مجسم ڪرڻ لاءِ خدمت خلق ئي آهي. جڏهين ڏٺائين ٿي ته ماڻهو ظاهري عبادت کي ئي ذريعه نجات سمجهي صرف ان طرف مشغول آهن ته ڪيس عجب ٿيو ٿي. سندس انهي قسم جي خيالن جو پتو هيٺين بيتن مان پئجي سگهي ٿو.

پڙهيو ٿا پڙهن، ڪڙهن ڪين قلوب ۾،
پاٺا ڏوهه چڙهن، جيئن ورق ورائين وترا.

......

روزا ۽ نمازون، اِي پڻ چڱو ڪم،
او ڪو بيو فهم، جنهن سان پسجي پرين کي.

......

اکر چئي هيڪڙي، ڀون جي نه ڀڄهن،
ڪوه ڪبو کي تن، سڄي مٺائي ڳالهڙي.

......

ٿهڙا چاليها نه چاليه، جهڙو پسڻ پرين جو،
کهڙو ڪاتب تون ڪرين، مٿي پنن پيه،
جي ورق وارين ويهه، ته اکر اهو ئي هيڪڙو.

......

## (٥) ارتقا انساني جو راز امن ۽ سلامتي ۾ آهي:

شاه صاحب غور ۽ فڪر بعد انهي نتيجي تي پهتل هو ته دنيا جي تعمير ۽ انسان ذات جي ترقي سواءِ امن ۽ سلامتي جي حاصل ٿي ڪين سگهندي. هو هر انهيءَ ڳالهه جي خالف هو

جنهن مان انسانن جي وچ ۾ فساد پيدا ٿيڻ جو امڪان هجي. هن اسلام کي فتح ۽ حڪمراني جو مذهب ڪري ڏٺي سمجهيو ۽ ان کي مسلمانن کي قومن جي امامت ڪرڻ جي تلقين ٿي ڪيائين. هن مولن ۾ منهن پاڻي غربت ساڻ گذارڻ جي تلقين هڪ طرف ڪئي ته ٻئي طرف صاف چيائين ته:-

هو چوئي تون ۾ چوءِ، واتان ورائي،
اڳ اڳرائي جو ڪري، خطا سو کائي.

هو سڌن کي مارڻ، طمع کي ترڪ ڪرڻ، ويرين جو واهرو ٿيڻ، گولن جي گولي ٿيڻ، ڪيني کي قتلام ڪرڻ، ڪڙ ۾ پرين پسڻ، خوديءَ کي ڪائڻ، سچ جي سين هڻڻ، تن کي تسيا ڏيڻ، لنگ ۽ لانگ ڪيڻ، من ماري مات ڪرڻ، سڀ ۾ پرين پسڻ جي تعليم ڏئي ٿو. هو دشمن يا مخالف کي حملي کان روڪڻ لاءِ هيٺين قسمن جا الفاظ ڪتب آڻي ٿو:-

ڪشي ڪان ڪمان مان، متان هڻين مون،
مون ۾ آهين تون، متان تنهن جوئي تو کي لڳي.

---

## (٦) صحيح تعليم پاڻ سڃاڻڻ ۾ آهي:

شاه صاحب کي معلوم ٿي چڪو هو ته انسان اشرف المخلوقات آهي. هن ۾ نور الاهي جو جلوو نمايان نظر ٿي آيو، هن کي انسان جي زندگيءَ جي مقصد به پروڙ هئي، هن ساري ڪائنات جي خلق کي بيڪار ۽ بنا مقصود جي پيدا ٿيل نه ٿي سمجهيو. هن کي احد ۽ احمد، جز ۽ ڪل، پڪي ۽ پچري، پنهون ۽ سسئي، فرد ۽ قوم جي تفاوتن ۽ بنيادي وحدت جو سمورو راز معلوم هو. هن نابوديءَ جي وسيلي اعليٰ ٿيڻ جو مطلب

سمجهي ورتو هو، تنهن ڪري پنهنجي ڪلام وسيلي هن جز کي ڪل ۾ فنا ڪرڻ، فرد کي قوم لاءِ قربان ٿيڻ جي تلقين ڪندي چيو آهي ته اهو درجو تڏهين حاصل ٿي سگهندو جڏهين حقيقي پاڻ سڃاڻڻ جي پروڙ ماڻهو ۾ پوندي. هن جو چوڻ آهي ته انسان جو اعليٰ درجي تي پهچڻ صحيح تعليم ذريعي ئي حاصل ٿي سگهندو ۽ صحيح تعليم جي تشريح ان ڳالهه ۾ ڪئي اٿس ته انسان پنهنجي صحيح حقيقت سڃاڻڻ جو ماهر ٿئي، ان وقت ئي سندس خوف ۽ خطرا، وهم ۽ گمان، ڪفر ۽ شرڪ، ٻيائي ۽ عبديت دور ٿي سگهندي ۽ ماڻهو ترقي ڪرڻ جو لائق ٿي سگهندو سندس هيٺيان بيت ان جي اهڙي خيالات جو ثبوت پيش ڪندا.

اسين سهڪون جن کي، سي تان اسين پاڻ،
هاڻي وچ گمان، اسان صحيح سڃاتا سپرين.

......

هيڪر هڻ چڙ، تـــہ اوڏي ٿئين عجيب کي،
"ما رايت شيئا الله ورادت الله" نيئي اجها اوڏانهين اڏ،
ته هوت توهين کـــان هڏ، پرين پاسي نه ٿئي.

......

هو پڻ ڪونهي هن ريءَ، هي نه هن هان ڌار،
"الانسان سري وانـــا سره" پـــروڙج پچار،
ڪندا ويا تنوار، عـــالم عـــارف اهـــڙي.

......

پاڻ پردو پـــاڻ کـــي، طالب سڄ تون،
نڪا هان نه هون، پـــردا سڀ پـــاسي ٿيا.

......

سو پکي سو پيچرو، سو سر سوئي هنج،
پهي جان پروڙيو، مون پانهن جو منجهه،
ڏيل جنهنجو اڏنجهه، سو ماري ٿو منجهه ٿري.

......

## (٧) مقصد جو حصول قرباني سان حاصل ٿئي ٿو:

شاه صاحب هن نتيجي تي پهتو هو ته جيڪڏهين صحيح تعليم جو راز پاڻ سڃاڻڻ ۾ ڇپيل هو ته صحيح عمل سواءِ قرباني جي پيٽا جي وسيلي حاصل ٿي نه سگهندو، هن جڏهين چوطرف نظر ٿي ڪئي ته ڏٺائين ٿي ته هر ننڍي شئي وڏيءَ ۾ سمجهائڻ لاءِ پاڻ قربان ڪري رهي آهي، هر مٽيءَ جو داڻو زمين گڏجي عالم جمادات جي ٺاهڻ ۾ مدد ڏيئي رهيو آهي اهڙيءَ طرح جمادي جزا نباتات جي عالم پيدا ڪرڻ لاءِ وقت به وقت پاڻکي قربان پيا ڪن. نباتات وري حيوانات جي زنده رهڻ لاءِ قوت جو ڪم ڏئي رهي آهي. وري جي غور ڪندا ته انهي مادن مان وري هرهڪ جزو ٻئي جي بقا لاءِ مدد ۽ معاون آهي جا معاونت قرباني کان سواءِ حاصل نٿي ٿي سگهي. اهو سلسلو ڪائنات جي هر مظهر ۾ نظر ايندو.

ماڻهو به انهي قانون فطرت کان آزاد نه آهي. پيءُ ۽ ماءُ ٻني اولاد لاءِ قرباني ڪرڻي پوي ٿي، فردن کي قبيلن لاءِ ۽ قبيلن کي قومن لاءِ ۽ قومن کي انسان ذات جي ڀلائي ۽ بهتريءَ لاءِ ڪي ذاتي قربانيون ضرور ڪرڻيون آهن. تنهن ڪري فلسفي عمل تي نظر ڪبي ته ان جو جوهر قرباني ئي ڏسڻ ۾ ايندو.

شاه صاحب جي بيان ڪيل مذهبي راين کي جيڪڏهين سان اختصار ڪري پيش ڪريون ته ان جو لب لباب هيٺين طرح ٿيندو.

ساري ڪائنات ۾ گوناگون مظهرن جي باوجود ہ بنيادي وحدت قائم آهي.

انهي بنيادي وحدت جي راز کي معلوم ڪرڻ ۽ سمائجڻ لاءِ رستو ۽ طريقو مذهب آهي.

مذهب ابتدا کان وٺي باوجود ظاهري اختلافن جي هڪ ئي آهي.

انهي مذهب جو روح يا جوهر محبت يا عشق آهي.

محبت ۽ عشق ترقيءَ انسان ۽ تعمير عالم لاءِ خدمت خلق امن ۽ سلامتي جو سبق ڏئي ٿو.

انهيءَ سبق جي پڙهڻ ۽ سمجهڻ لاءِ پاڻ سڃاڻڻ ضروري آهي.

سڃاڻڻ سواءِ صحيح عمل جي بيڪار آهي،
صحيح عمل جو راز قرباني ۾ سمايل آهي.

شاه صاحب جي اهڙن خيالات جي ثبوت ۾ سندس هيٺيان بيت پيش ڪجن ٿا:-

سوريءَ سڏ ٿيو، ڪا هلندي جيڏيون،
وڃڻ تت پيو، نالو نينهن ڳنهن جي.

......

پهرين ڪاني پاءِ، پڇج پوءِ پريتڻو،
ڏک پريان جو ڏيل ۾، واڄٽ جيئن وڄاءِ،
سيخن ماهه پچاءِ، جي نالو گيڙءَ نينهن جو.

......

پيچ پتنگن کي، سنديون ڪاڻ خبرون،
آئيو وجهن آگ ۾، جـــي پنهنجو جي،
جيري جنهين جـــي، لڳا نيزا نيهن جا.

......

سرها ڏنم ســـي، جنجي ساڃاءِ سرائين سين،
تيغ تنهن جي ڪي، ڪٽ نہ لڳي ڪڏهين.

.......

سڪڻ ۽ سوري، ٻئي اڪـــر هيڪڙي،
وهڻ واڻڙين تـــي، ڪارڻ ضـــروري،
ٻنهي جيءَ پوري، جي ڏني ريءَ نــہ جڙي.

......

گندي ۽ گراه، جن سناسين ســانڍيو،
انهن ڪان الله، اڃان اڳـاهون ٿيو.

——

# فصل اٺون

## شاهہ صاحب جي ڪلام جون خصوصيتون

شاهہ صاحب جي ڪلام جون خاص خصوصيتون هيٺيون آهن:

(١) اهو سنڌي قوميت جي جذبي سان ڀريل آهي، وطن ۽ ان جي هر شيءِ جي پريت ان جو مکيہ جزو آهن.

ساري ڪلام جون اڪثر آکاڻيون، سواءِ ڪربلا جي واقع جي سنڌي ڪتب آنديون اٿس.

(٢) سندس ڪلام ۾ ڪتب آندل ٻولي بہ سواءِ چند حوالن جي صفا چند سنڌي آهي. ايتري قدر جو ڪي لفظ جنجو رواج اڄ ڪلهہ نڪري ويو آهي سي نج سنڌي هئڻ ڪري سمجھڻ بہ ڏکيا پيا لڳن.

(٣) ٽي خاصيت شاهہ صاحب جي ڪلام ۾ اها آهي تہ اصل هندي شاعري جو تتبع ڪندي هن زال کي عاشق ۽ مرد کي معشوق بنايو آهي جو دستور پارسي ۽ عربي شاعري ۾ ڪونہ آهي.

(٤) شاهہ صاحب جي ڪلام جي اها بہ خصوصيت آهي تہ ڪلام ۾ قصا سڀ افسوسناڪ پڇاڙيءَ جا بيان ڪيا اٿس، سندس ڪلام جلد نفع ۽ وقتي ڪاميابيءَ ڏي ماڻهوءَ کي ڪونہ ٿو ڇڪي عارضي نفعا دائمي مقصد جي حصول لاءِ قربان ڪرڻ سندس ڪلام جو روح آهي.

(۵) مثنوي روم وانگر سارا قصا ۽ ڪهاڻيون بيان ڪري پوءِ ان مان نصيحتون نٿو ڏئي بلڪ هن جي خيال موجب اهي ڪهاڻيون زبان زد عام هئڻ ڪري ان جو دهرائڻ ضروري نہ ڄاڻي صرف انهن ڪهاڻين يا بيان ڪيل شين مان ڪي نتيجا ڪڍي سورمن جي جذبات ۽ شين جي صفتن جو بيان ٿو ڪري.

شاه صاحب مختلف مڪاني ڪهاڻين ۽ شين بنسبت جڏهين ڪجهہ چوڻ گهري ٿو تہ انهن جون خاصيتون اکين اڳيان اٿس ۽ سندس هرهڪ بيت جدا معنيٰ ۽ نصيحت رکي ٿو.

## (ا) سر ڪلياڻ:

هن جي پهرين فصل ۾ وحدت وجود جو ذڪر ڪري ٻين فصلن ۾ هو انهن عاشقن ۽ نيهن وارن جو ذڪر ڪري ٿو جنجي اڳيان وڏا مقصد ۽ مرادون آهن، جنجي حاصل ڪرڻ لاءِ هو هر طرح جي قرباني ڪرڻ واسطي تيار آهن. نيهن وارن کي هو ٻن گروهن ۾ ورائي ٿو هڪڙا سچا ۽ سرويچ آهن جي ڪڏهين بہ سنئي نٽا سانڍين، ڪڙي ۽ ڪتل جا هيراڪ ٿيو وڃن، چاڪ اٿن تہ بہ نٽا سلين، وهہ ڏسيو وسهن ٻيا، ڪاتيءَ پٺي ڪنجهن ڪين ٿا، سيخن ۾ ماهہ پچائڻ لاءِ تيار آهن، جن کي سوري سينگار آهي. نيزي تي سر چاڙهي نروار ٿيڻ لاءِ تيار ويٺا آهن جن کي مقصد ۽ معشوق جي راهہ مان موٽڻ ۽ مرڻ ميٺو آهي. سوري ۽ سيج برابر اٿن. تن جو ذڪر ڪري چوي ٿو:-

سوري آهي سينگار، اصل عاشقن جو،
مڙڻ موٽڻ ميهڻو، ٿيا نظاري نروار،
ڪسڻ آهہ اقرار، اصل عاشقن جو.

ٻيا سڏڙيا آهن جي ڪات ڪلالن جا ڏسيو موٽيو وڃن توهہ ڻاريو شرابن جون سڏون ٻيا ڪن، هنن وٽ هي هڏو ۽

جم پيارو آهي، متو ماڻي وٽ لاهي رکڻ ڪان پيا چرڪن.
انهن لاءِ چوي ٿو ته:-

سڏڙيا شراب جون، ڪـه پچارون ڪن،
ڪات ڪلالن ڪڍيا، ته موٽيو بوءِ وڃن،
پڪون سي پيڻ، سر جنين جا سٽ ۾.

## (۲) سريمن ڪلياڻ:

هن سر ۾ هو عوام جي مصيبتن ۽ تڪليفن، اهنجن ۽ ايذاون جو ذڪر ڪندي ملڪ جي خدمت جي خواهش رکندڙن کي مخاطب ٿي ڪي هدايتون ۽ نصيحتون ڏئي ٿو.

چوي ٿو ته:-

سگهين سڏ نه سورجي، ته گهايل ڪيئن گهارين،
پٿل پاسو پٽ تي، واڍوڙيل نـــ وارين،
پر ۾ پچر پرين لاءِ، هي هنجهون هارين،
سڄڻ جي سارين، تن رويو وهـامي راتڙي.

ڪين وري صلاح ڏئي ٿو ته جي سچ پچ اوهان ملڪ ۽ ماڻهن جي محبت رکو ٿا ته:-

اگهائي سگهاڻيا جي وينا وٽ ويڄن،
ترسي طبيبن، چيئي هـــوند چڱا ڪيا.

......

وهڻ ويڄن وٽ، جي سگهين ته سگهو ٿئين،
اگين عادتن مٽ، ته اگها عاجز نه ٿئين.

ليڪن ساڳئي وقت خود مطلب ۽ جاهل ڪارڪنن يـا

ملڪي ليڊرن جي قُنڌي ۾ ڦاسڻ ڪان منع ڪندي چوي ٿو:-

ڪنيس ڪوريجن، جو تن طبيب نـہ گڏيا،
ڏيئي ڏنپ ڏڏن، پـاڻان ڏيـل ڏ ڪوئيو.

پوءِ ڪين پتنگن جا مثال ڏيئي مقصد ۽ مـراد لاءِ مرڻ
۽ قربان ٿيڻ جو سبق انهن ڪان سکڻ جي هدايت ڪـري ٿو
چوي ٿو ته:-

پـڇ پتنگن ڪي، سنديون ڪـاڻ خبرون،
آٽيو وجهن آگ ۾، جـيءَ پنهنجو جي،
جيري جنهين جي، لڳا نيزا نيهن جا.

هڪ هنڌ ڪين خبردار ڪري چوي ٿو:-

سڪڻ اُنهن نہ سڏ، جيئن اڪيلو لياڪا پائين،
پٺي پريان جي نہ ٿئين، مٿي اڳـڻ اڏ،
اي پڻ ڪوڙي سڏ، جڻن ڪليو ڪايو سمهين.

۲) سر ڪلياڻ:

هن سر ۾ مقصد يا معشوق، جو صـوفي وٽ وحدت جي
ادي آهي ۽ محب وطن وٽ ملڪ ۽ قوم جي آزادي ۽ ترقي
هي. سا هڪ جاءِ تـي چنڊ جي حسن جي ڀيٽ ڪئي اٿس
وي ٿو ته:-

چوڏهين چنڊ اڀرين، سهسين ڪرين سينگار،
پلڪ پريان جي نہ پرين، جي حيلن ڪرين هزار،
جهڙو تون سڀ ڄمار، تهڙو دم دوست جو.

ٻي جاءِ تي ان ڪي پرينءَ ڏي پيغام نيڻ لاءِ قاصد ڪري
تو اٿس ۽ چوي ٿو ته:-

ناسيندي نگاهه، پهرين ڪج پرينءَ ڏي،
احوال عاجزن جا، آکج لڳ الله،
روز نهارين راهه، اکيون اوهانجي آسري.

هڪ جاءِ تي اڻ ڪي قاصد ۽ پرين وٽ پهچائيندڙ ڪري ورتو اٿس. مقصد ڪي پهچڻ ڪٺن سفر سمجهي اڻ ڪي منت ڪري ڪيس چوي ٿو ته حالتون سٺايون اٿي مون ڪي جلد نيئي محبوب سان ملاءِ.

رات سهائي پون سنئين، پٽن وڏو پنڌ،
هلندي حبيبن ڏي، ڪرها موڙ م ڪنڌ،
پنڌڻ سوئي پنڌ، جو پهچائي پرين ڪي.

......

اڻ جي مشابهت هڪ جاءِ تي خادم ملڪ يا سالڪ راهه سان ڪندي ان ڪي دنيا جي ڪٺن مسافرين طي ڪرڻ واسطي همٿائڻ لاءِ ننگ وجهي چوي ٿو ته:-

ڪرها ڪر سوڻ، پيڪو ۽ پانهن جو،
اصل آهي اوهان جو، ناليرو نڌان،
ڪرها امان ساڻ، ڪي چانگا ڪج چڱايون.

(۴) سر سراڳ:-

هن سر ۾ حياتيءَ ڪي سٺائي سمنڊ جي مسافريءَ سان مشابهت ڏني ويئي آهي جتي ڪيئي لڙ، لهرين، لس ۽ ليٽن سان مسافر ڪي منهن مقابل ٿيٺو پوي ٿو، جتي آب جو انت نه آهي، جڪڻ چاڙهه ۽ ڪپر ڪارونيار آهن ان ۾ محب وطن يا صاحب اخلاق ڪي سچ جي سوداگر سان تشبيه ڏنل آهي، ان ۾ سندس

رهبري ۽ هدايت لاءِ ڪي تجويزون پيش ڪيل آهن جن مان توڪل، توبہ، پاڻهپ، سچي دل سان شيوا ڪرڻ يعني پنهنجي مقصد سان محبت رکڻ، غفلت کي ترڪ ڪرڻ يعني جاڳڻ اونهي ۾ غوطا هڻي امل ڪڍڻ، پاڻيٺ پرکڻ، ابتدا ۾ ترهو تاڻي ٻڌڻ ملا معلم پڇي خبرون پروڙڻ، مکيہ آهن جوي تہ تہ:-

ڪوها ڪالهہ ڪٿي، ان وڏا اتر آهري،
الا جهري ۾ انجي، اولـــي جـــي اٿي،
وڻجارن وٽـي، ســـو وڪـــر وڏو ٻيڙئين.

......

لڙ لهريون لس ليٽ، جتي انت نہ آب جو،
الله اول ۾ ان جـــا، ٻيڙا مـــتـي ٻيٽ،
جوکو ٿئي ۾ جهازکي، ڦرهي اڇي ۾ ڦيٽ،
لڳي ڪام لپيٽ، هن غاريبي غوراب کي.

......

جنين سودو سـچ سين، وڪر وهائيو،
"بخرو لهم البشريٰ"، جو انهي لئي آئيو،
ان کي لالن لنگهايو، ماندارو سمنڊ جو.

......

**توڪل**- "ڏيئي توڪل تکيو آر لنگهيا آسان."

**توبہ**- "توبہ جي تاثير سين تـري ويا طوفان."

**پاڻهپ**- "پاڻهپ جـــو ٻيڙئـين وڪـــر وڏاءُ."

**شيواڪرڻ**- "شيوبو جن سجان، وير نہ وڙهي تن سين."

**غفلت**- "جاڳو جي يارا، تہ تڙ توائي نہ ٿئي."

**غوطه زني-** "آنداڻون عميق مان جـوتي جـواهرن."
"اي گيت خواصن جيئن سمنڊ سوجهيائون."

**موتين جو پاڻيٺ پرکڻ-** وڃن ۽ وينجهار، پاڻيٺ جي پرکڻا.
ڪنير پايوا ڪين ۾، لهن سي ڪنهن سار،
موتيءَ جي مزاج جو، قدر سنجهه ڪنار،
صرافئون ڏار، ماڻڪ ملاحظ نه ٿئي.

**ترهو تاڻي ٻڌڻ-** تانگهي ۾ تاڻي، ٻڌ پنهنجو ترهو،
اونهي ۾ آئي، ڪونه ڏيندءِ ڪو پيو.

**معلم پڇڻ-** "ملان معلم خبرون، پڇي پروڙيج."

هن سر ۾ هڪ هنڌ زندگيءَ جي بهترين ڪارنامن بابت ذڪر ڪندي فرمائي ٿو ته:-

وکر سو وهاءِ، جو پئي پراڻو نه ٿئي،
ويچيندي ولات ۾، ذرو ٿئي نه ضاءِ،
سا ڪا هڙ هلاءِ، آڇ جنهن جي اڳين.

چڱن عملن ڪرڻ لاءِ چوي ٿو ته:-

دنگيءَ ۾ داڻا، ولي وجهه وکر جا،
وير وڙهندي ويسرا، ويهه ۽ ويڳاڻا،
هي نند نه جاڻا، ڪڏهين هنڌ ڪن ۾.

## (د) سر ساموندي:

هن سر ۾ هن انهن محب وطن جو ذڪر ڪيو آهي جي قوم ۽ ملڪ خاطر گهر ڇڏي ٻي گهر تين ٿا ۽ ورهين جا ورهيه ڏيئن ۽ جلاوطنين جي سزا ڀوڳين ٿا، ساڻئن مسافري ۾ آهن جنهن ڪري ... ۽ وهون ٻيئون واجهائين، وڻ ٽڻ وانئون

ٻڌن ڏيا ٻارين ۽ سڪائون ٻاسين. انهن جي درد ڀرئي داستان جو ذڪر ڪندي چوي ٿو ته:-

ساموندي ڪوسنگ، آهي گوندر گاڏئون،
انگن چاڙهي انگ، ويو وڻجارو اوهري.

.......

ساموندي ساري، مٺي تڙ گذاريان،
مون کي ٿي ماري، انهي سندي ڳالهڙي.

......

لاهيندا ۽ ڪن، ڳالهيون هلڻ سنديون،
ڏيندا مون ڏکن، وهه وجهندا جندڙو.

......

جر تڙ ڏيا ڏي، وڻ ٽڻ ٻڌي وائٽيون،
الا ڪانڌ اچي، آسائتي آهيان.

......

ٻيڙيءَ جي پٽڻ، نيهن نه ڪجي ان مين،
ايا ڏنپ ڏسن، جه سڙهه ڏيئي سير ٿيا.

.......

وڃيئي وسري شال، جو تون سودو سڪئين،
اڃان آئين ڪاله، پڻ تو سفر سنهرين.

**(٦) سهڻي:**

هن سر ۾ شاه صاحب مقصد (معشوق سان) حقيقي نيهن

جي ناتي جو ذڪر ڪري ٻڌائڻ گهري ٿو ته مطلوب کان سواءِ طالب بيڪار آهي، انهيءَ کان سواءِ ناپاڪ، اڌوتو ۽ نجس رهي ٿو ۽ انهيءَ جي حصول سان پاڪ، صاف ۽ سترو ٿئي ٿو. ليڪن اعليٰ مقصد کي پهچڻ سولي ڳالهه نه آهي اتي درياءَ جي دهشت، ڪاريون راتيون، ڪنن جا ڪڙڪا ۽ دلين جا ڌڙڪا راهرو کي پيش اچن ٿا. اتي سندس رهبر راهه صرف يار يا مقصد جي محبت رهي ٿي جنهن جي ڪشش کيس لنو لايو ڇڏي، جتي ڪڙڪن جا ڪڙڪا سندس رهبري ڪن ٿا. مرڻ ته هر ڪنهين لاءِ ائين ٿي آهي ليڪن مقصد جي راهه ۾ قربان ٿي سر ڏيڻ ڪري ٻڌيءَ جا پيڙا ٿين ٿا.

مقصد سان محبت لاءِ چوي ٿو ته:-

تو ڏي ٻي نه تات، ميهار ٿي من ۾،
جه پڻ پيس رات، هو ساهڙ هو سهڻي.

مقصد کان سواءِ زندگي بيڪار آهي واسطي چوي ٿو ته:

ساهڙ ڌاران سهڻي، اڌوتي آهي،
ڪڏيون جوڪا هي، پاسي تنهن پاڪ ٿئي.

مقصد تائين پهچڻ ۾ جي مشڪلاتون سامهون اچن ٿيون تن بابت چوي ٿو ته:-

دهشت ڌوم ڌرياءَ ۾، جت لڙ لهريون لس ليٽ،
آٿيو اوپارن ۾، ٻانڌي ٻوڙي پيٽ،
جت چڪن جي چپيٽ، ات سيد سير لنگهاءِ تون.

مقصد جي محبت ڪيئن نه کيس ڪشش ڪري ٿي ان ري ٿو:-

اديون سڀ اندام، منهنجا ڇـڙن ڇوريا،
لارن جا لنؤ لائي، سا ڪيئن آڇيان عام،
لڳس جنهنجي لام، سو ڏسـت دلاسا منجي.

اعليٰ مقصد جي راهه ۾ قربان ٿيڻ لاءِ چوي ٿو ته:-

ته ڪر ڪيئن سٺي جي، سير نه گهڙي سهڻي،
هت حياتي ڏينهڙا، هڏهن تان نه هٿي،
چڪي تنهن چري ڪٺي، جو ڏنس ان ڏهي،
سهڻيءَ ڪي سيد چوي، وڏو قرب ڪهي،
هنئين هوند مٺي، پر ٻڏيءَ جا پيٺا ٿيا.

مقصد کي پهچڻ لاءِ مسلسل ڪوشش جي درڪار آهي
ڪا حد مقرر ڪري نٿي سگهجي، چوي ٿو ته:

نڪو سنڌو سور جو نڪو سيڙهو سڪ،
عدد نـاه عشق، پڇاڙي پـاڻ لهي،
جـي قيام مڙن، ته ڪـر اوڏا سپرين،
نهان پـوءِ سڄڻ، واڌايون وصال جون.

......

مقصد جي حاصل ڪرڻ ۾ جي شيون رنڊڪون ٿيون وجهن
انهن لاءِ چوي ٿو ته:-

ڪنڌيءَ جهليو ڪانهن، عاشق آيو آهون ڪري،
تـو ڪيئن ٻـوڙي سهڻي، ٻيلي منهنجي پانهن،
دريا، توتي دانهن، ڏيندس ڏينهن قيـام جي.

......

واھڙ پريون نہ پاءِ، تو پڻ ليکو ڏيٺو،
سندا ساٻونڻ ڏينھڙا، هميشه نہ هونداءِ،
وهانئيءَ ويندا،ءِ اوپر اتـــاهان لهي.

### (۷) سر سارنگ:

هن سر ۾ ملڪ مان غلاميءَ جي اڻ هوند ٽارڻ، عوام جي خوف ۽ ڊپ کان ڏهڪايل دلين کي همت واري آب اگـونڊري سان تر و تازه ڪرڻ، مهانگو لهي ميڙڻ ۽ پنجن مان پندرهن ڪرڻ وارن ڏڪارين ۽ موذين جي مرڻ، لوڪ مٿان گوندر گنوائڻ، جو ذڪر ڪيو اٿس وطن جي مرده هوا ۾ انقلاب جي مانداڻ جي اميد ۽ آسرو رکندي، اتر پار کان وڄن جي وسڻ، ھلوين جي هر سنباهڻ، ملڪ کان ڏولائي جي ڏينهڙن لهڻ، سنگهارن جي سرهو ٿيڻ، ان جي ارزان ٿيڻ، مينهن جي موڪ چرڻ، پٽ ۾ پاهڻ جي ٿيڻ، مانئين ۾ مکڻ جي اچڻ جـو بيان ڪري ٿو. هي سارو سر انقلابي رنگ ســان رنـگيل آهي. ان ۾ غلامي ۽ مسڪيني جي ستايلن کي همت ۽ دلداري ڏياري ويئي آهي ۽ چيو ويو آهي تہ سدائين ايئ اسان ڪانہ هوندي سکهوئي جهڙ ڦرجهاٽ ڏيئي پٽ پسائيندو ۽ قلب جون ڪسون لاهيندو:-

سارنگ سار لهيج، الله لگ اڄين جي،
ٻاٽي پوڄ پٽن ۾، ارزان ان ڪريج،
وطن وسائيج، تہ سنگهارن سـک ٿئي.

.....

آڳميو آهـي، لـڳه پس لطيف چئي،
وٺو مينهن وڏ ڦڙو، ڪڪريو ڏڻ ڪاهي،
چڻ چــڏي پٽ پٺو، سمر سنباهي،
وهو ۾ لاهـــي، آســـرو الله مـــان.

مند ٿي منڊل وسيا، تاڙي ڪي تنوار،
هارين هر سنباهيا، سرها ٿيا سنگهار،
اڄ پڻ منهن جي يار، وسڻ جا ويس ڪيا.

.......

حڪم ٿيو بادل کي، ته سارنگ سات ڪجن،
وڄون وسڻ آئيون، ته نه مينهن ٿمن،
جن مهانگو لهي ميڙيو، سي ٿا هٿ هڻن،
پنجن منجهان پنڌرهن ٿيا، ائن ٿا ورق ورن،
ڏڪاريا ڏيه مان، شال موذي سڀ مرن،
وري وڏي وس جون، ڪيون ڳالهيون ڳنوارن،
سيد چئي سڀن، آه هي تنهنجو آسرو.

## (٨) سر ڪيڏارو:

هن سر تي اڪثر عالمن جو اختلاف آهي ته انهي جا گهڻا بيت شاه صاحب جي عام اصول جي برخلاف آهي ته ٻاهر جو قصو بيان ڪري. ليڪن آءٌ هيٺين سببن ڪري ان راءِ جو آهيان ته هن قصي تي شاه ضرور ڪي بيت چيا آهن.

(١) شاه صاحب جي ڏينهن ۾ عالمن اندر محرم ۾ ماتم ڪرڻ ۽ نه ڪرڻ جي سوال تي جو اختلاف هو ان ۾ شاه صاحب ماتم جي جواز وارن عالمن جي گروه سان واسطو رکندڙ هو.

(٢) شاه صاحب جا پويان ماتم ڪندا اچن ٿا ۽ خود شاه صاحب جي رکيل دستار جو رنگ به ڪارو آهي ۽ فقيرن ۾ خليفن جون دستارون به ڪاريون آهن.

(٣) شاه صاحب اڪثر اهي قصا پنهنجي ڪلام ۾ آندا آهن جنجي پڄاڻي افسوس ناڪ آهي. جنهن صورت ۾ هي هڪ اسلامي تواريخ جو غير معمولي افسوسناڪ واقعو آهي ان ڪري

ان ڪي پنهنجي ڪلام ۾ جاءِ ڏيڻ سندس عام اصول جي برخلاف نہ آهي. هن قصي ۾ جي خاص خصوصيتون هيون تن شاهہ صاحب تي اثر ڪيو ته ڏسجي، ماڻهن جي ڪثرت جو ناحق تي گڏ ٿيڻ امام کي مرعوب نہ ڪري سگهيو، حڪومت ۽ طاقت اڳيان باوجود بي سرو ساماني جي سر نہ نمايائين. حق لاءِ لڙندڙن جي ساراهہ ۽ بزدليءَ کي ننديڻ سچن ۽ با اصول ماڻهن جو سچ جي راهہ ۾ سختيون سهڻ ۽ اوج حاصل ڪرڻ، خاص ڳالهيون آهن جنجو بيان هن سر ۾ آيل آهي:

سختي شهادت جي، نسورو ئـي ناز،
ڪي رند پروڙين راز، قضئي ڪربلا جو.

......

جنهين جهيڙيو اڄ، عليءَ جي اولاد سين،
پئي تنين ڪان پڄ، جي جماعتي يزيد جا.

......

ڪلي وير ڪنڪ ۾، سانئو سڀ نہ هون،
پڙ تي سيئي ڀون، موتڻ جنهين ميهڻو.

......

دوست ڪهائي دادلا، محب مارائي،
خاص خليفن کي، سختيون سهائي،
الله الصمد بي نياز سا ڪري، جا چاهي،
انهيءَ ۾ آهي، ڪا اونهي ڳالهہ اسرار جي.

......

مر مرين، آءٌ روئين، موتي ڪاندم آءٌ،
مچڻ تو ٻئلن، ڪچا ڪنم جيڏيون.

......

ڳجهن وينئي گهاريا، ڏنجها ڏک گهڻا،
تنگي لتين توڻ جي، سوره ساماڻا،
ڪندا راماڻا، ڪونئر ڪلي جا ڪوڏيا.

......

عشق، هڪلڻ، ٻيلي سارڻ، مانجهيان اي مرڪ،
وجهن ٿان نہ فرق، رک وهنديءَ راند ۾.

......

منهن مٿاهان جن جا، سي ڀنيو ڪڍن پار،
جيڏيون هن جهونجهار، سڀ اجاري اڇا ڪيا.

......

پڇي آئين پڇڻا، لڄايئي سون سيڻ،
ويٺيون وجهن ويڻ، منهن مٿاهان جنجا.

## (٩) سر سسئي آبري:

هن قصي ۾ شاه صاحب سسئي پنهون، ڪيچ جي ملڪ، جبلن ۽ جهنگن، ڏيرن، سورن جو خاص طرح ذڪر آندو آهي. جيڪڏهن انهن اکرن جي سياسي معنيٰ ونبي تہ سسئي هڪ ڪمزور ۽ مظلوم عامي آهي. پنهون پهلوان ۽ باهمت قوم جو ليڊر آهي. ڪيچ آزادي ۽ ترقيءَ جو ملڪ آهي، ڏير مخالف طاقتون آهن جي عوام جي ترقيءَ جي راه ۾ رڪاوٽون ٿيون وجهن، جهنگ

۽ جبل مقصد جي حصول جي راهه ۾ رنڊڪون ۽ مشڪلاتون آهن. سور ۽ ڏک رهبر راهه آهن. جهڙيءَ طرح مائڪرين مٽان جو جوهر آهي انهيءَ طرح دک ۽ سور محبت جو جوهر آهي ۽ منجهن انتهائي خوشيءَ سمايل آهي. مقصد کي پهچڻ لاءِ ماڻهوءَ کي تڪليف ۽ مشڪلاتن، ڏکن ۽ ڏاکڙن جو عادي ٿيڻو آهي صحيح سلامت بنا تڪليف جي مقصد کي پهچڻ ڪوڙي سڌ آهي اتي صرف اندر جي اڌ وارا ڏونگر ڏوري پهچندا.

جڏهين نااميدي نبي تڏهين اميد کي اوڏو ٿيو. البت اتي پاروچاڻي پاڇهه جي ضرورت پوي ٿي. انهيءَ پنڌ ۾ نه صرف ظاهري جدوجهد جي ضرورت آهي، پر اندر ۾ نيڻن کي نائي نهارڻو آهي، عمل سان گڏ عقل به ضروري آهي اتي هيج جو هئڻ ضروري آهي نه ته صرف سڏن وارا وچ ۾ وهي رهندا. سکن ۾ سنگتي گهٽا هوندا آهن ليڪن ڇپر ۾ چلڻ لاءِ ڪو ڇنو ساٿي ملي ٿو. جن کي وندر يعني ڏکن جي واديءَ سان لنگهڻ جي قوت هجي سي مسافريءَ جا پلي سندرا پڌن پيون جي ڏک جهلي نه سگهن سي سڌئي ڪانه ڪن. البت محبت سان مقصد جي پنيان جي پون ٿيون اهي وڏي طالع واريون آهن انهن سان جهڙيءَ تهڙيءَ جي جاءِ نه آهي. مقصد کي وساري وهڻ ٺيڪ نه آهي ان کي هلندائي هٿ ڪري سگهندا.

هل هنئين سين هوت ڏي، پيرين پنڌ وسار،
قاصدائي ڪار، ڪين رسائي ڪيچ کي.

......

سيئي ساري سسئي، گهر ڪنڌون تون گهوں
وڃي ڏور ۾ ڏور، دران منجهه دوست ٿيو.

......

هيج نہ هوندو جن، سي ڪيئن وندر ويندئون،
وهو وچ رهـڻ، سهسين سـڏن واريون.

......

سکن واري سڌ، متان ڪا مون سان ڪري،
اندر جنهين اڌ، ڏونـگر سي ڏوريندئون.

......

عمر سڀ عشق سين، پنهون جـي پڇن،
ريس ريزاليون تن سين، ڪجاڙي ڪيڪن،
مارڳ جي مرن، وڏو طـالع تـن جـو.

......

ٽڪيائي ٽر ٽيلهہ، چڙهہ چڪيائي چوٽئين،
هلندي هوت پنهونءَ ڏي، پـو سڙيئي پيل،
اٿي رائو ريل، ويـٺـن تـان واري وري.

......

هيڪليائي هيل، پوريندس پنـهون ڏي،
آڏا ڏونگر لڪيون، سوريون سـڄن سيل،
تہ ڪر پيلي آهن پيل، جي سور پريان جا سانڍ مون.

......

منڌ نہ منجهان تن، پسي لڪ لڏن ٿجي،
جـا پر ڪاهوڙين، سا پر سکي سسئي.

## (١٠) سر معذوري:

هن سر پر بہ ذڪر سسئي ۽ پنهون جو آهي ليڪن جذبات جدا بيان ڪيل آهن. مقصد ڪي ڪهڙيءَ طرح پهچي سگهبو،

ان مان فائدا ڪهڙا آهن، همت جو اظهار مرڻ کان اڳي مرڻ، ڏڍيءَ تتيءَ هلڻ، "جهلي نه رهڻ ڏاران پسڻ مقصد جي" ڏکن واريون ٻين کي به ڏکويو ڇڏين، پرين کي نه ڳڏجڻ ڪري افسوس ڪرڻ، عشق جو آواز ۽ ٻيا اهڙا جذبات بيان ڪيل آهن جنهن مان حد درجي جو سوز پيدا ٿئي ٿو:-

هلنديءَ هوت پنهونءَ ڏي، ڪهجن ڪي ڪونيون،
پاهڻ تن پٽ ٿئي، جي ليءِ لالن لونيون،
سڀ سهيليون سڪ کي، چنجهون ۽ چونيون،
ٻانهڻ ٿي ٻونيون، ته ڪتا ڪائينئي ڪيچ جا.

......

سڏر سين سگ ڪري، پـــر ڪنڊين پياس،
ڪير برهمڻ ڪنجي، ڪير ڄاڻي ڪيٽاس،
هوند نه سنڌ سياس، هن پرئين ڪيس پـڌري.

......

ڪهي جا ڪين ڪٽي، پـرينءَ پهتي سا،
وهي ويڙهجي جا، وصل تنهن وڃائيو.

......

مر ته مـوچاري ٿئين، ويـهي وجهه م وير،
دل ۾ آڻ م دور تون، قـــرڻ سندو قير،
توڻي لهين نه پير، توءِ راحت آهي رڙهڻ ۾.

......

ڏيءَ ٽڪي نه وهي، تتيءَ ڪري تاڻ،
وڏائين وٺڪار ۾، سسئي ٻاڻ سڪاڻ.

پڇي پھه پکين کي، پيئي منڌ پرياڻ،
ڏنس ڏيھه وڻن جا، الله لڳ اھڃاڻ،
مان پرچي پاڻ، اچي آريائي وري.

......

کو جو وڃيءَ وڃ، جيئن ور وڃائين وسين،
ڏک ڏکيءَ کي ڏي، جن ڏني سي ڏکيا ٿيا.

......

آءٌ نہ گڏي پرينءَ کي، جوين ويو جاڙ،
آڏا آريچن کي، چاڙهيڪا ۽ چاڙهہ،
مون منيءَ کان نہ ٿئي، وڏيئي منجھ ولاڙ،
عمر سڀ آواڙ، ويم ٿي واڪا ڪريان.

......

رڃن ۾ رڙ ٿي، ڪر سارنگي ساز،
اي عشق جو آواز، ماٺھو رکن منڌ تي.

## (١١) سر ڏيسي:

ھن سر ۾ بہ سسئي پنھون جي نالي مختلف جذبات جو اظھار ڪيل آھي. ھڪ ھنڌ انھن شين جو ذڪر ٿو ڪري جن ڪيس رنج رسائيو آھي چوي ٿو تہ:-

ڏاگھن، ڏيرن، ڏونگرن، ٿنھي ڏنم ڏک،
سي سڀ پانيم سک، ھيڪاند ڪارڻ ھوت جي.

بي ھنڌ طالب کي خبردار ڪندي چوي ٿو تہ مخالف طاقتن کي جڏھن اول ۾ ڏٺئي تہ چو نہ ٿي خبرداري ڪيئي.

جي ائين ڪرين ها ته هي تڪليفون درپيش نه اچن ها.

اُگهڻ مٿي اوپرا، جسڌهن ڏنٿي توڏا،
ونگيئي نه وارن سين، تن گورن جا گوڏا،
ته لڪن جا لوڏا، هوند نه سئي سسئي.

غير جنس ۽ مخالف طاقتن جو ذڪر ڪندي چوي ٿو ته:-

ڏريان ٿي ڏاريان، مٺ مٿي جا نه ٿيا،
مدي ڏيرن من ۾، ڪليو ڪينڪاريان،
صبوح ٿي ساريان، ته اٺ نه اوطاقن ۾.

هڪ جاءِ تي سسئي پنهنجي مخالفن جو ذڪر ڪندي انهن جو شمار ڪري ٿي:-

اٺ ويري، اوٺار ويري، ويري ٽئڙم ڏير
چوٿون ويري واءُ ٿيو، جنهن لٽيا پنهون جا پير،
پنجون ويري سج ٿيو، جنهن الهي ڪئي اوير،
ڇهون ويري چنڊ ٿيو، ڪڙيو نه وڏيءَ وير،
واهيري جي وير، چلون ڪريان ڇپرين.

ڪيچ مان آيل قافلي جنهن جي تشبيه آزاديءَ جو پيغام پهچائيندڙ گروه سان ڪري سگهجي ٿي بابت چوي ٿو ته:-

ڪيچان آيو قافلو، طرح موچاري توڏ،
سينگاريائون سيد چئي، ڪرها منجهان ڪوڏ،
لک لهي ٿي لوڏ، جيجان تن جتن جي.

مقصد جي راهه ۾ طرح طرح جي رنڊڪن ۽ مشڪلاتن جو هيئين طرح ذڪر ٿو ڪري:-

ڪرڙا ڏونگر ڪه ڪهڻي، جت پربت سڄن سبان،
ڏاهن ڏاهپ وسري، ٿيا حــريـف ٿـــي حيران،
سسئي نکهيو سيد چــئــي، محبت سين ميدان،
جنهن جو آرياڻي اڪوان، تنهن ڪي ڪانهي ٻاڪ ٻهير ۾.

زندگيءَ جي ڪٺن سفر اندر همراهن ۾ اعتبار ڏارڻ اگرچ ڪنهن حد تائين ضروري آهي ليڪن گهڻو ڀروسو رکڻ به ٺيڪ نہ آهي.

شاهہ صاحب چوي ٿو تہ:-

متان ڪا ٻڙي، ٻـــول ٻـــاروچي وسهـي،
هوند نہ ستيس سرتيون، ويـهي رهيس وري،
جت پنهنجي جوءِ ۾، گهارين مـان گهڙي،
ڪيچن آءُ نہ ڪڙي، ڪنهن ڏکيءَ ڏانون ڏائيو.

## (١٢) سر ڪوهياري:

هن سر ۾ بہ سسئي پنهون جي ناليءِ ۾ جذبات جو اظهار ڪيل آهي پهرين فصل ۾ غفلت ۽ سستيءَ کي ڇڏي ترقيءَ جي راهہ ۾ هلڻ لاءِ نصيحت ڪيل آهي:

غافل غفلت ڇوڙ، تون ڪيئن اٺاسي اوجهرين.
ڇپاتا چڙهي ويـــا، وڃـــي ٻهتا تـــوڙ،
نيٺن ننڊ اکوڙ، جم ورن ۾ واڪا ڪرين.

ٻئي فصل ۾ مشڪلاتن ۽ مصيبتن کي مخاطب ٿي ڪين چوين ٿو تہ:-

ڏونـــگر ڏکوين ڪـي، دلاسا ڏجـــن،
گهڻو پڇجي تن کي، جن وٽان هوت وڃن،
تون ڪيئن سندا تن، پهڻ پير ڏکوئين.

ٽئي فصل ۾ پنهن جو تعلق ڪيچن سان ظاهر ڪندي چوي ٿو ته:-

اصل آريءَ ڄام جي پلئيءَ آءٌ پيئي،
هوءَ جا پائين پير ۾، تنهن جتيءَ نه جهي،
وساري ويهي، تن ڪيچين کي ڪين رهان.

هڪ هنڌ اڻ ڏکوين جو ذڪر ڪندي ظاهر ڪري ٿو ته اهي جدا ڪلاس جا ماڻهو آهن انهن جو ڏک، درد ۽ مصيبت وارن سان ڪهڙو واسطو:-

اڻ ڏکوئيون ڏکن جي، ڪوهه ٿيون پڙ پون،
ناهه اوراتو ان کي، ٿيون لوڪ ريائون رون،
پنڌ پيڙيون هون، پار تنهين جا پڌرا.

پنهنجي تڪليفن ۽ ڏکن جو ذڪر ڪندي چوي ٿو ته:-

ڪنهن پر رئان پرينءَ کي، اندر ناهه آساڻ،
لوهوڪا لڪن تسي، ويري مٿي واڻ،
چير ۾ چونچاڻ، ڏنم ڏکوين جا.

## (١٣) سر حسيني:

هن سر ۾ به سسئي ۽ پنهون جي آڪاڻي ۾ سسئي کي جي تڪليفون پنهل جي طرف ڪان هلڻ ۾ آئيون تن جو ذڪر ڪندي چوي ٿو ته:-

مرتيون سڄي سيج، متان ڪا سونسين هلي،
پاٺي ناهه پنڌ گهڻو، اڳيان راٺو رڃ،
متان مري اڄ، ڪا ڏئي پاراتو پرينءَ کي.

هي جاءِ تي سسئي جي عزم ۽ استقلال جو بيان ڪندي ظاهر ٿو ڪري ته:-

مري ٺيندس مچ، جتن ڪارڻ جيڏيون،
ڪري ڪوهيارو سچ، ويو ڇلائي ڇپرين.

اهڙيءَ طرح سسئي ڪي جو پنهنجي محبوب ڏاران فراق آهي ۽ رستي جون تڪليفون آهن تن لاءِ چوي ٿو تہ:-

ڪي ڏر تتي ماءُ، ڪي ڇر سندي سڄڻين،
هلي ۽ واجهاءِ، پنهي ڇيرن وچ ۾.

ماءُ سان گفتگو ڪندي گهر جي ڪم ڪار بابت جو ذڪر سسئي ڪري ٿي ان ڪي هن نموني ادا ٿو ڪري.

پهي ڪام پچاءِ، امڙ منهنجي آسري،
ڏيئي لت چرخي کي، پوٺيون ڀاڻيءَ پاءِ،
ڪتم جنهين لاءِ، سو ڪوهيارو ڪيچ ويو.

پنهون يا اعليٰ مقصد جي قدر ۽ قيمت جو ذڪر ڪندي چوي ٿو:-

جنهين ديکيو دل سين، پڻيءَ سي پيئون،
تہ پڻ ٿي ويئون، جي پنهون پاڻ لڪائيو.

هڪ جاءِ تي سسئي ڪي مخاطب ٿي چوي ٿو تہ:-

ڪيئن اڙائي پاند، پاؤ پر ڏيهين سين،
متيون موڙهيئي سسئي، ڪيئي ڪوهيارو ڪاند،
رلي پانيئي راند، پانيڻ عشق پروچ جو.

مشڪلاتن ۽ تڪليفن ڏاران مقصد کي پهچي ڪين سگهبو ان لاءِ چوي ٿو تہ:-

ڏيکاريس ڏکن، گوندر گس پرين جو،
سونهائي سورن، کي هيکاندي هوت سين.

کنهن وڏي مقصد لاءِ حقيقي طرح کا انقلابي جماعت
ٺهي نہ سگهندي جيسين تائين سڀ مصيبت زده ۽ درد دل وارا
اچي گڏ ٿيا آهن ان ني چوي ٿو تہ:

ڏکيون جان نہ سڙن، تان تان پنڻ نہ ٿئي،
پنڻ واريون پڌريون، ڳاڙها ڳل سندن،
پيون هنئين هٿ هين، رئنديون رڻ واريون.

هڪ هنڌان اعليٰ مقصد جي لاءِ جدوجهد جو بيان کندي
چوي ٿو تہ:-

جيکا کندي نينهن، مون جيئڻ ڀاروچن سين،
سڪڻ سارو ڏينهن، چڙهڻ چاڙهيکن تي.

اعليٰ مقصد طرف ويندڙ ماڻهن جي گروه کان جدا ٿيڻ
بابت چوي ٿو تہ:-

چيچ ۾ قطاران، ساٿ چڙهندو لکئين،
مجڻ ٿئين پٺان، وڪ والٽي نہ لهين.

هڪ جاءِ تي پڙ ۾ پرزا ٿيڻ ۽ مقصد واسطي جدوجهد ۾
فنا ٿيڻ جي تعريف کندي چوي ٿو تہ:

تون جي کالهہ مئي، نہ کالهہ ٿي گڏيڻ پرينءَ کي،
کڏهين کانہ سئي، تہ کا سکهي گڏي سڄڻين.

.....

اڳي پوءِ مران، مر مران مارڳ ۾،
متي پوءِ پريان، خون منهنجو جيڏيون.

مصيبتن زدن جي دنيائي الڳ آهي هو سڀڪجهه پاڻ تي
پيا سهندا آهن، جيئن پاڙي وارن کي ان جي خبر به نه پوندي
ان خيال کي هيئين طرح ادا ٿو ڪري.

پاڙي ناهه پروڙ، ته ڪا رات رنجايل گذري،
ٻانہين ہروچن جي، گهائي وڏو گهور،
هڪ مٺي پيا سور، ويا پٽيندا پاڻ ۾.

سکن ۽ ڏکن جي پيٽ ڪندي هيئين طرح چوي ٿو.
ڏک سکن جي سونهن، گهوريا سک ڏکن ري،
جنهين جي ورونهن، سڄڻ آڏيو مان گهرين.

اعليٰ مقصدن وارن کي تڪليفون اچن ٿيون ۽ عارضي نفع
حاصل ڪرڻ وارا ۽ خود مطلب سک ۾ رهن ٿا تنهن حقيقت
جو ذڪر ڪندي چوي ٿو:-

اوجهڙ وتان آئون، پيون سڀ سگهڙ مات جي،
جا نينهن ڳهندي نانءَ، سا مون جيئن پوندي مامري.

......

ور لڪن جي لوڏ، گهوريا سک پنپور جا،
امڙ جي ترن آچئين، سي ڪم نه اچن ڪوڏ،
هنئين منهنجي هوڏ، ٻڌي ٻاروچن سين.

سچن درد دل وارن ۽ حقيقي خادمن جو ذڪر ڪندي
چوي ٿو:-

ڏکوين اهڃاڻ، ڪلهي ڦاٽو ڪنجرو،
وڃن گوندر گڏيون، لوڪ نہ آڇين پاڻ،
سورن اسان ساڻ، نلڊيٺي نينهن ڪيو.

## (١٤) سر سورٺ:

هن قصي ۾ پنج مکيہ نالا ڪتب آيل آهن. ١- راءِ ڏياچ راجا جو. ٢- جهونا ڳڙهہ جو. ٣- سندس راڻي سورٺ جو ٤- بيجهل مشهور ساز وڄائڻ واري جو. ٥- انيراءِ نزديڪي راجا جو.

اهل طريقت وارن انهي جو مطلب اهو ڪڍيو آهي تہ بيجهل مرشد حقيقي آهي جو جڏهين حق جو ذڪر ٿو تنواري تہ سندس سچو مريد راءِ ڏياچ سر سوڌو قربان ٿو ٿئي، ان ۾ سورٺ نفس اماره آهي جو ان ڪم ڪرڻ کان کيس روڪي ٿو ۽ انيراءِ الستي آواز آهي جنهن جي اشاري تي بيجل تند تنواري کيس آزمائڻ ٿو گهري، جهوناڳڙهہ هي سڄن واري دنيا آهي. اگر اتهيءَ آڪاٽي جي سياسي رنگ ۾ تعبير ڪبي تہ راءِ ڏياچ حقيقي خادم ملڪ سان مشابهت ٿو رکي. جهوناڳڙهہ ملڪ جي حڪمراني سان تشبيہ رکي ٿو. سورٺ خود مطلبي جو آرزو آهي. بيجهل پبلڪ جي عام راءِ آهي انيراءِ عام راءِ کي غلط استعمال ڪرائڻ وارا خود مطلب سياسي ليڊر. انهيءَ سر ۾ شاهہ صاحب مٿين مفهوم مطابق هڪ سچي قومي ليڊر جو مثال پيش ڪندي ظاهر ٿو ڪري تہ ان وٽ عام راءِ کي ڪيڏو نہ وزن آهي جو ان جي اڳيان باوجود ان علم جي تہ ان کي ڪي نا اهل ماڻهو خودمطلبي ۽ طبقاتي مفاد لاءِ ڪتب آڻي سندس مخالفت ڪري رهيا آهن تہ بہ هو ان جي اڳيان سر نمائڻ لاءِ تيار ٿيو وڃي ۽ ان آمرن وانگر ريٽي طاقت هٿ ۾ رکڻ نٿو گهري. قرباني ۽ سخاوت (پراپڪار) سندس مکيہ خاصيتن مان آهن. بي طرف وري صحيح عام راءِ جي

طاقت ظاهر ڪري ٿو. پيڇهل ڪي هڪ ايماندار، هوشيار ۽ چالاڪ مقرر ۽ نمائنده سان تشبيہ ڏيئي ٻڌائي ٿو ته هو سواءِ سندس اڳيان رکيل مقصدن جي حاصل ڪرڻ جي ڪيتري قيمت تي به راضي نٿو ٿئي راڳ سان عام راءِ جي ڪافي مناسبت ۽ مشابهت آهي ٻنهي ۾ وڏو اثر آهي. ٻنهي ڪي موثر نموني ۾ پيش ڪرڻ سان ڪافي هيجان پيدا ڪري سگهجي ٿو.

رواجي راڳ راڳيندڙن يا پبلڪ جي نمائندن جي قيمت ٿي سگهي ٿي ليڪن ڀٽائي صاحب جي نظر انهن راڳيندڙن ۽ نمائندن تي آهي جن جو مقصد بلند ۽ اخلاق اعليٰ آهي. هو مال تي راضي ڪونہ ٿيندا آهن پر سر مگڻ، سر گهرڻ جا سوالي هوندا آهن. هنن جي نظر غريبن طرف ڪانہ ويندي آهي پر هو امير مارڻ تي هريل آهن. ڇٽ ڀٽن سان هٿڻ سندن ڪم آهي اهڙن پبلڪ ورڪرن بابت شاهه صاحب فرمائي ٿو ته :-

سو سرن پائي، جي تند بـرابر توريان،
اتل اوڏانهين ٿئي، جيڏانهين ڀجل ڀرائي،
سڪٿو هڏ آهي، سر ۾ سـجڻ ناهه ڪي.

انهي آواز ۾ ايڏي طاقت آهي جو نوابن ڪي ناٿي، سندن ساهه سوري ڪڍي ٿو. جهروڪن ۾ جهانءِ وجهي ٿو. جنهن جي اثر سان جهونا ڳڙهه جهريو پون. هنديءَ ماڳين هوءِ مچيو وڃي ۽ ڪوٽ ڪريو پون. اهو تڏهين ٿي سگهندو جڏهن راجا ۽ راڳائي يا حاڪم ۽ پبلڪ هڪ هـوندا ٻنهي ۾ اخـلاق ۽ ايمانداري هوندي هڪڙا پٽ ڪٽڻ، تازي گهوڙن ۽ هاٿين ۽ روح رچندن دانن تي راضي ڪونہ ٿين ٻيا اهڙا سخي ۽ پراپڪار ٿين ٿا جو چون ٿا ته :-

مٿي اتي منهن جي، هوا سـرن سـو هزار،
تہ تنهنجي ساڻ تنوار، هر هر وڍيم هيڪڙو.

## (١٥) سر بروو سنڌي:

هن سر ۾ مختلف جذبات جو اظهار ڪيل آهي مثال خاطر ان مان هينيان بيت پيش ڪجن ٿا جن مان پتو پئجي سگهندو.

اڄ پڻ اڪرين، سڄڻ پنهن جا ساريا،
ڳلن تان ڳوڙهن جون، بوندون بس نہ ڪن،
سندي سڪ پرين، لوڪ ڏٺي نہ لهي.

......

ڪي اوڏائي ڏور، ڪي ڏور بہ اوڏا سپرين،
ڪي سنيرجن نہ ڪڏهين، ڪي نہ وسرن مور،
جئن مينهن ڪنڍيءَ پور، تئن دوست وراڪو دل سين.

......

ماڙهو گهرن مال، آءٌ سڀ ڏينهن گهران سپرين،
دنيا تنهن دوست تان، فدا ڪريان في الحال،
ڪيو نام نهال، مون ڪي محبوبن جي.

## (١٦) سر مومل راڻو:

هن سر ۾ مومل نالي هڪ شهزادي، ان جي طلسمي باغ محلات ۽ راڻي مينڌري بنسبت هڪ آکاڻيءَ تي شاهہ صاحب ڪلام چيو آهي روحاني معنيٰ تہ ڪهڙي بہ نہ ڪري. سياسي نقط نگاهہ سان ان کي جيڪڏهن ڏسڻ جي ڪوشش ڪبي تہ مومل جي هڪ هوشيار ۽ چالاڪ سياستدان سان تشبيهہ ڏني سگهندي جو پنهنجي طلسمي باغ ۽ محلات جي ڌوڪيبازين ۽ انڪلن سان عوام کي منجهائي سندن مال ۽ ملڪيت هٿ ڪري ٿو ۽ پاڻ حڪومت جا مزا پيو ماڻي. ان جي اميان وڏا ماڻهو

پنهن جي خود مطلبيءَ ڪري گهٽو ڦاسن ٿا. ليڪن راڻو جنهنجي مشابهت هڪ عقلمند ۽ مخلص قومي خادم سان ٿـي سگهي ٿي سو پنهنجي مستقل مزاجي ۽ هشياري سان وجي ان کي مطيع ڪري ٿو. سياست ملڪ تي قبضي ڪرڻ بعد گلاب جي گلن جي رنگن وارا ويس، پانن جي پنن جهڙيون شالون، عطر ۽ عنبير سون ۽ رپو مطلب ته طرح طرح جون نعمتون نصيب ٿـين ٿيون ۽ عام طرح خود مطلب وڏا ماڻهو ان ڪري انهي جي طلسم ۾ وجي پاڻ ڦاسائيندا آهن ليڪن قومي خادم ان تي قبضي ڪرڻ بعد به ان جي دام تزوير ۾ نه ڦاسندو آهي ۽ موٽي پنهنجي مقصد کي لڳي ويندو آهي دنيا جي عياشي ۽ فرحتن جو ان تي ڪوبه اثر ڪونه پوندو آهي. سياست وڏن ماڻهن کي ڦاسائي ٿي ان لاءِ شاهه صاحب چوي ٿو ته:-

سومل ماري مير، آهيڙين کي آڪري،
سوديءَ گهڻا سجهائيا، پڙهيا پنڊت پير،
هٽي تن کي تير، مٽياڻ جن مٿن ۾.

سياسي طلسمات ڪيئن پاڻ ڏي وڏن ماڻهن کي ڪشش ڪري ٿي ان لاءِ چوي ٿو ته:

سورن ورتيون سوڍيون، رپي رانديون ڪن،
اڳـــڻ اوطاقن ۾، ڪـــٿــوري ڪـــتـــن،
اوتيائون عنبير جا، مٿي طـــاق تــــڙن،
پانن پيلهون پڌيون، پسيو سونهن ســـڙن،
ٿيا لاهوتي، لطيف چئي، پسڻ لاءِ پـــرين،
اجهي ٿا اچن، ڪاڪ ڪڪور يا ڪاپڙي.

خوب مطلب سياستدانن ۽ هڪ مخلص قومي ڪارڪن جي پيٽ ڪندي چوي ٿو ته:

روءِ راڻي جي نام کي، سوڍو سڀني سونهن،
لاٿائين لطيف چئي، مٿان دلين دونهن،
ڪانهي ٻي ورونهن، ٿيو مروئي مينڌرو.

مخلص قومي خادم کي صبر سان ميدان مارڻو آهي ان لاءِ چوي ٿو ته:

سوڍا صبر تنهنجو، ٻي عقل آئي باز،
سندي صبر ساز، توبهه ڪاريم تڪڙي.

سچي قومي خادم تي حڪومت جي عياشي ۽ نعمتون اثر ڪري نٿا سگهن. ان لاءِ چوي ٿو ته:

ڪاڪ نه جهليا ڪاپڙي، موهيا نه محلن،
ٻائن ۽ ٻانهن جي، ٻنڌڻ ڪين ٻجهن،
لکين لاهوتين، اهڙيون اوريان ڇڏيون.

سچا قومي خادم سياست ملڪ ۾ هڪ اڻ لڀ ۽ وڏي قيمتي سوکڙي ٿيندا آهن. اهي سياست ۾ ڪنهن لالچ ۽ لوڀ ڪري دلچسپي ڪونه وٺندا آهن پر ملڪ ۽ ماڻهن جي سڌاري ۽ نفع لاءِ ملڪي سياست ۾ حصو وٺڻ لڳندا آهن، هو نازڪ مزاج ۽ نه ٽڪڻ وارا هوندا آهن منجهن ذرا شڪ جو پوڻ پوءِ اهو ذاتي طمع جو هجي يا عوام جي گهٽ محبت ٿيڻ جي خيال جو هجي هنن کي ميدان سياست مان نڪرڻ لاءِ ڪافي سبب ڏئي ٿو، پوءِ ورهن تائين ملڪي سياست ۽ ماڻهو انهن کي ياد ڪريو پيا رئندا ۽ هنجهون هاريندا آهن، شاهه صاحب ان لاءِ چوي ٿو ته:-

راڻو پاڻيو راند، وڃين ڪيئن ٻيا ور راڻيئين،
ور وڏوڙيو اينهين، جيئن ٻر ٻڃتوءِ پاند،
هي ڀڳيئي هيڪاند، سوڍو سارينديءَ گهڻو.

......

راڻي ڏاران راڄ ۾، مون نہ گهرجي مال،
سوڍي ڪي سوال، ڪريان تَــي قرب ۾.

......

ڍولي ڍڪي آهي، هيس اگهاڙي اڳ،
جوڙي وچان جڳ، ڪڪرڪيائين ڪاڪجو.

......

سوڍي ڏاران سرتيون، ٿيو ٻيڻ ۾ پنگ،
اباڻجي اڄ ويو، راڻا تو لئي رنگ،
هنئين سان هاجوٿيو، پيو اوسيڙي انگ،
مون توهين سين سڱ، پڇايو پڇان پهي.

## (۱۷) سر ڪاهوڙي:

هن سر ۾ شاه صاحب انقلابي ڪارڪنن جي پاڻ پڇائڻ، هلت چلت، عادات ۽ اطوار، خاصيتن ۽ صفتن جو ذڪر ڪيو آهي. انهن جي ساراه ڪندي چوي ٿو تہ:-

مون سي ڏٺا ماڻهه، جن ڏٺو ٻرين ڪي،
ڪري نہ سگهان ڪا، انهين سندي ڳالهڙي.

انهن جي اعليٰ مقصدن ۽ ڏکين پنڌن پيچرن جو ذڪر هيئين طرح ڪري ٿو:

ڏونـي سا ڏورين، جا جوءِ سٺي نہ پڏي،
پاسا مٿي پاهڻن، ڪاهوڙي ڪـوڙيـن،
ويا ات ووڙين، جـت نهايت نـام ڪاه

سندن شڪل شباهت ۽ عادات جـو هـن طرح بيان ڪري ٿو:-

سڪا سنهن سندن، پـيرين پـراڻا ڪيڙا،
سا جوءِ ڏوري آئيا، سونهان جت منجهن،
ڳجها ڳجهيون ڪن، تهان پراهين پنڌ جون

سندن سمر ۽ ملڪيت مال جو ذڪر ڪندي چوي ٿو تہ:-

سون ڪاهوڙي لنگهيا، سمهن ڪين پٺي،
سمر ڪيائون سچ جو، ڏوري ڏٺ لهي،
ويا آت وهي، جت نهايت نـاهه ڪاه

انهي سر ۾ جيڪي بيان ٿيل آهي انهيءَ جو اختصار هي آهي تہ انقلابي ڏٺ تي گذارو ڪندڙ آهن، ڏونگر ڏورڻ ڪم اٿن، سندن پير لڪن سين لڳيو چچيو ڇيهون ٿيو پـون ٿا، هنن سمهي سڪ نہ ماڻيو آهي، جهنگلن ۾ جهڪن ٿا، سندن سمر سچ آهي ۽ جاءِ رهائش رائو رچ آهي، ڏکن ۾ ڏيل هٽي وڃيو مقصد ماڻين جيتوڻيڪ پنڌ پراهون اٿن تہ بہ پيرن ۾ ڪرڪڻ بہ ڪونہ اٿن. سندن اهڃاڻ اهو آهي تہ انگ تي سڄي اڳـڙي ڪانہ اٿن ۽ سدائين اوسيڙو انهيءَ ہنڌ جو اٿن، پيرن ۾ پـراڻا ڪيڙا پايو انهي جوءِ تي هلن ٿا جتي سونهان بہ منجهيو وڃن. انقلابي طريقن جي سارام ڪندي چوي ٿو تہ:-

ويجهو وڃ ۾ واٽ ڪي، ڪهڄ ڏنهن ڪواٽ،
آجهي منجهان آٽ، اويسي ٿي آهہ تـون.

ڪپيريءَ ۾ پيس، ڪنهين پاتو پيرئين،
جيان منجهه مارهئين، سڄڻ تيائين سير،
ان پون سندو پير، ڪوڙين منجهان ڪولهي.

## (١٨) سر رامڪلي:

هن سر ۾ مذهبي ۽ اخلاقي رهبرن جو ذڪر ڪندي انهن کي ٻن قسمن ۾ وراهي ٿو هڪڙا نوري ۽ ٻيا ناري چوي ٿو ته:

نوري ۽ ناري، جوڳيڙا جهان ۾،
ٻري جن ٻاري، آءُ نه جيندي ان ري.

پوءِ ٻنهي قسمن جي ماڻهن جون وصفون بيان ٿو ڪري، سندس خيال موجب نوري اهي يوڳي آهن جن ۾ هيٺيون وصفون هونديون آهن. آرام ڪي اوڏا نه آهن، وتن ڪال ڪونهي حال آهي، خودي کي ڪاٽين ٿا. پاڻئي پڄي چڙيو ائن، "نڪي ڪٽن پاڻ سين نه ڪو ساڻ ائن".

جزو وڃائي ڪل سين ڪم رکن ٿا، لوڪ ۾ لڪا پٽن ٿا، ڪامڻ جون خبرون ائن، ڪجهه ظاهر نتا ڪن، محبت جي ميدان ۾ لهي پيا آهن. پنج ڪٽي پنئو لڪا وتن. اهي ڪاپڙي به سدائين صاحب پٺي ڪنبن ٿا، "سدائين سفر ۾ راهه مٿي رهن ٿا" "تسيا ڏيئي سرير کي ساڙي چڙيو ائن" جن جي ڪٽ خاڪ آهي، جي نڪو ڏوهه ڪي، نڪو ڪن ثواب ڪي ڏسن ٿا، سيئه سنگ چنن ٿا، طمع سي ترڪ ڪن ٿا، گولن جا غلام ٿين ٿا، صبر جي شمشير سان ڪيني کي قتلام ڪن ٿا، وجود کي وڃائي پاڻان پاسي ٿين ٿا. جا ڳالهه ماڻهن لاءِ مصيبت آهي سا سندن لاءِ راحت آهي، نينهن جو دل ۾ دود دکائين ٿا، بغض ڪونه ائن سندن اوڇڻ راز جي چادر آهي، نامرادي ۾ نجهروا ئن، طعام جا طامائو ڪونه آهن، سچ جي سٽن هٽن ٿا، پٽ ڪٽي

ڪين پنن ٿا. ”ٻڪ مرندي ٻڪٿا، ڪنهن ڪان ڪين گهرن ٿا“ جشن لاءِ پنهنجا پيٽ نه هيريا اٿن. سڏون ساڻ نتا ڪٿن، پنهن جي پوڄا نتا ڪرائين. ”جهڙا جڳ ۾ اچن ٿا تهڙا موٽي وڃن ٿا“ ”جا ٻتن جي براد آهي، سا آديسن اڄ آهي“ جنهن سان لوڪ کي لڄ ٿئي ٿي سو روپ اختيار ڪن ٿا.

نـه ڪلن، نه ڪـيـن، لڪي ڳـالهائين،
ڪنهن جنهن ۾ آهين، سا پروڙڻ ڏاڪڙو.

اهڙا رهبر اڻ لڀ ۽ وقت جا مهمان هوندا آهن جيڪڏهين هٿ اچن ته هرگهڙي انهن جي صحبت مان فائدو وٺڻ گهرجي جي جيڪر ويا هليا ته ٻئي ڀيري ملڻ مشڪل آهن.

تان ڪي سائن اور، جان ڪي آهين اوطاقن ۾،
ڏهه ڏهه ڀيرا ڏينهن ۾، ڀاڻ مٽائن گهور،
وٺا جي هنگلور، ته ڪرم ملندءِ ڪاپڙي.

اهڙن بـزرگن بابت جي گذر ڪري ويا آهن هيئين طرح ذڪر ٿو ڪري:-

اڄ نه اوطاقن ۾، سندي جوڳين ذات،
ساري سناسين ڪي، رـنم ساري رات،
مون تن جنين* جي تات، سي لاهوتي لڏي ويا.

ٻيو گروهه ان قسم جي مذهبي مهندارن جو آهي جن کي ناري ٿو سڏجي انهن جا اهڃاڻ هينيان آهن:-

گولا جي گراهه جا، جـوڻا مي جوڳي،
ڦڏل او ڦوڳي، جنين شڪم سـانـڍيا.

هر هر اميس کن ٿا ۽ ڏيهاڙي ڏوتيا ڏون ٿا پر نکي رام ريجهائين ٿا ۽ نه ميس مارين ٿا، پنهن جي پوڄا ڪرائين ٿا، گندا، گبريون ۽ لانگوٽين تي زور ڏين ٿا، پنڌ پڇڻ جي عيوض ان جي پڇا ڪن ٿا.

جنهن سناسي سانڍيو، گندي ۽ گرام،
انين ڪان الله، اڇبا اڳاهون ٿيو.

......

جيئن ٿا پڇن ان کي، تئن جي پڇن پنڌ،
نه رڙهي لڏائون رند، ائين لک لطيف چئي.

## (١٩) سر رپ:

هن سر ۾ شاهه صاحب غم ۽ اوندهه جا جذبات نهايت رقت انگيز نموني ۾ پيش ڪيا آهن چوي ٿو ته:

گوندر ڪيو غرق، ماءُ منهنجو جندڙو،
ڏکوين مرڪ، مٿي سڳر پنڌڙو،

......

جاءِ نه سجو ڏينهن، هنئڙو اوٺي وڳ جيئن،
مون پريان سين نينهن، ڇنڻ ڪارڻ نه ڪيو.

......

نيڻ نه ننڊون ڪن، پڳو آرس اکئين،
اڇها ميو ٻرن، توکي ساريو سپرين.

......

نهائينءَ کان نينهن، سڪ منهنجا سپرين،
سڙي سارو ڏينهن، ٻاهر ٻاڦ نہ نڪري،

## (۲۰) سر ليلان چنيسر:

هن آکاڻي ۾ چار مکيہ شيون آهن جن ڀرُهندڙ جو ڌيان ڇڪائي ٿي: چنيسر، ليلان، ڪونرو ۽ هار - اهل تصوف وارن چنيسر کي ذات حقيقي، ليلان کي طالب، ڪونروءَ کي شيطان ۽ هار کي حرص هواس سان تشبيہ ڏني آهي.

جيڪڏهين انهي آکاڻي کي سياسي نقط نگاہ سان ڏسبو تہ چنيسر جي اعليٰ مقصد، ليلان جي خادم ملڪ ڪونروءَ سان خود مطلب سياستدان ۽ هار مان نفع سان مشابهت ٿي سگهندي.

خادم ملڪ کي اعليٰ مقصد جي حصول کان ڪيئي خود مطلب سياستدان ۽ ظاهر جون لالچون، لقب ۽ سڏون مانع ٿين ٿيون بعضي هو اُکين جي ڏو کي پيارو ڪري حقيقي مقصد کان غافل يا غير ملتفت ٿيو وڃي جنهن ڪري کيس ڪيئي صدما سهڻا ٿا پون. اهڙن ماڻهن کي مخاطب ٿي چوي ٿو تہ:

مٽيو ناہ مٽيون، جو تون پسي هار هر ڪئين،
اصل آهي اکين، سنديون ڪوڙ ڪڙيون،
ان گهوڙن هنئي گهٽيون، دوسنئان دور ڪيون.

سياسي دنيا ۾ ڪيترائي ڪارڪن اصولن کي ڇڏي عارضي نفع شخصي فائدي ۽ اقتدار کي مڃو ڪن ٿا، جيتوڻيڪ انهن کي وقتي فائدو حاصل ٿئي ٿو ليڪن تاريخ ان جي شاهد آهي تہ انهن جي پڇاڙي اڪثر خراب ٿئي ٿي، انهن واسطي شاہ صاحب چوي ٿو تہ:-

مٺي تو موهجي، هاري ڳيڙ ۽ هار،
کوڙين ڪيا ڪيترا، انهيءَ ڪر خوار،
پري ويو پتار، آنيئي ڏن ڏهاڳ جو.

اهڙن ماڻهن کي نصيحت ڪري چوين ٿو ته انهي وقتي نفع حاصل ڪرڻ جي ڳالهين مان ڪجهه به هڙ حاصل نه ٿيو اٿو. جيڪي اصولن خاطر مشڪلاتن کي منهن ڏينهن ٿا آخر ته نيٺ انهن جي چڱي ٿيڻ واري آهي:-

گهوريو سو سهاڳ، جنهن ۾ پسين پاڻ کي.
ڏوري له ڏهاڳ، جنهن ڪر لاهو داسڙي.

هڪ هنڌ انهن ماڻهن جو ذڪر ڪري ٿو جي عارضي فائدي خاطر اصولن ۽ اعليٰ مقصدن کي ترڪ ڪن ٿا جنهن ڪري سندن عزت خاڪ ۾ مليو وڃي ۽ دنيا ۾ به جٽ ڦٽ ٿئين ٿي.

ٽڙڪي پسي ٽوڪ، ترڪي تڪبر پئي،
اچيو اچيو اڳلي چئي، ليلان کي لوڪ،
اندر اوپالنسين، ساڙي ڪيائنس سوڪ،
ٻالا پڻ جو ٻوڪ، ويو وبچاريءَ وسري.

اهڙا ماڻهو اڪثر پاڻ کي چالاڪ ۽ هشيار سمجهي دنيا کي بي وقوف بنائڻ جي ڪوشش ڪندا آهن ليڪن آخر سچ ۽ ڪوڙ پڌرو ٿيو پوي ۽ ماڻهن کي سندن حرفت جي خبر پئجيو وڃي. انهن لاءِ چوي ٿو ته:-

هئين گهڻي هشيار، ڪل به هئي ڪانه ڪي،
تو پانيو موچاري ٿيان، اڄيءَ پاڻي هار،
ڪانڌ ڪوڙي جو نه وٽي، سٿن پتين سينگار،
وهم لهي وينجهار، دلبون پرڪي داسڙو.

اهڙن ماڻهن کي چوي ٿو ته ان ڏاهپ کان پورائي بهتر آهي جو ان مان رنج رسي ٿو ۽ صفا دل واريءَ پورائيءَ مان جيتوڻيڪ ابتدا ۾ڪي تڪليفون ۾ رسن ٿيون ليڪن آخر ڪاميابي ان مان حاصل ٿئي ٿي:

الله ڏاهي م ٿيان، ڏاهيون ڏک ڏسن،
مون سين مون پرين، پورائي ۾ پال ڪيا.

هن کي معلوم هو ته گهڻائي هوشيار ۽ چالاڪ ماڻهو سياسي دنيا ۾ اخلاقن ۽ اصولن کي ڦٽو ڪري، دولاب ۽ لڳيءَ رستي عارضي طرح وڃي اوج تي رسيا هئا ليڪن ان ۾ ڪنهن کي دائمي ڪاميابي نصيب نه ٿي هئي ۽ گهڻن جو ڏهاڳ هن اکين سان ڏٺو هو:-

چنيسر مين چاڳ، متان ڪا منڌ ڪري،
جا مون پوءِ پروڙيو، ته هي نه ماڻي ماڳ،
ڏمريو ڏهاڳ، سگهو ڏئي سهاڳڻين.

ڪين مخاطب ٿي چوي ٿو ته اوهان جنهن کي هوشياري ۽ چالاڪي ٿي سمجهو سا در حقيقت مصيبتن جو ٻج هئي پر اوهان کي خبر نه هئي:-

تو جو پانيو هار، سو سورن جو سگهڙو،
چنيسر، چت ڪٽي، ٿيو پورهيت جو پار،
اوڻت جو آچار، ڪانڌ ڪنهسين م ڪري.

......

## (۲۱) سر بلاول:

هن سر ۾ ڪي بيت قديم سنڌين جا ساراهه جا آهن ۽ ڪي سندس نوڪر وڳند بابت مذاقيه آهن مثال لاءِ هيٺ ڏجن ٿا:-

ڏمري تہ بہ ڏئي، پرچي تہ پاٽ پري،
جنگ جکري کي، ٻئي چگيون چت ۾.

......

اسور سندي آسري، وينو آه و ٻنڌ،
هڏ نہ ڇڏيندو هنڌ، آيس بوءِ بهار جي.

## (۲۲) سر ڏهر:

هن سر ۾ جدا جدا موضوعن تي بيت چيل آهن پهرين فصل ۾ ڪنڌي جي وڻ ۽ ڪنهن تلاءَ سان مخاطب ٿي ساڻن قديم واقعن جي ياد تازي ڪئي ويئي آهي ۽ هڪ هنڌ مڇ کي وقت وڃائي تانگهي پاڻيءَ ۾ ملاحن جي مهميزن ۾ ڦاسڻ تي تنبيه ڪيل آهي:-

ڪنڌا، تون ڪيڏو، جڏهين پريو ڍورو وهي،
جسودن جيڏو، تہ ــو ڪو گــڏئو پيهڙو.

......

جان جر هئڙو جال، تان تــون مڇ نہ موٽيو،
پوندي اج ڪہ ڪال، سانيويون سانگن جــون.

ٻئي فصل ۾ مناجات ۽ مدح ۾ بيت ڪيل آهن مثلاً:

ستر ڪــر ستار، آئــون اگهاڙي آهيان،
ڍڪــج ڍڪڻهار، ڏيئي پــانــد پناه جو.

......

مديني جا مير، سڻ منهنجا سڏڙا،
مرڻ تنهن جي سير، تون پار لنگهائين پيڙا.

ٿئي فصل ۾ طالب يا خادم ملڪ کي سستي ڇڏي هوشيار
ٿيڻ لاءِ نصيحت ٿو ڪري:-

ڪي سمهه، ڪي جاڳ، ننڊ نه ڪجي ايتري،
اي سانجهاندي جو ساڳ، جو تو ساٿيه پانيو.

......

سمهڻان ساڙو، جيڏيون جيڏو نئي ٿيو،
هوت لنگهيا هاڙهو، تون اناسي اوجهرين.

چوٿين فصل ۾ ڪونجن جو قصو ڪري قومي محبت تازي
ڪرڻ گهري ٿو:-

وڳر وساري، ويٺئن ڪئن ساٿ ڪري،
ڪ تو نه ماري، رڻ جهڻ سندي سجڻين.

قوم جي دشمن کي مخاطب ٿي چوي ٿو ته:-

ساري مرين شال، ڏيپ وجهنئي ڏيون،
جئن تو اڇي ڪالهه، وڏو وڇ ورهن کي.

وري ڪڇ ملڪ جي تواريخي واقعن جو ذڪر ڪندي
اتي جي قديم دهقاني قبيلن جو ذڪر ٿو ڪري:-

ڇنل ڇڇ هٿن ۾، ڪلهن ڪوڏارا،
پورهيي ڪارڻ پيٽ جي، اٿين سوارا،
لوڏ ۾ ويچارا، وڃن لاڪا لڏيو.

## (۲۳) سر ڪاپائتي:

هن سر ۾ بي عمل زندگيءَ کان پرهيز ڪرڻ، نيت سچي ۽ خلوص دل سان عمل صالح ڪرڻ جي تلقين ڪيل آهي، قابليت ۽ هوشياري سواءِ خلوص جي بي ڪار سمجهي ائس، عمل تي فخر ۽ هٺ ڪرڻ جي به مخالفت ڪئي ائس، هڪ هنڌ سنڌيءَ کي چوي ٿو ته پنهنجو قيمتي وقت اجايو خراقات ۾ پيو وڃائين. تنهن جي زندگيءَ جا ڏينهن مختصر آهن دنيا جون پيون قومون ترقي ڪري رهيون آهن ۽ تون خواب غفلت ۾ ستو پيو آهين جلد ننڊ ڏينهن پيٽر ٿيڻ واري آهي اتي تو ٽي شرم کان ڪنڌ هيٺ ڪرڻو پوندو تنهن ڪري جلد ملڪ ۽ قوم لاءِ ڪا خدمت ڪري وٺ:

ڪتڻ جي ڪانه ڪرئين، سـتـي ساهئين هـنڌ،
صباح ايندئي اوچتي، عيد اڳـهـاڙي گـنڌ،
جت سرتيون ڪنديون سڌ، اتي سڪندئين سينگار کي.

بي هنڌ چوي ٿو ته زندگيءَ جـون بهترين گهڙيون جاه طلبي، ناپائدار شين ۽ اجاين مشغلن ۾ ويهي وڃايا ائي جلدئي جواني گذاري پوڙهپڻ ايندءِ پوءِ وڃايل وقت لاءِ همٿ هٿندين پر ويل وقت موٽي ڪونه اچڻو آهي:-

مي تو ويهي وڃائيا، جي ڪتڻ سندا ڏينهن،
ارٽ اوڏي نه ٿئين، پوري پـوري سيئن،
تند پسندئين ڪئين، هاٿي تـون وڏي ٿيئن.

پر وري به چوي ٿو ته جيڪڏهين عمر جـو گهڻو حصو تو اجايو وڃائي ڇڏيو آهي ته به اميد نه لاهه ۽ عمل جي ميدان ۾ گهڙي پئو پوءِ جيڪڏهين پيو ڪجهه هڙ حاصل نه ٿيندءِ ته به خادمن جي لسٽ ۾ ته نالو داخل ٿي ويندو:-

توڙي تون وڏي ٿينءَ، تون اٿــي آتڻ آءُ،
ٿي پيڙي پيرم واريــن، ٻي هڏ ڪرم ڪا،
تہ صراف تو صباح، ڪوني ڪا تارن سين.

هڪ جاءِ تي چوي ٿو تہ جيڪڏهين توکي ڪاميابيءَ سان ڪم ڪرڻ جو موقعو نٿو ملي تہ ان جي پرواھ نہ ڪري هر حالت ۾ خدمت ملڪ ڪندو رھ. ويٺي ڪان وندر بهتر آهي ۽ بيڪاري سان پاڻ هيرڻ نيڪ نہ آهي:-

پــــڳوئي پير جــــانسين، رتـــو راس ٿئي،
بريءَ بيڪاريءَ سين، هــاري پـــاڻ م هير،
ڪت ڪتنديون ڪير، نئين سين نيزاري ڪري.

جيڪي ماڻهو خود مطلبي جي غرض سان سياسي ميدان ۾ گهڙي ڪم ڪن ٿا انهن کي آخر ڪوبہ فائدو حاصل ٿيڻو نہ آهي پوءِ کهڙي بہ هوشياري ۽ جفاڪشيءَ ســان بهترين ڪم ڪيو هجين، انهن واسطي چوي ٿو تہ:

چائٽ چت ۾، سنهو ڪــتيو جن،
تن جو صرافن، دڪو داخل نہ ڪيو.

پر جن خلوص دل سان خلق خدا جي ڀلي خاطر ذرو بہ ڪم ڪيو هجي ۽ اهو ڪم بدنيتي وارن جي معيار کان ڪيترو بہ گهٽ هوندو تہ بہ آخر اهوئي قبول پوڻو آهي:-

محبت پائي من ۾، رنڍا روڙيــا جن،
تن جـــو صرافن، اڻ تــوريو اگهايو.

جن ملڪ جي خادمن ۾ دنيا جي ڪا ظاهري قابليت ۽

لياقت نہ آهي ليڪن خلوص دل سان ڪم ڪرڻ گهرڻ ٿا انهن لاءِ چوي ٿو تہ:-

جا سنهو نہ سڪي، سا سر رنڍائــــي روڙي،
ست تنين جو سڦرو، وٺــــا ترازيءَ توري،
ٿلهي ۽ ٿوري، ويچاريءَ ســـان وڙ ڪيو.

(٣٤) سر ڀِريانيءَ:

هن سر ۾ لس ٻيلي جي سخي سردار سپڙ ڄام جي ناليءَ بخشش الاهي جو ذڪر ٿو ڪري:-

جيڪي ڏڏن ڏي، ڳجهيان ئــي ڳجهہ ۾،
سو جي سٽن ڪڏهين، ڪرت وارا ڪي،
تہ ساز مڙوئي سي، هند هٿون ڪن پلڪ ۾.

......

ڏات نہ آهي ذات تني، جـــو وهي سولهي،
آريون اڀوجهن جـــون ســپڙ ڄـــام سهي،
جوراءِ وٺ رات رهي، تنهنکي جکي جانڪيتان نہ ٿئي.

......

ميرا پسي مڱڻا، سپڙ سڌ ڪنا،
سپـوجهن سٺا، اپـوجهن آسرو.

......

ڏاتار تہ تون، ٻـئا مـــڙيئي مڱڻا،
مينهن منداٺتا وسڻا، سدا وسين تون،
جي گهر اچين مون، تہ ميرائي مان لهان.

## (٣٥) سر گهاتو:

هن سر ۾ شاه صاحب ڪلاچيءَ جي ڪن واري مگرمڇ، ضعيف موروڙي مڇي ماريندڙ، ان جي ڇهن ٽلهن متارن پائرن جي ذڪر تي بيت چيا آهن، تصوف وارا ان جي معنيٰ ڪهڙي به ڪڍن ليڪن هي ته صاف تواريخي واقعا آهن ته ڪلاچيءَ جي ڪن واري جاءِ جتي هينئر ڪراچيءَ جو شهر ٻڌل آهي، مان گهڻي وقت کان سنڌين کي نقصان پئي پهتا آهن، انگريزن به ان رستي کان اول سنڌ تي قبضو ڪرڻ شروع ڪيو هينئر به اتي جي سياست ڪري سنڌ جي آزاديءَ ۾ رخنو پيو پوي، تنهنڪري هتي ڪلاچيءَ جي ڪن مان ٻاهرين سياست جو مرڪز مراد آهي، مگرمڇ ڌاريان حڪمران آهن موروڙي جا ٽلها متارا پائر سنڌ جي صاحب اقتدار طبقي جا رڪن آهن ۽ موروڙو غريب سنڌي قومي ڪارڪن سان مشابهت ٿو رکي:

ڪوجو قهر ڪلاچ ۾، گهڙي سوئي،
خبر ڪونه ڏني، ته رڃ ڪچاڙي رنديا.

سنڌ جا ٽلها شڪاري يا سياستدان سڀ انهيءَ ڪن ۾ گم ٿي وينڊا وري به مگرمڇ کي غريب سنڌي (موروڙو) ماريندو پر ان لاءِ خاص تيارين جي ضرورت آهي شاه صاحب چوي ٿو ته:-

جيئن جهينگا پائين جهول ۾، ائين نه مرن مڇ،
سبر ڌار سمنڊ جا، ڪي رائو رڳي رڇ،
هي چاڙون ۽ ڇڇ، اڇا اوڙاهه اڳاهون ٿيو.

## (٣٦) سر آسا:

هن سر جا بيت ڇهن فصلن ۾ ڇيل آهن پهرين ۾ وحدت الوجود جي مسئلي جي تشريح آهي چوي ٿو ته:

هو پڻ ڪونهي هنري، هي نہ منجهان ڏار،
الانسان سري وانـــا ســـره، پـروڙج پچار،
ڪندا ويا تنوار، عـالم عـــارف اهـــڙي.

......

صورت سوجهہ م تنهن جي، تون پـي پڇين جي،
سخن آهـي ســـو، جـــو منهن مقابل نـــہ ٿي.

هٿي فصل ۾ اڪين جي عجب جهڙين عـادتن جو ذڪر ڪندي چوي ٿو تہ جي ڪر سامهون ڪٿان ٿسو تہ بہ پرين پسن ٿيون، جيڪي هڪ دفعي ڏسي آيون آهن، اوڏانهين پيئون پاڻ مراديون تاڻين، اهي "سور پرائي ساٽ جا وڃيو وهائين" اهامت پاڻ سان پاٿهي ڪئي اٿن، جو اتي وڃي لڳيون آهن جتي جيءَ ڏني ڪانسواءِ ٻيو چاروئي ڪونہ آهي آخر ۾ چوي ٿو تہ:

اکيون اهي ڏار، جن سان پسين پرينءَ ڪي،
ٻئي ڏي ڪيم نهار، گهـٽو ريـسارا سپرين.

ٽي فصل ۾ سچي محبت ۽ سڪ جو احوال ڪندي چوي ٿو تہ حق جي راهہ ۾ خلق خدا جي خدمت ڪرڻ وارن ڪي ڪر ڪاري ڪين سگهندو ڪر صرف انهن ڪي ڪاريندو جن جو پريتٺو ماٺو هوندو:-

ڪـــر ڪاريندو سي، ماٺو جـــن پريتٺو،
جوش جلايا جي، ماري تن مـات ڪيو.

بي اصول ۽ ظالم جي حق جي آواز کي دٻائڻ جي ڪوشش ڪن ٿا تن لاءِ پيشنگوئي ڪري چوي تہ اهي پاڻ ختم ٿي ويندا:-

ڪر جا ڪڏ ڪنئي، پوڻ خاطر پرئين جي،
تنهين ۾ پاڻ پئي، غيبتي گار ٿيو.

جوٿين فصل ۾ وري وحدت جي واديءَ جو ذڪر ڪندي چوي ٿو ته:

پاڻ پردو پاڻ ڪي، سٽي ڪر سنيال،
وچان جو وصال، سو تان هٿڙ هن جو.

......

پاڻ پردو پاڻ ڪي، طالب سڄ تون،
نڪا هان ته هون، پردا سڀ پاسي ٿيا.

## (۳۷) سر مارئي:

شاه صاحب جي ڪلام ۾ مارئي جي سر اندر حب‌الوطني، عوام جي محبت، آزاديءَ جي تمنا، قديم روايات کي برقرار رکڻ دارين جي لالچن کان پرهيز ڪرڻ، غير جي ڏاڍائي اڳيان سر نه نمائڻ، جا جذبات پريا پيا آهن، جيڪڏهين ان جي سياسي معنائي وٺبي ته مارئي کي محب وطن، عمر کي ظالم حاڪم عمرڪوٽ کي غلاميءَ جي زندگي ۽ ملير کي آزاديءَ جي دنيا سان تشبيه ڏيئي سگهجي ٿي. شاه صاحب مارو سنڌي عوام کي سمجهي ٿو ۽ ملير مان سندس مراد آزاد سنڌ آهي ملير طرف مينهن جي وسڻ مان سندس مقصد ان جي ترقيءَ جي اميد جو پيدا ٿيڻ آهي. هن کي سنڌين جي بدويانه تهذيب تي فخر آهي سنڌين کي چوي ٿو ته پنهن جي محلاتن، پلنگن، سيجن، نرم وهاڻن، زري ۽ ريشم جي ڪپڙن، طرح طرح جي طعامن، عطرن عنبيرن وغيره کان پنهن جون جهوپڙيون، ڪتا، لويون، ڏت ۽ پيرون هزار دفعه وڌيڪ بهتر آهن- عوام (مارن) سان گڏ آزاديءَ جي زندگي گذارڻ ۽

لوئي نہ لڄائڻ، عمر جي ڏاڏائي اڳيان سر نہ نمائڻ، بند ۾ خوشي نہ ملهائڻ، آزاديءَ ماڻڻ کان اڳ بند ۾ مرڻ کان پناهہ گهرڻ، ڪوٽن جي ڪرڻ، ۽ زنجيرن جي ٽٽڻ جي آس رکڻ هن سر جا خاص جزا آهن.

سنڌي عوام لاءِ چوي ٿو تہ:-

چئي ڪن فيڪون، جڏهين خلقيا روح خدا،
ڳڏ جت گذران هو، جڙ لڳي تنهن جاءِ،
مون توهين سين آهي، اها ساڃاهہ سپرين.

پنهن جي مارن لاءِ ڏاڍي محبت اٿس، انهن سان آزادي جي زندگي گذارڻ پنهن جي وس کان ٻاهر ڏسي رت روئي ٿو:-

ري اعرابين هت، گهنگهر گهارڻ مون ٿيو،
"بعث العينين في هواڪ دما" پڄان ساڻ پرت،
من اکيون تن تت، جتي جنم جيڏئين.

پنهن جي وطن سان جا کيس محبت آهي ان جو پتو سنڌس هيئين بيت مان پوي ٿو جنهن ۾ وطن جي مٽيءَ کي ڪٿوري جي برابر سمجهي ٿو.

پهيءَ سڪ، پيرن ڪيه، ڪونهن نياپو ماروئين،
ات اکنڊي آهيان، تن آتڻ، تن ڏيه،
سنڌي جا سانڍيه، ڪيه ڪتوري پسانئيان.

پنهن جي وطني ماڙن جي محبت ۽ پيار کي هيئن طرح ادا ڪري ٿو:-

ٿر ٿر اندر ٿاڪ، عمر ماروئڙن جا،
لا ٿاڻون لطيف چئي، متان لوئيءَ لاک،
عمر ڪريو آک، پهريو ٿي پن چران.

سنڌين جي بدويانہ تهذيب ۽ سندن خانہ بدوش زندگي، جهنگن ۽ برن ۾ رهڻ، ڪي فخر جي نگاهہ سان ڏسي ٿو ۽ انهي ڪي عيب سمجهي شرمائي ٿو:-

اسين ٿئان آئيون، جت کهنبو نالہ،
جي وڃون ڪنهن وهانءِ، تہ پڻ متهون لوئيون۔

......

آئين ۽ چارهين، ڏٿ ڏهائي سوسرا،
ستا پکيو سيد چئي، سائون سڪائين،
منجهان لب لطيف چئي، چانور ڪيو چارهين،
پلاهہ نہ پارين، عمر، آراڙي سين۔

هڪ جاءِ تي چئي ٿو تہ اگرچ مسڪيني ۽ غلاميءَ جي زندگيءَ سنڌي عوام جو حال هيٺو ڪري ڇڏيو آهي پر هنن جو ست ايڏو آهي جو آزاديءَ جي آسري تي ڪيڏي بہ قيمت تي پنهن جي روايات ڪي نہ وساريندا:-

سهسين سيبا ڪنجري، لوئي ليڙ ٿيام،
اباڻن جي آسري، ڪتي ڪان قيام،
جا ڏيت ڏڪيام، تنهن جو پرورپن رهائيين۔

سنڌي عوام ڪي غربت ۽ غلاميءَ جي قيد ۾ ڏسي ارمان ٿئس ٿو پر دل مضبوط ڪري ڪيس دلاسو ۽ ڏڍ ڏيئي، دلداري ڏيندي چئي ٿو تہ پنهنجي روايات ڪي نہ وسارجو اهي ڏکيا ڏينهن جلد گذري ويندا آخر آزادي ۽ ترقي نصيب ٿيندو:-

قسمت قيد ڪيو، نا تہ ڪيراچي هن ڪوٽ ۾،
لکئي آئي لوح جي، هنڌ ڏيکاريم هيءُ،
پرچي ڪين پنوهار ري جان، جسو ۽ جيءُ،
راجـــا راضي ٿي تہ مـــارن ملي مـارئي!

......

ڪو ڏينهن اهين ڪوٽ ۾، لوئي هڏم لاهہ،
ڪامڻ اوهان جي ڪر جي، اي آڏ وڏائي آهہ،
ستي سيل نباهہ، مـــلير ويندئن مـــارئي.

سنڌ جي عوام جي مشڪلاتن ۽ تڪليفن واري زندگيءَ هوندي بہ هنن ۾ ست ۽ همٿ آهي تنهن جو ذڪر ڪندي هن طرح چئي ٿو:-

زيريئن پيرين لـــوه ۾، گڏن ڪيس گاه،
سنڌي سنڌي سومري، هڏ نہ ڇاڙهيم ماه،
سرتيون دعا ڪجاه، تہ پرم پاروڙي رهي.

ملڪي حاڪم ۽ سنڌن حواري حڪمران طبقا جڏهين ملڪ جي سموري پيداوار تي قبضو ڪري رنگ رليون ملهائين ۽ خوشيون ڪن ٿا تڏهين شاه صاحب عوام جو عيوضي ٿي انهن کي مخاطب ٿي چوي ٿو تہ اسان مظلوم، محڪوم ۽ مسڪين آهيـون ان حالت ۾ اسان ڪهڙيءَ طرح خوشي ملهائي سگهنداسون جيستائين اسان جو عوام آزاد نہ ٿيو آهي:-

جا عمر تو مل عيد، سا اسان سوءَ ورتي سومرا،
ويئي ويچارن وســـري، خوشي ۽ خـــريد،
سڪڻ ڪيا شهيد، مـــارو ملڪ مـــلير جا.

......

عمر اڃا ڪوڙا، ڪانڌياريون ڪين ڪن،
جنهين جسا ترن ۾، ورتا ويس سڻن،
هوءَ جي حق پچن، سي ڪئين سٽيون سومرا.

......

آءٌ ڪيئن سوڙ هين سمهان، سون ور گهاري ولهه،
ڪتيريءَ تان ڪسل، عمر ڪيج م اعڙي.

وري غلاميءَ جي زندگيءَ عوام جو جهڙو حال ڪيو آهي ان جو ذڪر هيئين طرح ڪري ٿو:-

سونهن وڃايم سومرا، ميرو منهن ٿيوم،
وڃڻ تنت پيوم، جت هلڻ ناه حسن رڳي.

ملڪ ۽ قوم جي ترقيءَ جي سوال ڪي هو چوي ٿو ته تيستائين نه ڇڏيندو جيستائين سرير ۾ ساهه اٿس:-

پير نه ڇڏيان پرين جو، جانسين ٿي جيان،
ڪيرون ڪٿيرن ڪي، وڃي ڏيه ڏيان،
ڪارڻ ان ڏينهان، آءٌ ڪيئن لوئي لاهيان.

حڪمران طبقي ۽ ڌارين جي ساز ۽ سامان، حڪومت ۽ دٻدٻي، علم ۽ عقل ڪي ڏسي جي ماڻهو عارضي نفع خاطر پنهن جي روايات ڪي ڇڏي سندن انڌي تلقيد ڪرڻ لڳن ٿا ۽ ملڪي معاملات سان غداري ڪن ٿا تن ڪي مخاطب ٿي چوي ٿو ته:

هي منهن ڏيئي ين، تون وهه ڪانئي نه مرين،
تان جي سلير چائيون، تو سين سڱ نه ڪن،
تون ڪيئن منجهان تن، پاڻ ڪوٺائين مارئي.

ڪنهن وقت وجد ۾ اچي دعا گهري ٿو ته خدا ڪري اهو ڏينهن نه ٿئي جو ملڪ ۽ قوم کي غلاميءَ کان آزاد ۽ مسڪيني کان ٻاهر ڏسجي کان اڳي مري وڃي، شل عوام جون مرادون پوريون ٿينديون ڏسي پوءِ مري:-

الله ائين م ٿيوءِ، جئن آءٌ مران بند ۾،
جسو زنجيرن ۾، راتو ڏينهان روءِ،
ٻهرين وڃان لوءِ، پوءِ مر پڄنم ڏينهڙا.

ڪڏهين عوام جي ملڪي معاملات طرف ڪم توجهي ڏسي چوي ٿو ته جيڪڏهين انهن ۾ قومي احساس هجي ها ته غلامي گهڻو وقت ڪانه رهي سگهي ها ۽ نه ڪيس ئي ايتري اذيت ٿئي ها:-

جي ڪر لڏائون، ته بنديءَ بند نه ساريو،
ماروئڙن آءٌ جيڪس ويس وسري.

هن جڏهين ڏٺو ٿي ته حڪمران طبقي يا ڌاريان حاڪم سنڌي عوام بنسبت گلا ڪن ٿا ته "هو جاهل، بزدل ۽ اڻسڌريل آهن" ته هن جي حب الوطني عود ڪري ٿي آئي ۽ چيائين ٿي ته:

جيها جي تيها، سون سارو مڃيا،
مون جيڏيون ملير ۾، چونڊين موڪ مها،
منهنجي آس اها، ڪڏهين ڪيرائينديءَ ڪوٽ کي.

## (٢٨) سر پورب:

هن سر ۾ به فصل آهن ٻهرين ۾ ڪانگ کي محبوب جو قاصد سڏي ان سان دل جا حال اوريا اٿس چوي ٿو ته:

ڪانگل سيئي ڪوٽ، پرين جي پر ڏيه ويا،
جنهين ريءَ جهان ۾، آڪـــڙيـن اروٽ،
الله لڳ لطيف چئي، ڪج ڳاراچو ڳوٺ،
جي ڏمريا ڪنهن ڏوٽ، سي اڏامي آڻ پرين.

هي فصل ۾ خادم ملڪ کي مخاطب ٿي ڪي نصيحتون ٿو ڪري:-

سامي چائين، سڪ طلبين، تسا ڏئين نه تن،
ماڙهن کان منهن ڪيو، پنبين اٽا ۽ ان،
ڪاپڙين تو ڪن، ڪه چيرايا چشن لئي.

......

سامي چائين سڪ طلبين، سگئين نه سامي،
احـــان اورائين پنـڌ ۾، ويئين وســـامي،
گر کي تون نـــه گڏئين، چايئين انعامي،
دائم مدامي، پـــورو رهج پـــريـن ۽ سين.

......

## (۳۹) سر ڪاموڏ:

هن سر ۾ ڄام تماچيءَ ۽ نوري مهاڻيءَ جـي قصي جو بيان ڪندي ڄام تماچيءَ جي غريب مهاڻن سان محبت کي ساراهيو اٿس:-

انهيءَ مان شاه صاحب جي سياسي رجحان جو پتو پوي ٿو ته سياسي ليڊرشپ لاءِ هوڪن خاصيتن کي پسند ٿو ڪري:-

ککيءَ هاٺيون ڪاريون، ڇڇيءَ هاٺيءَ ڇيڄ،
پاند جنجي پـــاندسين، لـــڳـو ٿئي لڄ،
سمو ڄـــام سهج ايـــو ڪري ان سين.

......

گند جنھ جي ،گوڏ ۾، پسابوڙا پوشاڪ،
انھين جي اوطاق، راجا ريجھي آئيو،

......

ڪوءِ سميون، ڪوءِ سومريون، جي اڇن اوڇي ڳاٽ،
ورسي ڪنجھر ڇائيون، جن تماچيءَ جي تات،
راڻن ملان رات، ساٽڪ مٺي پرائيو،

......

ڪاريون، ڪوجھيون، ڪوڙيون، مور نہ موچاريون،
وٺي وينيون وات تي، ڪڪيءَ جون ڪاريون،
انھي جون آريون، سمي ري ٻيو ڪير سھي،

......

## (۳۰) سر ڪارايل:

ھن سر ۾ بہ فصل آھن پھرين ۾ سنڌ جي تھذيب ۽ امن کي جو ٻاهرين اثرن اچي خراب ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي هئي، ان جو ذڪر ڪندي سنڌين جي بي چارگيءَ جي حالت تي مرثيہ اٿس:-

اڇو پاڻي لڙ ٿيو، ڪالوريو ڪنگن،
ايندا لج مرن، تنھن سر متي ھنجھڙا،

......

سر ۾ پکي ھيڪڙو، پاريھڙن پنجاھ،
سندي آس الله تو لڏي لھرن وچ ۾،

اھا حالت سنڌين جي ڪيئن ٿي ان بنسبت چوي ٿو تہ ھو پنھنجي سادگيءَ ڪري ڏارين جي چڪمي وارين ڳالھين تي پلجي پيا ۽ پاڻ وساري ڇڏيائون، جنھن ڪري ڦاسي پيا:-

دلبو منجهہ درياہ، پسي پڪي آئيا،
ويچارا وِساہ، آئـــي ات اڙائيا.

وري ٻئي فصل ۾ سنڌي عوام بنسبت حاڪمن کي چوي ٿو تہ هو اهڙي نسل ۾ روايات جا آهن جو سدائين محڪوم رهي نہ سگهندا اگرچ ظاهري ڪمزور ڏسڻ ۾ اچن ٿا.

سنهان پاڻ ۾ سپ، اٿئي وياءَ واسينگن جا،
جنهين جي جهرپ، هاٿي هنڌائين نــہ چري.

# فصل نائون

## شاهه صاحب جو سنڌين لاءِ سنيهو

هن ڪان اڳي ٻه هڪ ٻن جڳهن تي هن ڪتاب ۾ مون لکيو آهي ته آءُ شاه صاحب جي ڪلام جو سياسي مفهوم سمجهائڻ جي ڪوشش ۾ هي ڪتاب لکي رهيو آهيان تنهن ڪري سندس سنڌين لاءِ سنيهي جو ٻه سياسي پهلوئي بيان ڪندس:-

شاه صاحب جي ڪلام کي هن وقت تائين گهڻو ڪري تصوف جي روشنيءَ ۾ پئي ڏنو ويو آهي ليڪن ان جي ڪلام کي هر پهلوءَ کان ڏسي سگهجي ٿو.

منهن جي سمجهه موجب شاهه صاحب جي ڪلام ۾ سنڌين لاءِ ڪي خاص پيغام ۽ سنيها ڏنل آهن، جي انهن جي پوري کوجنا ڪبي ته اهي اڄ ڪلهه جي گهڻن سياسي مسئلن جي حل لاءِ سنڌين جي رهبري ڪري سگهندا.

شاه صاحب جي ڪلام مان جي پيغام نڪري سگهن ٿا تن مان ڪجهه هيٺيان آهن:

### (۱) حب‌الوطني:-

شاه صاحب جي ڪلام ۾ حب‌الوطنيءَ کي خاص جڳهه آهي، هن جي ڪلام جو نچوڙ آهي اهو ته سڄڻ (ديسي) ۽ ماڻيه (وطن) ڪنهن بي غيرت کي وسري سگهندا. مارئي جو سر

سچو انهي جذبات ۽ خيالات سان پريو پيو آهي. شاه صاحب حب الوطني کي ايمان جو جزو ۽ مذهب جو بنياد ٿو سمجهي.

شاه صاحب جي زماني ۽ موجوده وقت جي حڪام جي سياسي پاليسي گهڻو ڪري ساڳي آهي. هو به اسلام ۽ شريعت جو نالو وٺي ڪتا ڌارڻ، شڪار ڪرڻ، ملڪي خزاني جو گهڻو حصو ذاتي عياشين ۾ خرچ ڪرڻ ۽ پنهنجي طاقت کي برقرار رکڻ لاءِ خرچ ڪندا هئا ۽ سندن قول ۽ فعل يڪسان نه هئا. هي به ڪم و بيش ساڳئي رستي تي هلي رهيا آهن.

انهن ڏينهن ۾ به اسلامي برادري جي نالي ۾ عوام کي آزاد رائي ۽ خيالي کان محروم رکيو ويندو هو. هن وقت به ساڳي حالت آهي.

تنهن ڪري شاه صاحب جو سچو "سر مارئي" انهي مضمون تي صرف ڪرڻ بغير ڪنهن مطلب جي نه آهي. اڄ اڳي به ٻکي آيو آهيان ته مسلمانن ۾ قديم وقت کان ٻن خيالن جا ماڻهو پيا رهيا آهن. هڪڙا وطن جي محبت جي بنياد تي انسان ذات جي ترقيءَ لاءِ ڪوشش ڪرڻ جي رائي جا پيا رهيا آهن ته ٻيا مسلمانن کي هڪ جدا گروه بنائي انهن کي انسان ذات جي رهبري ڪرائڻ جا طرفدار پيا رهيا آهن. ٻنهي خيالن جي طرفدارن کي پنهنجا دليل آهن جن جو مختصر احوال به اڳيئي ٻڌايل آهي. هتي صرف هي ٻڌائڻ ڪافي ٿيندو ته شاه صاحب پهرين خيال جو هو جنهن ڪريئي حب الوطني کي سارا هيو اٿس. موجوده وقت جي زبان ۾ انهي ٻنهي نظرين کي نيشنلزم ۽ پئن اسلامزم سڏي سگهجي ٿو.

شاه صاحب نيشنلزم جو حامي هو، نيشنلزم ۽ حب الوطني ساڳي شي آهن. اهو صاف سمجهڻ گهرجي ته جيڪي سنڌي شاه صاحب جا به مداح آهن ۽ ڊاڪٽر اقبال جا به پوئلڳ ٿيڻ گهرن ٿا تن يا ته ٻنهي جي خيالات جو مقصد سمجهيو نه آهي يا ڄاڻي

واٽي اٿين ڪن ٿا. مطلب ته شاهه صاحب جو پهريون پيغام سنڌ جي سياسي، اقتصادي، ذهني آزاديءَ ۽ ترقيءَ جي مقصد سان محبت رکڻ آهي ۽ حب الوطني جي صحيح معنيٰ به اهائي ٿي سگهي ٿي.

## (۳) پاڻ سڃاڻڻ:

شاهه صاحب جي ڪلام ۾ پاڻ سڃاڻڻ تي به گهڻو زور ڏنل آهي.

اڪثري معنيٰ ڪندڙ پاڻ سڃاڻڻ مان صرف روحاني ۽ صوفيانو مطلب ڪڍندا آهن، وحدت الوجود جي نقط نگاهه کان هو چوندا آهن ته "تو ۾ تنهنجو معشوق يا محبوب ڇپيل آهي، ٻاهر نهارڻ بيسود آهي" "نائي نيڻ نهارڻ" "اندر اجارڻ" سان انکي ڏسي سگهندين. شاهه صاحب چوي ٿو ته:-

وڃين ڇو ونڪار، هت نه ڳولين هوت کي،
لکو ڪين لطيف چئي، ٻاروچو ٻي پار،
ٿي ستي پڌ سندرو، ڀرت پنهون سين پار،
نائي نيڻ نهار، ته تو ۾ ديرو دوست جو.

ان جي هي به معنيٰ ٿي سگهي ٿي ته ٻين يا ڌارين جي درن ڇو رلين ٿو، هوت (مقصد) تنهن جي هٿ ۾ آهي رڳو همت جي درڪار اٿيئي ته پاڻ وٽان ئي هٿ اچي ويندءِ.

پنهنجو قومي نالو، نشان، اصل، نسل ۽ قديم روايات جي واقفيت قدر ۽ قيمت سڀ پاڻ سڃاڻڻ جي معنيٰ ۾ اچي وڃن ٿا. دنيا ۾ انسان ڪنهن خاص مقصد لاءِ پيدا ٿيل آهي ۽ ان کي خاص فرض پورا ڪرڻا آهن، انهيءَ مقصد، مراد ۽ فرض ادين لاءِ هرهڪ ماڻهوءَ ۽ قوم کي پنهنجو پارٽ ادا ڪرڻو آهي.

اهڙيءَ طرح سان سنڌين لاءِ به نصب العين آهي ۽ انهي جي سڃاڻپ ۾ ئي سنڌين جي پاڻ سڃاڻڻ جو راز لڪل آهي.

سنڌين جو نصب العين اهو آهي ته جڏهن اقوام عالم کي پنهنجي "ڪتيل ست" جي پرک لاءِ صراف عالم وٽ سرتين جي سامهون سڏ ٿيندو تڏهن انهن کي ڪجهه هجي جو ڏيکاري سگهن ۽ شرم کان ڪنڌ هيٺ نه ڪرڻو پوين.

ان جو سچائڻ تڏهن حاصل ٿي سگهندن، جڏهن هرهڪ سنڌ جو رهاڪو پنهنجي شخصي ۽ طبقاتي نفع کي قوم جي گڏيل مفادن لاءِ قربان ڪرڻ سگندو، پاڻ سڃاڻڻ ۾ شخصن جي فنا آهي ۽ قومن لاءِ بقا آهي. قوم جي نفع لاءِ پاڻ کي ماري يا فنا ڪري هڪ قطره کي قومي قلزم ۾ فنا ڪرڻ پاڻ سڃاڻڻ جو بنيادي سبق آهي. شاه صاحب فرمائي ٿو ته:-

مر ته موچاري ٿئين، وڃهي جيءَ ۾ جوءِ،
سنڌ پرڻا پسوءِ، پهچندءِ پنهونءَ ڪي.

شاه صاحب جو سمورو ڪلام غور سان پڙهي ڏسبو ته مقصد، محبوب، منزل، مارن وغيره کي پهچڻ لاءِ ڏکن ۽ ڏاکڙن، ڪشالن ۽ مصيبتن جو سهڻ ۽ برداشت ڪرڻ ضروري امر آهي گهر ويني، بنا محنت ۽ تڪليف جي ان درجي تي پهچڻ ڪوڙيون سڌون آهن.

## (۳) بي خوفي ۽ همت:

شاه صاحب جو سنڌين لاءِ ٽيون پيغام همت ڌارڻ جو آهي. جنهن ماڻهوءَ يا قوم کي خوف جي بيماري ويڙهي ويل هوندي سي نه آزاد ٿي سگهندا ۽ نه ترقي ڪري سگهندا جتي ايمان آهي اتي خوف نه آهي جتي خوف آهي اتي ايمان نه هوندو. سوس ايمان خان سواءِ ٿي نه سگهبو. بزدلي، جهالت، احساس ڪمتري ۽ بي اتفاقي ڪري خوف پيدا ٿئي ٿو.

جڏهين کي خود مطلب مڪاني حاڪم عوام کي ڪمزور ۽ بزدل بنائي پنهنجو شخصي اقتدار قائم رکڻ گهرندا آهن ته پيا وري خود مطلبي ۽ خانہ جنگيءَ جو فائدو وٺي ساري قوم کي غلام بنايو ڇڏين ٿا. مقصد ان راند وانگر سولو ڪم نہ آهي جا ڳپرو کيڏيندا آهن هتي تہ سسي نيزي جي پاند تي اچلي اڏ ڪرڻي آهي.

دهشت جا درياه لنگهڻا آهن جت لڙ لهريون لس ليٽ هوندا آهن ۽ جن درياهن جو سنڌو سيڙهو ڪنوڻ هوندو آهي اتي سچا ٻيڙا سير ۾ هيٺ هليا ويندا آهن، جن مان پرزو بہ پيدا نہ ٿيندو آهي، جتي بحر جا سنانا سيسار ۽ هيبت ناڪ واڳون هزار هوندا آهن. اتي اڻ تارن کي صرف ساهڙ جي صلاح پار لنگهائي سگهي ٿي جا اها آهي تہ:-

جنان وهي تنان واٽ، ڪپر پڇن ڪوڙيون،
جن کي سڪ ساهڙ جي، سي گهڙ نہ پڇن گهاٽ،
جن کي عشق جي اسات، سي واهڙ پائنين وکڙي.

شاه صاحب سنڌين ۾ جهالت، احساس ڪمتري، بي اتفاقي ۽ سستي ڏٺي ۽ انهن جملي مرضن لاءِ هڪ واحد علاج همت ۽ بهادري جو ڏسيائين.

## (۴) قرباني:

سنڌين لاءِ چوٿون سنيهو شاه صاحب ڏنو آهي اهو قوم ۽ ملڪ جي آزاديءَ ۽ ترقيءَ جي رستي ۾ هر هڪ سنڌيءَ کي پنهنجي شخصي ۽ طبقاتي مفاد کي قربان ڪري عوام جو ڀلو گهرڻو آهي. ڪابہ قوم يا ملڪ ترقي ڪري نہ سگهندو جنهن جي افراد ۾ قرباني جو مادو نہ هوندو آهي.

شاه صاحب فرمائي ٿو تہ:

تون جي ڪالهه مئي، ته ڪالهه ئي گڏئن پرين ڪي،
ڪڏهن ڪا سئي، ته ڪا سگهي گڏين سڄڻين.

شاه صاحب چوي ٿو ته انهي فنا في القوم جي درجي کي پهچڻ لاءِ سر جي ست ڏيئي پوي ٿي. ڪامڻ سنديون خبرون پتنگن ڪان پڇي ڏسو جي پنهنجي جيءَ کي آٿيو آگ ۾ جلائين. هو پهه پهچايو مچ تي مڙن ٿا ۽ لهس ڏسي لڇڪن ڪين ٿا، مچ مٿي سڙيو وڃن ۽ ڳچين سندا ڳچ وڃايو ڇڏين. جڏهين باهه ٻري ٿي ته هو چڙهيو پيا چڪاسين ۽ ڏسيو پيا وهسن ۽ پاڻ ڪٽيو ڪوري ۾ وجهن. ڪنهن جاءِ تي اگرن جو مثال ڏئي چوي ٿو ته:-

هيءَ پر اڳارن، ٻه ڏاهين ٻرن جي،
هڪ ڪوري ڪاٺيا، ٻئو ڏوڏي منجهه ڏڳن،
پاڻ لهارن، ميڙي رکيا مچ ۾.

انهن کي لهار ٻاريو اجهائين وري اجهايو ٻارين ٿا ته ٻه هو پنهنجي ڪم ۾ پورا آهن، وري ملڪ جي خادمن کي مخاطب ٿي چوي ٿو ته:

جان وڃيو هئين تان ويهه، ذات وڃيو وڃ تون،
هي تنين جو ڏيهه، ڪاتي جنين هٿ ۾.

انهن کي وري چوي ٿو ته ”جي تون سگهن سگهيو آهين ته ڪاتيءَ پٺي ڪم ڪنجهه“ ۽ ڪلالن جي ماٽيءَ وٽ پنهنجو مٿو ڪاٽي رکڻ لاءِ تيار ٿي وڃ ۽ سرمست ۾ ڏيئي پوءِ انهي محبت واري مدمان کي پيالون سمجهه. اڳتي هلي وري فرمائي ٿو ته:-

اصل عاشقن جو، سر نہ سانڍڻ ڪم،
سو مسنئان اڳرو، سندو دوسان دم،
هي هڏو ۽ چم، پڪ پريان جي نہ پڙي۔

سوريءَ چڙهڻ جو بيان ڪري چوي ٿو تہ:-

سوري آهي سينگار، اصل عاشقن جو،
مڙڻ، موٽڻ ميهڻو، ٿيا نسظاري نروار،
ڪسڻ جو قرار، اصل عاشقن جو۔

وري چوي ٿو تہ هڪ ٻن عاشقن ٿيڻ سان ملڪ ۽ قوم جو ڇوٽڪارو نہ ٿيڻ وارو آهي اتي تہ ڪيئي ڪوڙيون عاشق جون پيدا ٿيڻ ضروري آهن چاڪاڻ تہ ڪلالڪي گهر ڪسڻ جو ڪوپ پيو وهي، اتي وڍڻ، چيرڻ، چچرڻ انهن جي پهت ۽ پر ٿي ويئي آهي ۽ عاشقن ڪي وري سرڻ ۾ مشاهدو پيو ٿئي۔

......

## (٥) ستايلن جي سنگت ۽ حمايت:

شاه صاحب جا متي ذڪر ڪيل پيغام رواجي طرح تہ هر سنڌيءَ لاءِ آهن، پر ڪيس خبر هئي تہ انهن ڳالهين تي عمل ڪرڻ اهڪو آهي ۽ انهن ذريعن جي وسيلي قومي آزاديءَ ۽ ترقيءَ جي مقصد ڪي پهچڻ جو پنڌ اڻانگو آهي۔

جتي باري بر ۽ ٽڪائڻ وارا ترسجهن ٿا، اتي جبل جلدائي ڪري تڪ جو تاءُ ڏيکارين ٿا، ڪکرا ڪوسا تپن ٿا ۽ رڻ تتو رائو آهي، جو راڻي جبل جو سفر ستائو آهي، وڻڪار جي وڏن وڻن ۾ نيلا نانگ رهن ٿا، جت ڪڙم قبيلا سات نتا ڏين۔ اتي سي ڪا سڌ ڪانہ ڪندي صرف جن جو اندر اڌ هوندو سيئي ڏونگر ڏوري سگهنديون، انهيءَ ڪري سنڌس خطاب پڪن ۾ رهڻ وارن

پنوهارن، ڏينهن جي ڏوٿين، مالن چارڻ وارن سارن، هرڪاهڻ وارن هارين، ٿرن ۽ برن ۾ رهندڙ منگهارن، پيار پريل سيٽن ۽ سرتن، ڪارن ۽ چارن وارن مڇي مارڻ وارن مهاڻن جن جي پاپوڙا پوشاڪ آهي، وڏيءَ جون واڍيوڙن پاروچين پارن، سڪا سنڌ ڪچن ۾ ۽ پراڻن ڪيٽرن ۽ نيڻ نمائيندڙ ڪاهوڙين، پڳهه پاسي گهاريندڙن ۽ سڙهه سنباهيندڙ سامونڊين، گونڌر ۾ گذاريندڙن، پهڻن تي پاسا کوڙيندڙن، سچ جي سمر وارن، نه پڌي ۽ نه سيئي جوءِ جي ڏوريندڙن، جت پکيءَ جو پير نه هجي اتي باهڙي ٻمڪائيندڙن طرف آهي. انهيءَ ڪي خبر هئي ته سندس پيغام ۽ سنيهن تي عمل، لوڪ جي لياڪن رکڻ وارن، نام نشان پويان هلندڙن مال مڏيون گڏ ڪندڙن، سک جي مانڊيندڙن، گندي ۽ گراه جي گولن پٽ ڪٽي پندڙن، سنجهي سمهي رهندڙن، پاڻ جي پوڄا ڪرائڻ وارن، گندي، ماني ۽ ماڳ سوچاري پنيان هلڻ وارن، جسن ۾ جڏا، پر ڪيڻ ۾ ڪون، مٽي تي ماٺڪ وڪڻندڙن. ماڻهن کان منهن ڪيو اٿا ۽ ان پنندڙن، جن ڪي اڄ ڪلهه جي زبان ۾ لقبن ۽ لالچن تي ضمير وڪڻڻ وارا، ميمبرين ۽ وزيرين خاطر ملڪ ۽ قوم قربان ڪرڻ وارا، رشوتن مان مال ۽ ملڪيتون ڪٺي ڪرڻ وارا، ٿوري جوف خاطر ڏارين جا جوتا صفا ڪرڻ وارا، چاٽي سچائي ناحق کان ڏڃي ماٺ ڪرڻ وارا، بداخلاقيءَ جو اڏو هئڻ جي باوجود دين جو نعرو لڳائڻ وارا، مسڪينن، خانه بدوشن ۽ جاهلن جي ڪمائي تي عيش عشرت ڪرڻ وارا، ظلم ۽ ستم ذريعي پنهن جي طاقت رکڻ وارا سڏي سگهجي ٿو- کان ڪين ٿي سگهندو تنهن ڪري اهڙن ماڻهن کي مخاطب ٿي چوي ٿو ته:

اٺ ڏکويون ڏکن جي، چو ٿيون پٽريون،
ناهه اوراتو ان کي، ٿيون لوڪ رياڻون رون،
پنڻ پيڙيون هون، پار تنين جا پڌرا.

هو سنڌ جي مظلوم ۽ مسڪين عوام کي غربت، جهل،

بداخلاقي، ظلم ۽ ڏاڍائي کان آزادي ڏيارڻ واسطي گڏ ڪرڻ گهري ٿو ۽ چاڪاڻ تہ ڪيسن خبر هئي تہ ملڪ ۽ قوم جي آزاديءَ ۽ ترقيءَ جو موڪ بہ انهن وٽان ئي وارو آهي ۽ چوي ٿو تہ:-

اچو سورن واريون، ڪريون سورن جي پچار،
ڪن گهڻا ڪن ٿورا، ڪانهي سورن ڌار،
ڏنا جي ڏاتار، سي مون جهولي پائي جهليا.

هن ڪي بنگلن ۽ محلاتن ۾ رهندڙن، ڇٽ پنيهر پهريندڙن، پوڙ ڀلاء کائيندڙن، موٽرن ۾ چڙهندڙن ۾ عوام لاءِ انسي ڪا جفاڪشي ڪرڻ جي ٿوري اميد هئي! آخر جما جاءِ ڀرندي اها

جلندي، تنهن ڪري چوي ٿو تہ:-

سگهن سڏ نہ سور جيہ تہ گهايل ڪين گهارين،
پٽل پلسو پٽ ني، واڍوڙيل لـــ واريــن،
ڀر ۾ پچي پرين لاءِ، هـــي هنجون هارين،
سڄڻ جي سارين، تن رويو وهـامي راتڙي.

هو محبان وطن کي صلاح ٿو ڏئي تہ جهوپڙين ۽ ڪکائن منهن، ٿرن ۽ برن، جيلن ۽ اسپتالن وغيره جاين تـي جي ڏکي حياتي گذاري رهيا آهن تن جي خبر لهن انهن جا ڏک ۽ سور ٻڌن. انهن جا مسئلا سمجهن، ملڪ مان بک، اگهاڙ، بيماري ۽ مصيبت ڪيڻ لاءِ رٿون-۽ مشورا ڪن پوءِ ئـي هو سچا خادم سڏائڻ جا حقدار ٿي سگهندا. چوي ٿو تہ:-

رهي اڄجي راتڙي، تن واڍوڙين وٽان،
جن کي سور سريڙ ۾، گهٽ منجهاران گهاءَ،
لڪائي لوڪان، پاٿهين پــدن پــتيون،

ان وقت ان زماني جي صاحب اقتدار طبقہ جي ماڻهن (جن ملڪ ۽ قوم جي ليڊريءَ جي واڳ پنهن جي حوالي ڪئي هئي ۽ باوجود وڏين دعوائن جي ملڪ ۽ طبقاتي مفاد لاءِ ماڻهن کي مسڪين، بي علم، مظلوم ۽ ڪسم پرس حالت ۾ رکيو ويٺا هئا) جي حالت کي ڏسي انهي طبقي مان قطعا نا اميد ٿيو هو ۽ ظاهر ڪيائين تہ:-

ڪنيس ڪوبجن، تن طبيب نہ گڏيا،
ڏئي ڏنيءِ ڏڏن، پاڻا ڏيل ڏکوئيو.

هو ساڳي طرح متعصب، تنگہ نظر، خود مطلب ۽ دنيا خاطر دين وڃائيندڙ ملن ۽ مولوين مان بہ راضي نہ هو. هن کي خبر هئي تہ:-

پڙهيو تا پڙهن، ڪڙهن ڪين قلوب ۾،
پاڻان ڏوهہ چڙهن، جيئن ورق وارين وترا.

ملڪ ۽ قوم جي خادم ٿيڻ لاءِ هو ڪي شرط ٿو مقرر ڪري جيڪي انهن پڻاندر هلندا سي ئي ان ڪم لاءِ لائق ٿي سگهندا. چوي ٿو تہ:-

سپ ننگيون ٿي نکرو، لالچ ڇڏي لوپ،
سپريان جي سوپ، نندون ڪندي نہ ٿئي.

جن ماڻهن ۾ اهي ڳالهيون موجود نہ آهن مستقبل تي حال ۽ عوامي فائدي تي شخصي فائدو مڻائڻ لاءِ تيار آهن. ۽ قوم جي مجموعي نفع کي پنهن جي طبقاتي مفاد تي قربان ڪن ٿا تن لاءِ چوي ٿو تہ:-

وصل تنهن وڃائيو، سينڌ سرمي سڻين،
سالوني ليلان جيئن، مٽيو جنهن مٽ ڪيو.

هن سنڌ جي صاحب اقتدار طبقي جي خامين جي باوجود سنڌي عوام مان اميد ڪانہ لاٿي هئي ۽ انهن مصيبت زده، ستايل غريب ۽ جاهل ماڻهن کي دلداري ڏني هن طرح مخاطب ٿئي ٿو:-

ڏکي ڏک متي ڪر، ونءُ چپر پيهي،
گڏبئي ڏيهي، سوڌيون ڏهنديءَ خبرون.

وري چوي ٿو تہ:-

پيڙي پڌ پهار، سورائتي سندرو،
ڏونگر توهان ڏار، ڪانہ ڏوريندي ڏک سين.

هو تڪليفن ۽ مصيبتن سان عادي ٿيڻ ضروري ٿو سمجهي. ڇاڪاڻ تہ جيسين ماڻهو انهي جو عادي ۽ هيراڪ نہ ٿيو آهي ان وقت تائين هن ڪان ڪوبہ بلند خيال ۽ اعليٰ مقام وارو ڪم پورو نہ ٿي سگهندو تنهن ڪري چوي ٿو تہ:-

سو سکن ڏيئي، ورهہ وهايم هيڪڙو،
مون کي تنهن نيئي، پير ڏيکاريو پرينءَ جو.

سورن جا هيراڪ ٿيڻ بعد ملڪ جي خادمن جو جيڪو حال ٿئي ٿو انهيءَ جا هيئيان اهڃاڻ ٿو ڏئي:-

ڏکوين اهڃاڻ، ڪلهي ڦاٽو ڪنجرو،
وڃن گوندر گڏيون، لوڪ نہ آڇين پاڻ،
سورن اسان سان، نديئي نينهن ڪيو.

......

# فصل ڏهون

## شاهه صاحب جا سياست تي نظريا

شاه صاحب جي سياسي نظرين بنسبت ڪجهه ذڪر اڳ ۾ ٿي
فصل ۾ اچي ڪري آيو آهيان ته، ان زماني جي ماحول جا
شاه صاحب تي ڪهڙا اثر پيا. جنهن صورت ۾ انهي زماني جا
تفصيل وار تواريخي احوال ملي نٿا سگهن ان ڪري جيڪو به
تواريخي احوال ملي سگهيو آهي ان تي غور ۽ ويچار ڪرڻ، شاه
صاحب جي ڪلام کي پڙهڻ ۽ هن وقت جي سياسي حالات کي
مدنظر رکي قوي دليلن جي بنياد تي آءُ جن نتيجن تي پهتو آهيان
تن جو ذڪر هن فصل ۾ ڪندس. ممڪن آهي ته تواريخ دان
۽ اهل علم منهنجي هيٺ ذڪر ڪيل نتيجن سان شامل راءِ نه
ٿين، پر آءُ جن نتيجن تي پهتو آهيان انهن لاءِ مون کي ڪافي
دليل ۽ ثبوت آهن ۽ جيسين ان کان وڌيڪ قوي دليلن سان
انهن نتيجن کي ڪنهن رد نه ڪيو آهي مون کي پورو حق آهي
انهن خيالات جي اظهار ڪرڻ جو. اهو ته دنيا جو دستور آهي،
هڪ مريض جي تشخيص ۾ به ڪو ڇڏو به ڊاڪٽر متفق ٿيندا
آهن، تنهنڪري ممڪن آهي ته صاحب مون سان به متفق نه
ٿين. ان زماني ۾ دنيا جا سياسي نظريا اڄ ڪلهه وانگر صاف
ٿي ڪن بنيادي اصولن تي ظاهر ٿيل ڪون هئا. سنڌ ۾ ان وقت
شخصي راڄ هو، تعليم گهٽ هئي، مغربي دنيا جي تهذيب ۽

تمدن سان هتي ماڻهن جي واقفيت ڪانه هئي. اسيمبليون، وزارتون، چونڊون، ووٽن وٺڻ لاءِ ڪن پروگرامن جي بنياد تي ماڻهن کي اپيلون، ڪن اصولن جي بنيادن تي سياسي پارٽين جو ٺهڻ، سوشلزم، نيشنلزم، پئن اسلامزم، ڪئپيٽلزم، فشيزم، ڪميونزم وغيره جا نظريا موجوده صورت ۾ ڪونه هئا. سنڌ ۾ جاگيرداري نظام ۽ مذهبي نالن جي هيٺ حڪومت جو ڪاروبار هلندڙ هو. انهيءَ وقت جي سياسي نظام ۽ ڪاروبار جي، هاڻوڪي وقت جي معاملات سان مشابهت ليڪ نه ٿيندي ليڪن ان ڳالهه ۾ وڏائي نه ٿيندو ته مٿي ذڪر ڪيل نظريا جيڪڏهين سنڌ موجوده صورت ۾ ان وقت نه هئا ته به انهن نظرين جا ابتدائي جراثيم ته ضرور موجود هئا. جيڪڏهين جاگيردارن ۽ هارين جو وجود اُن وقت ثابت ٿئي ٿو ته ان مان سوشلزم جي لاءِ مواد موجود هئڻ جو ثبوت ملي ٿو.

سنڌ تي ڌارين جي ڪاهن، تسلط ۽ اقتدار جا واقعا ۽ سنڌين طرفان مقابلا، آزاديءَ لاءِ جدوجهد واسطي ڪوشش جا مثال تواريخ ۾ موجود هوندي سنڌ اندر نيشنلزم جي جذبي يا تحريڪ جو بنياد ڪهڙي به شڪل ۾ هئڻ کان انڪار ڪرڻ بي سود ٿيندو. سومرن ۽ سمن جي گهرائڻ جون ڌارين سان جنگيون ۽ مڪاني شاعرن جا انهن جي ساراهه ۾ قصيدا چوڻ مان قوم پرستيءَ جي بوءِ اچي ٿي.

سيد محمد ميران جونپوري ۽ ٻين مسلمان مذهبي ليڊرن جي تحريڪن ۾ پئن اسلامزم جا صفا ۽ صريح آثار نمايان نظر اچن ٿا. انهي وقت جي مثالن مان قاضي قاضن جي شاه بيگ ارغون پنهنجي پير ڀائي سان حمايت ڪرڻ به ان ڳالهه جو ثبوت ڏئي ٿي.

البت ڪئپيٽلزم پنهن جي موجوده منظم صورت ۾ موجود نه هو ليڪن اهو ته اجا تائين به سنڌ ۾ مغربي نموني ۾ پيدا ڪونه ٿيو آهي. جنهن صورت ۾ فسطائيت جا بنيادي متا هي

آهن، ته چند ماڻهو پنهنجي شخصي يا طبقاتي مفاد خاطر عوام جي آزاديءَ کي ختم ڪري طاقت جي زور تي انهن تي قابض ٿي عوام جي زندگيءَ جي هر معاملي ۾ دست اندازي ڪن ۽ انهن کي پنهنجي مخصوص نقطي نگاه مطابق زبردستي هلائين، ته اهڙي فسطائيت جا آثار ڪلهوڙن جي طريقه حڪومت ۾ عام جام ڏسجن ٿا.

مخدوم صاحب هاشم ٺٽوي جي فتوائن کي حڪومت طرفان نافذ ڪرڻ، کهڙن واري بزرگ ميان عبدالرحمان ۽ شاه عنايت صوفيءَ جون اختلاف راءِ جي ڪري شهادتون ڪرائڻ انهيءَ ڳالهه جو ڪافي دليل آهي. مسلمانن کي هڪ خاص نموني جون ڏاڙهيون رکائڻ، سٿڻ پارائڻ، پاڻيءَ جي ڪرن ڪٽڻ تائين مجبور ڪرڻ، هندن جي مذهبي رسوم تي ڪي پابنديون لڳائڻ جي واقعن مان ”فسيزم“ جا پڌرا آثار نظر اچن ٿا.

ڪميونزم جو نظريو ان وقت موجوده صورت ۾ نه هو ليڪن ان جي پيدائش لاءِ مواد موجود هو. جيئن ڪاٺ ۾ باهه هميشه موجود هوندي آهي ليڪن اها ظاهر تڏهين ٿيندي آهي جڏهين ان جي دکائڻ لاءِ ڪارڻ پيدا ٿئي ٿو. ڏکويل، ستايل، بي گهر ۽ بي کپڙي ماڻهن جو موجود هئڻ ان ڳالهه جي ثابتي آهي ته ان وقت به جماعتي نظام جي خرابين ڪري انقلاب جي شديد ضرورت موجود هئي.

تنهن ڪري شاه صاحب جي ڪلام مان هيٺين نتيجن ڪڍڻ لاءِ مون کي ڪافي سبب آهن. منهنجي خيال موجب شاه صاحب:-

۱- نيشنلزم جو حامي هو.

۲- جمهوريت جو طرفدار هو.

۳- سندن رجحان طبع سوشلزم طرف مائل هو.

۴- هو پڻ اسلامزم جو حامي ڪونه هو.

۵- ڊڪٽيٽرشپ يا فشيزم جو مخالف هو.

۶- شاهوڪاري نظام جو مخالف هو.

آءٌ هيٺ سندس ڪلام مان حوالا ڏيئي ثابت ڪرڻ جي ڪوشش ڪندس ته مٿي ذڪر ڪيل نتيجا ڪيتري قدر صحيح آهن.

## (۱) نيشنلزم (قوم پرستيءَ) جي حمايت:

قوم پرستيءَ لاءِ ٻن ڳالهين جي ضرورت ٿئي ٿي. هڪ جاگرافي ۽ لساني لحاظ سان ملڪ جو تصور ۽ ٻيو انهي وطن جي بنياد تي قوميت جو تخيل.

هن ڪتاب جي چوٿين ۽ پنجين فصلن ۾ مون شاه صاحب جي سنڌ ملڪ بابت خيالات ۽ سندس قومي تصور بابت گهڻو ڪجهه لکيو آهي تنهن ڪري ساڳين دليلن کي هتي دهرائڻ ضروري نٿو سمجهان. جن ماڻهن کي ان ۾ شڪ هجي سي شاه صاحب جي ڪلام مان مارئيءَ جو سر محب وطن جي نگاه سان پڙهي ڏسن ته پتو پئجي ويندن.

## (۲) جمهوريت جي طرفداري:

انهيءَ ڳالهه کان انڪار ٿي نٿو سگهي ته شاه صاحب عوام جي اتفاق جو حامي ۽ ستاين، مسڪينن، ڏکويلن جي ڳڏجڻ ۽ ٻڌيءَ جو طرفدار هو. هن کي عوام ۾ نا اتفاقي ڏسي ڏاڍو ارمان ٿي ٿيو ۽ پکين جو مثال ڏيئي کين شرمايائين ٿي ته اي ماڻهو! اوهان ۾ پکين جيترو به شعور نه آهي:

وڳڙ ڪيو وتن، پرت نہ ڇنن پاڻ ۾،
پسو پکيئڙن، ماڻهوئان ميٺ گهڻو.

هڪ جاءِ تي سنڌ جي عوام ڪي پنهن جي مشهور لقبن مان هڪ جي نالي ڇئي ٿو تہ اي سنگهار، قوم جي ترقيءَ ۽ بهتريءَ جو خيال ڏاريي وري جدائي ڪرڻ سچن قوم پرستن جو ڪم نہ آهي. چوي ٿو تہ:

ڌڻ ڏارڻ، ڏار رهڻ، ايءَ نہ سنگهارن سٽ،
ڪاهي ايندا ڪڏهين، مٽي وانڊ وهٽ،
جي هاڻو هونئي هٽ، تہ ٻہ ٿوڌ لاهم اڻ جو.

سنڌ جي عوام ۾ گذر جي تنگيءَ، جاگيردارن جي پاليسيءَ، ملن جي تعصب ۽ پيرن جي خود مطلبيءَ ڪري، جو نا اتفاقيءَ جو ٻج ڇنجي ويو هو ۽ ساري قوم جو شيرازو ٽڪرا ٽڪرا ٿي ويو هو ان تي ارمان ڪائيندي ظاهر ٿو ڪري:-

ڪٿا منجهہ قرار، هوا هيڪاندا سنگ ۾،
ڳاهي ڳاهم فراق جي، ڪيا ڏارون ڏار،
نجاڻان پيهار، ميلو ٿيندو سڄڻين.

هڪ هنڌ اتفاق ۽ ٻڌيءَ جا فائدا بيان ڪندي چوي ٿو تہ:-

جي ياڻئين تہ وس چران، تہ سنگهارن سان لڏ،
تہ هاڃي سندي هڏ، ڪوڪ نہ سٽين ڪڏهين.

سورٺ جي سر ۾ راءِ ڏياچ ۽ ٻيجل جي قصي ۾ هن ٻڌايو آهي تہ ڪيئن نہ عام راءِ بادشاهن جا ٻہ ڪنڌ نمارايو ڇڏي:-

”نابو نوابن جا، سوريو ڪڏي ساھ.“

......

محلين آيو مگسو، ڪٿي ساز سري،
لڳي تند تنبير جي، پيا ڪوٽ ڪري،
ھنڌين ماڳين ھوءَ ني، تنهن جي ٻيجل دانهن پري،
جهونا ڳڙم جهري، پوندي جهانءَ جهروڪ ۾.

وري ھڪ گوشه نشين يا ملڪ کان ٻاهر وطني ياءَ ڪي چوي ٿو تہ:

وڳر وساري، ويٺئين ڪيئن مات ڪري،
ڪ تو نہ ماري، رڻ جهڻ سندي سڄڻين.

سندس ڪلام جا اهي اشارا سندس جمهوريت پسنديءَ لاءِ ڪافي دليل آهن.

## (٣) سوشلزم جي طرف رجحان طبع:

شاھ صاحب غريبن جو طرفدار ھو ۽ ستايلن کي گڏ ڪرڻ جي ڪوشش ني ڪيائين انجا مثال اڳيئي پيش ڪيا ويا آھن، ھتي سندس ڪلام مان بيا مثال ڏيئي ان ڳالھ کي واضح ڪرڻ جي ڪوشش ڪندس تہ جيتوڻيڪ شاھ صاحب سموري وطن جي آزاديءَ ۽ ترقيءَ لاءِ بارش (انقلاب) جي دعا ٿي گهري آهي پر سندس انهيءَ مان مقصد غريب عوام جو سک ھو ۽ نہ شاھوڪار طبقي جي سک جو مطلب ھو. ھو صاف چئي ٿو تہ اي سارنگ (انقلاب) اجين ۽ بکين جي سار لهيج ۽ ان (رزق) گهڻو ڪج جو سنگهار (عوام) سکيا ٿين.

سارنگ سار لهيج، الله لڳ اجين جي،
پاڻي پوج پٽن تي، ارزان ان ڪريج،
وطن وسائيج، تہ سنگهارن سک ٿئي.

انهي سوسائٽي جي انقلاب مان جو ملڪ جي اقتصادي آزاديءَ جي بارش بعد پيدا ٿي ٿو سندس مقصد هاري ڪلاس جي خوشنودي هئي. چوي ٿو ته:

منڊ ٿـي منڊل وڃيا، تاڙي ڪي تنوار،
هارين هر سنباهيا، سرها ٿيا سنگهار،
اڄ سنهنجي يـار، وسڻ جا ويس ڪيا.

شاهه صاحبُ ڏڪاريـن، مهانگو ميڙڻ وارن، پنجن مـان پنـڌرهن ڪرڻ وارن، ظـالـم زميندارن جي سخت بـرخـلاف هـو انهن جي ختم ٿيڻ لاءِ دعائون گهريون اٿس. سندس چوڻ موجب سچي اقتصادي آزاديءَ جي بارش (انقلاب) اهي سڀ آفتون ملڪ تـان ٽاري ڇڏينديون.

حڪم ٿيو بادل کي، ته سارنگ سان ڪجن،
وڇـون وسڻ آئيون، تـه ٿـه مينهن ٿمن،
جن مهانگو لهي ميڙيو، سي ٿا هٿ هڻن،
پنجن مان پنڌرهن ٿيا، ائن ٿا ورق ورن،
ڏڪاريا ڏيهه مان، شال موذي سڀ مرن،
وري وڏي وس جون، ڪيون ڳالهيون ڳنوارن،
سيد چوي سين، آه توهه تنهن جـو آسرو.

پنهنجي سنڌڙي جي عوام کي جڏهن ڏترڻيل ٿي ڏٺائين ته دعائون ٿي گهريائين تـه شل اهي سڪيا ستابا ٿين ۽ گهر اڏي تمدن جي حياتي گذارينديون، فرمائي ٿو ته:

ونهيان ٿين وٿـاڻ، ڏوکـا هي هئان جي،
اوءِ پيٽيون ۽ پـان، موٽـي مـارن اڏيـا.

غريب مڇي مارن، اڏ اگهاڙن ۽ اڏ بکين کي ٻه ته وساريو اٿس ۽ دعا گهري چوي ٿو ته:

گند جن جي گوڏ ۾، ٻاهوڙا پينار،
انهين کي انعام، مجر ميڙ بونئي ٿيو.

شاه صاحب وٽ ڄام تماچي عوام جو حقيقي ليڊر آهي جنهن وٽ وڏ ماڻهپ جي شيخي نه آهي ۽ ڄارو ڪلهي تي ڪيو جيرن جي وچ ۾ جهلي رهيو آهي، جنهن جي اڳيان سمين ۽ سومرين جي اوچي ڳالهه اڃن ٿيون سي ياد نه. آهن ان کي صرف ڪنجهر ڄاڻن جي تات آهي ۽ ونس. گند سان گوڏين ڀريل، مٿي تي لڪيءَ هاڻيون ڪاريون ۽ هٿن ۾ ڇڄيءَ هاڻان ڇڄ ساڻ ڪري ڪاريون، ڪوجهيون مهاڻيون، صبح ۽ شام اچن وڃن ٿيون. راڻين ۽ سمين حڪمران قوم جي وڏن ماڻهن جي لاءِ ڪا جاءِ نه آهي هن گندرن کي گاڏيءَ چاڙهي ڪٽي نوازيو آهي. هن انهن کي سچائي سندن ٻانهن ۾ پنهنجي محبت جو ٻيڙو ٻڌو آهي ۽ کين مڏ، مياڻيون، مڪڙا مڙيئي معاف ڪري ڇڏيا اٿس. شاه صاحب چوي ٿو ته:

ٿيا تماچي ڄام سين، مهاڻا محروم،
نندي وڏي گندري، مٿي ماڙي ڏوم،
جي ڪينجهر جي روم، سي سڀ انعامي ٿيا.

......

ڪاريون، ڪوجهيون، ڪوڙيون، مور نه سوچاريون،
وڃي ويٺيون واٽ تي، ڪکيءَ جون ڪاريون،
انهن جون آريون، سمي ريءَ ڪير سهي.

## (٤) پٺن اسلمزم جي طرفداري ڪاڻ:

اڄ هن ڪتاب ۾ ٻين جاين تي ٻڌائي چڪو آهيان ته ابتدا کان وٺي مسلمانن ۾ هڪڙو گروهه اهڙو به پئي رهيو آهي جو مسلمانن کي دنيا جي بهترين ۽ انسانن جي رهبريءَ جي لائق

قوم سمجهي، ساري دنيا تي غلبہ اسلام جي نالي ۾ خلافت جي حڪومت قائم ڪرڻ جي فائدي ۾ بي رهيو آهي. خليفن ۽ مهدين جو وجود به انهيءَ اصول جي بنياد تي رهيو آهي ”پئن اسلامزم“ انهي نظريي جو جديد نالو آهي. انهي نظريي مطابق جهاد، مسلمانن جي برتري ۽ غلبي جو مجڻ لازمي شيون ٿيو پون، جيڪڏهن انهن ڳالهين جي صداقت ۾ ويساهه رکبو ته اسلام جا بنيادي اصول امن ۽ سلامتي، مساوات ۽ جمهوريت جا رد ٿي پوندا، هر صوفي اسلام جي اهڙي تخيل جي برخلاف پي رهيو آهي.

شاهه صاحب وحدت‌الوجودي ٿي ڪري اهڙا خيال رکي نٿي سگهيو، ازانسواءِ هن کي معلوم هو ته هزار سال به مٿي ورهيه گذري چڪا هئا ته انهي نظريي جي پوئلڳي ڪندڙن جي طرز عمل مان اسلام کي فائدي بدران نقصان پي رسيو هو. اسلام کي هڪ محدود دائري ۾ بند ڪري ان جي فروغ کي نقصان پي پهچايو ويو.

شاهه صاحب جڏهن:

پريان سندي پار جي، مڙئي مٺائي،
ڪانهي ڪڙائي، چکين جي چيت ڪري.

جي اصول کي مڃيو ٿي ته اهڙي بزرگ کان پئن اسلامزم جي نظريي کي مڃڻ جو ”فنسيزم“ جو هڪ قسم هو- اجائي اميد ٿيندي :

## (۵) ڊڪٽيٽرشپ جي مخالفت :

جنهن سوسائٽيءَ ۾ شخصي آزادي نہ هجي جتي حڪومت جي واڳ چند ماڻهن جي هٿ ۾ هجي جي ان کي پنهنجي شخصي ۽ طبقاتي مفاد لاءِ ڪتب آڻين ۽ پنهنجا خيال، حڪم، طريقا ٻين تي ماڻهن مٿان مڙهين. اهڙي طريقه حڪومت کي فسطائيت

يا ڊڪٽيٽرانه حڪومت سڏبو آهي، اهو طريقو جمهوريت جي مخالف آهي. شاهه صاحب جو سٽالن جي سنگت ڪئي ڪرڻ جو حامي هو سو اهڙي دستور جو حامي ٿي ڪين ٿي سگهيو. ازانسواءِ هر صوفي، شخصي آزاديءَ جو ايترو دلداده آهي جو منجهان ڪي ته وڃي "انارڪزم" جي اصول جا قائل ٿين ٿا، هو هر ظلم ۽ زبردستيءَ جي مخالفت ڪرڻ گهرن ٿا پوءِ ڪٿي اها زبردستي مذهب يا سوسائٽيءَ جي نالي ۾ ڇو نه هجي. اهڙن ماڻهن کي مخاطب ٿي هڪ هنڌ چوي ٿو ته:

ساري سرين شال، ڏيپ وڃڻي ڏيپون،
جي تو اڇي ڪالهه، وڏو وڃ ورهن کي.

اهي ڊڪٽيٽر جڏهن تمام طاقتور ٿي ڪنهن جي پرواه نٿا ڪن ۽ جذبات کي ٺوڪر هڻي پيرن هيٺان لتاڙڻ جي ڪوشش ٿا ڪن ته انهيءَ وقت شاهه صاحب سندن لاءِ چوي ٿو ته:

سٿو آهين سچ، ٿلهو ٿو ٿونا هڻين،
تو جا پانئين اڄ، تنهن پاٽي پنئي ڏينهڙا.

......

## (٦) شاهوڪاري نظام جي مخالفت:

آءٌ مٿي لکي آيو آهيان ته شاهه صاحب جي طبع جو رجحان سوشلزم طرف هو تنهن ڪري ان جو لازمي نتيجو اهو آهي ته هو هر اهڙي نظام جي برخلاف هجي جنهن مان سندس مارو ۽ سنگهار بکيا، اُگهاڙا ۽ بي گهر خانه بدوش زندگي گذارين ۽ چند شاهوڪاري طبقي جا ماڻهو پيا مزا ماڻين، مارئي جو مثال ڏيئي هو پڌائڻ گهري ٿو ته اها ڪيڏي به قيمت تي سواءِ مارن جي سگهي ٿيڻ جي پنهنجي شخصي حالت بدلائڻ لاءِ تيار نه آهي، هوءَ باوجود عمر جي هزار آڇن جي مارن کانسواءِ

ڀانئي ٿي سگهي ٿي سمجهي، جڏهن هن جا مارو ولهه ۾ ٿا ڀي ڪيئن سوڙهه ۾ سمهڻ برداشت ڪندي. هڪ هنڌ هو چوي ٿو ته:

اِيءَ نه مارن ريت، جو سين مٽائين سون تي،
اچي عمرڪوٽ ۾، ڪنديس ڪانه ڪريت،
پکن جي پريت، ماڙن سين نه مٽيان.

......

# فصل يارهون

## اسان جون شاهه صاحب ڏانهن جوابداريون:

هر قومي شاعر جي ڪلام جي اها شخصيت هوندي آهي جو اُونائي ڪان وٺي شهري ۽ جاهل ڪان وٺي عالم تائين تي سندس اثر پوندو آهي.

اسان جي قومي شاعر شاهه صاحب کي اگرچ ٻن سون ورهين ڪان به مٿي زمانو گذري چڪو آهي ۽ ملڪ جي ماڻهن ۽ حالات ۾ گهڻي تبديلي اچي ويئي آهي ايتري قدر جو سندس ڪم آندل سنڌي زبان جا ڪيترا لفظ به، اڄ ڪلهه غير مروج آهن جنهن ڪري ڪيترن بيتن کي سمجهڻ واسطي معنيٰ لاءِ لغتن کي ڏسڻ جي ضرورت پئي ٿي. اڄ ڪلهه وڏن شهرن، ريلن، هوائي جهازن، تارن وغيره ملڪ جي اُوٺي زندگيءَ کي گهڻو بدلائي ڇڏيو آهي ليڪن باوجود انجي به جيڏانهن نظر ڪندا ته اجا تائين شاهه صاحب جو ڏاڪو ساري سنڌ تي ويٺل آهي کي نڙ وجائي انجا بيت ڏيئي قلب کي سرور پهچائي رهيا آهن ته ڪيترن عالمن ۽ اهل دل وارن جي مجلسن جي رونق به شاهه صاحب جي ڪلام سان وڌي ٿي.

جيئن سون مان حاڪم سڪا ناهي ملڪ جي ڏيتي ليتي لاءِ ڪتب آڻي ٿو، ته واپاري پنهنجي مٽا سٽا لاءِ ان کي استعمال ڪري ٿو، امير ماڻهو ان مان برتن وغيره جو ڪم وٺن ٿا ته خوبصورت ۽ شاهوڪار عورتون ان کي پنهنجي حسن کي وڌائڻ لاءِ زيورن جي ڪم آڻين ٿيون، حڪيم صاحب ان مان ڪشتو

بنائي دل جي قوت، خون جي گهٽائي ۽ بدن جي طاقت لاءِ ڪتب آئي ٿو، تيئن هڪ بهترين شاعر جي ڪلام کي مختلف ڪمن لاءِ ڪتب آڻي سگهجي ٿو.

شاه صاحب جو ڪلام جيڪڏهن عالمن جي وعظن جي مجلسن جي رونق هڪ طرف بنجي ٿو ته ٻئي طرف اديب انجي باريڪ نڪتن، سلاست ۽ بلاغت ۾ سنڌي ٻوليءَ جي سونهن محسوس ڪن ٿا، اگر صوفي صاحب ان ۾ روحاني رمزون ۽ لدني نڪتا ٿو ڏسي ته ڳوٺاڻو ان جي پڙهڻ مان غير معمولي دل جو سرور يا درد ٿو محسوس ڪري، مطلب ته، جنهن جهڙيءَ نظر سان ان کي ڏٺو اهو فائدو حاصل ڪيائين.

منهنجي خيال موجب وقت اچي ويو آهي جڏهن هن سون جي ڪشتي کي قومي بدن جي صحت ۽ قوت لاءِ استعمال ڪجي، انهيءَ مقصد کي حاصل ڪرڻ لاءِ شاه صاحب جي ڪلام کي سياسي نقط نگاه کان سمجهڻ جي سخت ضرورت آهي. آءٌ انهي نظر سان ڪلام ڏسڻ جي شروعات ڪريان ٿو ممڪن آهي ته علم جي ڪوتاهي، وقت جي تنگي ۽ معلومات جي ڪمي سبب انهيءَ نئين مهم کي پوري طرح وقت جي ضرورتن جي مطابق ادا ڪري نه سگهيو هجان ليڪن مون کي اميد آهي ته ٻيا عالم ۽ فاضل هن منهنجي ادنيٰ ڪوشش مان اشارو حاصل ڪري انهي مضمون کي زياده واضح ۽ نادر طريقي سان ادا ڪندا. مون کي پنهنجي خامين ۽ ڪوتاهين جي پوري پروڙ آهي پر هي ڪتاب صرف سنڌن علمي غيرت ۽ جذبي کي تازيانه هڻي چست ڪرڻ جي نيت سان لکيل آهي، اگر اردودان حضرات ڊاڪٽر اقبال ۽ ٻين شاعرن تي سوها شرح لکي ان کي هر مجلس ۽ موقع لاءِ ڪتب آڻي سگهن ٿا ته اسان سنڌي ڇو نه بجا طور شاه صاحب جي ڪلام کي پنهنجي نوجوان طبقي ۾ قومي بيداري ۽ سياسي شعور پيدا ڪرڻ لاءِ ڪتب آڻيون ۽ اهڙيءَ طرح سان سنڌين ۾ قومي احساس پيدا ڪري پنهنجي قوم کي دنيا جي ٻين قومن

اڳيان منهن مٿي ڪٿي ميدان عمل ۾ بيهڻ جو لائق ڪرڻ جي ڪوشش ڪريون.

اهو ڪم پوريءَ طرح سان تڏهن پورو ٿي سگهندو جڏهن اسان پنهنجون جوابداريون سنڌ جي قومي شاعر شاهه صاحب جي طرف محسوس ڪريون.

شاهه صاحب جي راڳ جون مجلسون سڏائڻ يا انهن ۾ وڃي قلب کي سرور پهچائڻ، سندن بارها ملهائڻ، عرس جي موقعي تي سندس درگاهه تي حاضر ٿي زيارتون ڪرڻ، مضمون ۽ ڪتاب لکي شاهه صاحب جي پيغام کي ملڪي يا غير ملڪي ماڻهن تائين پهچائڻ به چڱا ڪم آهن. پر سندس ڪلام جي حقيقت معلوم ڪرڻ جي ٻي ڳالهه آهي. اها آهي پنهنجي قوم جي سڃاڻپ ۽ ان سان گڏ انهيءَ مقصد کي ڪشالا ڪاٽي، جبل جهاڳي حاصل ڪرڻ آهي. اهو ماڻهو، جو پاڻ ستو ڪري، سنڌي قوم ۽ سنڌ ملڪ جي آزاديءَ ۽ ترقيءَ لاءِ قرباني نٿو ڪري سو حقيقي طرح شاهه صاحب سان محبت نٿو ڪري. شاهه صاحب فرمائي ٿو:

سڪڻ اُئين نه سڌ، جيئن لکيو لياڪا پائيين،
پئي پريان جي نـه ، ٿئين، مٿي اگڻ اڌ،
ايءَ پڻ ڪوڙي سڌ، جيئن لکيو لياڪا پائيين.

اهو ماڻهو جو پنهنجي قوم جي سڃاڻپ نه ڪري مٺن وانگر دانهون ڪري ٿو ۽ ٻين جا در پيو کولي تنهن به شاهه صاحب جي ڪلام کي صحيح طرح نه سڃاتو آهي:

پاڻيءَ مٿي جهوپڙا، مورک اڃ مرن،
مرهان اوڏو سپرين، لوچي تان نه لهن،
دم نه سڃاڻن، دانهون ڪن مٺن جئن.

اهو ساڳيو ڪليو ڪايو سمجهي ٿو، پاڙي ۾ رنج رسيل جي پروڙ نہ اٿس سورن وارن جي پچار ڪانہ اٿس، سندس راتيون رويو ڏينهون وهامن، سگهو آهي گهايل نہ آهي، گندي ۽ گراهہ گڏ ڪرڻ جو اونو اٿس، سچ جو سمرساڻ نہ ڪنيو اٿس انهيءَ ڪان ۾ شاهہ صاحب جي حب اجان اڳاهين آهي، سنهنجي خيال موجب هر هڪ سنڌيءَ تي جوابداري آهي تہ تيستين تائين آرام نہ ڪري جيستين تائين هيٺيان مکيہ ڪم پورا نہ ٿيا آهن:

(١) شاهہ صاحب جي جملي ڪلام مستند نموني ڪٺو ڪرائي ان جا بهترين شرح لکارائي مٺي ۽ سستي ڇاپي ۾ ڇپرائي جيئن هر سنڌي وٽ اهو پهچي سگهي:

(٢) درگاهہ عبداللطيف جي ٻاهر واري ميدان کي فرش ٻڌارائي چوطرف سيلي جي وقت ايندڙ فقراء جي رهڻ لاءِ هجرن جو انتظام ڪرڻ جيئن شاهہ صاحب جون بارهين، ماهي مجلسون، ختم ۽ سندس يادگار شين جو ڏيکارڻ سهٺي ۽ عمدي نموني ٿي سگهي.

(٣) ڪرار جي ڍنڍ جي چوطرف پڪو فرش چاڙهين، جو ڏڪن سان ٻڌرائي، پارڪ بنارائي انجي چوطرف سنڌي تهذيب ۽ فن جي زنده ڪرڻ لاءِ هڪ درسگاهہ ڪولجي جنهن ۾ هڪ بهترين ڪتب خانو بہ هجي.

(٤) ڀٽ جي ڳوٺ کي صفائي سٺائي جو ماڊل ڪري ازسرنو تعمير ڪرائجي جيئن ٻاهريان هلي اچي ان کي ڏسن.

(٥) سنڌ يونيورسٽي ۾ شاهہ صاحب جي ڪلام جي کوجنا وغيره لاءِ هڪ ڪرسي (صيغہ) کولجي جو سنڌ جا بهترين عالم ان تي وقت بوقت نئين نموني کوجنائون ڪندا رهن.

(٦) سنڌ جي جملي بهترين شاعرن جو ڪلام ڪٺو ڪري ڇپارائي پوءِ شاهہ صاحب جي ڪلام تي انهن جي اثر يا شاهہ

جي ڪلام جو انهن تي اثر بابت مطالع ڪجي.

(۷) ڪليد شاهه جي رسالي جي تياري ڪرائي ڇپائي پڌري ڪرائڻ.

(۸) شاهه صاحب جي مکيه بيتن جي عصومي ڪري (خيام) جي ٽيل مصوري نموني تي ڇپائڻ.

(۹) شاهه صاحب جي جملي ڪلام کي عمده آواز ۾ ٽيپ رڪارڊ ڪرائڻ.

(۱۰) شاهه صاحب جي سورمين جا ناٽڪ لکائي، اسٽيج ڪرائڻ.

(۱۱) شاهه صاحب جي سنڌ کي غيرن جي غلاميءَ کان آزاد ڪرائڻ.

(۱۲) شاهه صاحب جي زبان کي زنده رکڻ ۽ قومي زبان بنائڻ.

......

# فصل ٻارهون

## شاهہ صاحب جا چونڊيل بيت، مختلف مضمونن تي

شاهہ صاحب جو جملي ڪلام سرن ۾ ڪٺو ڪيل آهي؛ هر هڪ سر ۾ وري ڪيئي فصل يا داستان آهن، جيئن تہ اهو بحر ذخاري آهي جنهن ۾ ڪيئي موتي پيا آهن انهيءَ مان آءٌ ٿوري هٿي چند موتي سنڌي زندگيءَ بنسبت پيش ڪريان ٿو:

**١- ڪلالڪو هٽ:** (ملڪ جي خادمن جي سنگت)

جي اٿيئي سڌ سرڪ ۾، تہ ونءُ ڪلالڪي هٽ،
لاهي رک لطيف چئي، متو مانيءَ وٽ،
سر ۾ ڏيئي سٽ، پيج ڪي پياليون.

......

**٢- طبيب جو گهر:** (خادم جي مجلس)

اڄ پڻ ڪنجهو ڪجهہ، واڍوڙوڪي منهين،
جہ پڻ پيين منجهہ، هو پنيون هو ٻنيون.

......

**٣- گزڙيو:** (خطاب غدار ملڪ)

ڪشي ڪان ڪمان سان، متان هٿي مون،
مون ۾ آهين تون، متان تنهنجوئي توکي لڳي.

......

٤- پتنگ ۽ مچ : (قومي خادم ۽ خدمت)

پتنگن پهه ڪيو، مڙيا مٿي مچ،
پسي لهس نه لڇڪيا، سڙيا مٿي سچ،
سندا ڳچين ڳچ، ويچارن وڃائيا.

......

٥- لهار جو گهر : (انقلابي جماعت)

سر مانداڻ ڪري، پڇج گهر لهار جو،
ڏڪن هيٺ ڌري، مان گڏينئي رڪ سين.

......

٦- صوفيءَ جي مجلس : (سچا خادم)

ڏني ڏکوئيا، اڻ ڏني راضي ٿيا،
صوفي تيئن ٿيا، جيئن ڪين ڪنياٺون پاڻ سين.

......

٧- مڪتب : (اڄ ڪلهه جا سياستدان)

پڙهيو ته پڙهن، ڪڙهن ڪين قلوب ۾،
پاٺان ڏوهه چڙهن، جيئن ورق وارين وترا.

......

٨- چوڏهينءَ جو چنڊ : (سنڌو ماتا جو ديدار)

چوڏهين چنڊ اڀرين، سهسين ڪرين سينگار،
پلڪ پريان جي نه پڙين، جي حيلا ڪرين هزار،
جهڙو تون سڀ ڄمار، تهڙو ڏڦ دوست جو.

......

### ٩- تارن هيٺ:

هن تاري، هن جاءِ، هت منهنجا سپرين،
سجڻ ماڪيءَ ساءِ، ڪوڙا ٿين نہ ڪڏهن.

......

### ١٠- اونداهي رات:

اونداهيءَ اڄ رات ۾، پرين پسايو پاڻ،
چنڊ ڪتين ساڻ، پيهي ويو پڙلاءَ ۾.

......

### ١١- سنڌي (آن): (سنڌي قوم)

ڪرها ڪر سڃاڻ، پيڪو ۽ پانهنجو،
اصل آهي اوهانجو، نباليرو نڌاڻ،
ڪرها اسان ساڻ، ڪي چانگا ڪج.چڱا يون.

......

### ١٢- سمنڊ جي سيوا: (اعليٰ مقصدن جي محبت)

سيوا ڪر سمنڊ جي، جت جر.وهي ٿو جال،
سؤين سپجن سمونڊ ۾، سانڪ موتي لال،
جي ماسو ملئي مال تہ بہ پوچارا پر ٿئين.

......

### ١٣- سمنڊ جا پوتا: (مفڪر قوم ۽ ملڪ)

اي گت غواصن، جيئن سمنڊ سوجهيائون،
پيهي منجهہ پاتار جي، مانڪ ميڙيائون،
آئي ڏنائون. هيرا لعل هٿن سين.

......

### ١٤- پرائي ٻيڙي: (سنڌين جي موجوده حالت)

ٻيڙي پرائي، وکر پاڻ ۾ وترو،
تري ۾ تن پيا، ۽ پاسن ۾ پاڻي،
عيءَ هڏ وهائين، ڪڙهه ڪالهوڪي ڏينهن کي.

......

### ١٥- صرافڪو دڪان: (حقيقي خادم)

تا صراف سڄڻ، پاڻ ڪوڙائين جوهري،
ماڻڪ ڪري مات ۾، وڻئن ولي وٽ تن،
پائيني پرکن، ڪي ڪنچن گڏين ڪچ سين.

......

### ١٦- وڻجاري جي وني: (انقلابي جي زال)

جر ترڙ ڏيا ڏي ڏي، وڻ ٿئي ٻڌي واٽهيون،
الا ڪانڌ اچي، آسائتي آهيان.

......

### ١٧- درياءَ جي دهشت: (مخالفت جون ميدان)

دهشت ڏوهه درياءَ جي، جت ڪڙڪا ڪن ڪري،
ڇپل ٻاڌي ٻار ۾، لهريون لوڏا ڏين،
سناور سامياءِ جت سيٺاهنا نه سنڌين،
ويريون واٽ نه ڏين، اتي ساهڙ سير لنگهائين.

### ۱۸- واهڙن جون پريون پائڻ: (غير سنڌي اقتدار)

واهڙ پريون نہ پاءِ، تو پڻ ليکو ڏيٺو،
سدا سانوڻ ڏينهڙا، هنئين نہ هونداءِ،
وهائيءَ ويندءِ، او پـــر اتـا هان لهين.

......

### ۱۹- پيان جا چڙا: (حب‌الوطني)

چـــوڏاري چـــڙا، پـــرن پـيــلاين جــا،
ســتــي سنهارن جـــو، پيم ڪن پـرڙاءَ،
وهمن مون نہ وڙاءِ، سٽيو جهانءَ جهجهي هنيون.

......

### ۲۰- ميهار جي مهي: (صحيح سياسي تعليم)

ميهاران مهي، پيتائين پريـــم جـــي،
ارڪ سرڪ سيد چئي، لگس ڏوت ڏهي.
سگهي تان نہ سهي، ملي جان نہ ميهار کي.

......

### ۲۱- ڪچو گهڙو: (جذباتي خيالن جون جماعتون)

پيلي پلائي، پسي چٽ چري ئي،
ٻر ٻر ٻڏي سهٽي، ويرن ٻر وائي،
ڪچي ڪيرائي، لعل لهرن وچ ۾.

......

### ۲۲- ميهار ۽ سندس مينهون: (سنڌي ۽ سنڌ)

مينهون هـــن ميهار جون، الا سپ جين،
ڪاريون ڪکريون ڪنڍيون، وارا ڪيو وهن،
جوءِ جا جا نارن جي، ٻـلا ٻهه ٻهه ڪن،
اچي ريل رهـن، مـون سانيار ين سپر ين.

......

### ۴۳ـ سارنگ جي سار: (انقلاب جي اکير)

سارنگ کي سارين، مانهو، مرگ، مينهيون،
آڙيون آبر آسري، تاڙا تنوارين،
سپون جي سمنڊ ۾، نئين سج نهارين،
پلر پيارين، ته سنگهارن سک ٿئي.

......

### ۴۴ـ پٽ ۽ قرار جو ڪن:

پري پٽ تي آئيو، سارنگ سهڄ منجهان،
ڪڙيو ڪنن هار جيئن، وچون اتر واءُ،
سرها سبزا ٿيا، ڊاسڻ ڏيئي ڪيا،
ڀري پٽڻان، پريائين ڪن ڪرار جا.

......

### ۴۵ـ بادلن جا برج: (انقلاب جا رنگ)

اڄ رسيلا رنگ، بادل ڪيا برجنسين،
ساز سارنگيون سرندا، وڄائي برجنگ،
صراحيون سارنگ، پلٽيون رات پڏام تي.

......

### ۴۶ـ تاڙي جي تنوار: (انقلابي آواز)

منڊ تي منڊل منڊيا، تاڙي ڪي تنوار،
هارين هر سنباهيا، سرها ٿيا سنگهار،
اڄ پڻ سنهنجي يار، وسڻ جا ويس ڪيا.

**۲۷- جهونجهارڪو جهڳڙو:** (اصولن خاطر مخالفت)

ڏٺو ڪانهه ڪنهين، جهونجهارڪو جهڳڙو،
هائين هڏ مچائيا، ريلو رت نئين،
پانئين سا سنئين، جيان جي جوکو ٿئي.

......

**۲۸- ڳجهڙين جو ڳارو:** (محب وطن جو موت)

ڳجهڙين ڳارو، رواتو ڏينهان رڻ ۾،
پيو پچن پاڻ، ڪنهن منهن ڪيڏارو،
ڪائين ڪڳ مارو، ڪانئر پيو ڪنو ٿئي.

......

**۲۹- وٽڪار جا وڻ:** (آزادي جو سفر)

وڏا وڻ وٽڪار جا، جت نانگ سڄن نيلا،
اتي عبداللطيف چئي، ڪيا هيڪلن حيلا،
جت ڪڙم نہ قبيلا، ات رسج رهبر راه ۾.

......

**۳۰- ڏونگر جا ڏکا:** (مخالفت جون مشڪلاتون)

ڏوکا ڏونگر لاهه، آءُ اگ مٿي آهيان،
آريائي سين آهه، ذاتي سگ ضعيف جو.

......

**۳۱- گس ۽ گسي:** (قديم روايات)

هي گسي، هي گس، هي پنڌ، هي پيچرو،
ويچاريءَ وڏو ڪيو، ويندن پڇيءَ وس،
نيڻن جو لطيف چئي، ڏونگر اٿئي ڏس،
جڳ ۾ رهيس جس، سگر ٿي سردار جي.

......

**٣٢- جنبور ڪتو:** (سنڌي مخالف)

جا ڪَـايس جنبور، ڪتي قـريبن جي،
بهي پونڪي اٿيو، کهڙي منجهان کهور،
سي لاهيندو سور، گري هن غريب تان،

......

**٣٣- هاڙهو جبل:** (سنڌ جي ترقيءَ جي راهه جون رڪاوٽون)

هلندي هاڙهو هٽي، گسان تان م گسان،
لڪن تـان لطيف چئي، رڙهي مان رسان،
پنهون شال پسان، وهان تان نـه وس ٿيو.

......

**٣٤- رجن ۾ رڙ:** (سنڌو ديش جو آواز)

رجن ۾ رڙ تـي، ڪرڻ سارنگي ساز،
اي عشق جو آواز، ماٺهو رکن منڌ تي.

......

**٣٥- اوپرا آٺ:** (غير سنڌي اقتدار)

اڳـڻ مٿي اوپـرا، جڏهـن ڏٺـي اٺ،
ڏايئي نـه ڏاگهن کي، اوٺي ساڻ اڳٺ،
ته هوند ته، تنهن جي هٿ، سور پرايا سسئي.

......

**٣٦- آئن جو اوڳارڻ:** (خادم قوم جي گوشه نشيني)

اوڳارين نـه اٺڙا، ٻـڌا چرن نـه ٻور،
ليڙن کي لطيف چئي، هلڻ جو مذڪور،
مين کي مامور، آهي اٺڙ اڳئين پنڌ جي.

......

### ۳۷- ڪيچ جو قافلو: (سنڌي نيشنلزم جي تحريڪ)

ڪيچان آيو قافلو، ساٿ ڏٺي سروان،
وار وڏي واڳون ڪريان، پوان هوند پلاڻ،
جهڙو پنهون پاڻ، تهڙي ستا ساٿ جي.

......

### ۳۸- پريان جو پاڙو: (موجوده سياست)

پرين جي پاڙي، جاڙ گذاريم جيڏيون،
جنهين مون کي ماريو، سورن سين ساڙي،
ارادي آئي، سانگين سين سگ ڪيو.

......

### ۳۹- ڪانبو ۽ ڪارو جبل:

چپر چمر پانيان، ڪانبو ۽ ڪارو،
پب وجهنديس پٽ تي صبح سوارو،
وڃڻ سون وارو، ڪين وهنديس وچ ۾.

......

### ۴۰- ڪرڙا ڏونگر: (ملڪ جي ترقيءَ جي رستي ۾ رنڊڪون)

ڪرڙا ڏونگر ڪهه کٿي، جت جبل گوناگون،
ليڙن جون لطيف چئي، تنگ تنوارون پون،
جن ڏٺو پير پنهونءَ جو، سي نه رون نه چون،
هوندن متي هون، لاڳاپا هن لوڪ جا.

......

### ١٦ـ ڏکي ۽ ڏونگر: (خادم ملڪ ۽ مصيبتون)

ڪي جو ڪڙيا ٻار، ڏکيءَ ڏونگر ٻاڻ ۾،
سٽي سا تنوار، مرون پيا ماري.

......

### ١٧ـ آتڻ ۽ چرخو:

امڙ وڃي آڻ، چرخو آتڻ وچ مان،
ڪتيم جنهن ڪاڻ، سو ڪوهيارو ڪيچ ويو.

......

### ١٨ـ سچ جون وٽن مٿان راسيون:

ويو سچ وٽن تان، راسيون رتائين،
سونڪي ماريائين، آيل اونداهي ڪري.

......

### ١٩ـ ڪلهي ڦاٽو ڪنجرو مٿو اگهاڙو:

ڪلهي ڦاٽو ڪنجرو، مٿو اگهاڙو،
منهنجو ڪجاڙو، پينر هن پنور ۾.

......

### ٢٠ـ سورن جو سانگهارو:

سورن سانگهارو، ڪڏهن تان ڪونه ڪيو،
آيل اويارو، ٻانڌ ٻڌو ٻوڙهي.

......

۴٦- قطار مان نہ ڇڄ: (قوم پرستي)

ڇڄ ۾ قطاران، سات چڙهندو لڪئين،
مڇڻ ٽيٿن پٺان، وڳ وانگي نہ لهين.

......

۴۷- سؤ سک هڪ وره برابر:

سؤ سکن ڏيئي، وره وهايم هيڪڙو،
سونکي تنهن نيئي، پير ڏيکاريو پنهونءَ جو.

......

۴۸- سرندي جو ساز: (صحيح قومي خادم)

محلين آيو مڱڻو، ساز ڪٺي سرندو،
سر جي سدا سر ۾، گهور هٿي گهرندو،
مٿي رئي ملوڪ جي، چارڻ نہ چرندو،
جهونا گڙده جهرندو، پوندي جهانءَ جهرڪ ۾.

......

۴۹- تند جي تنوار: (سنڌيت جو آواز)

سؤ سرن پائي، جي تند برابر توريان،
اتان اوڏانهين ٿئي، جيڏانهن بيجل برائي،
سڪتو هذ آهي، سر سڄڻ ناهہ ڪي.

......

۵۰- نڪتن جو نئي وڃڻ: (قيمتي وقت ۾ گذرڻ)

ايئي ايسارياءِ، نڪت سڀ نئي ويا،
هڪ ميو، پيو ميندرو، سڄي رات سارياءِ،
ڪوڙ ها ڪل ڪاڙياءِ، سورج شاخون ڪڍيون.

......

۱۵- گلابي ويس: (سنڌي محبوب)

جهڙا گل گلاب جا، تهڙا مٿن ويس،
جوڻا تيل چنبيليا، ها ها هو هميش،
پسيو سونهن سيد چئي، نينهن اچن نيش،
لالن جي لبيس، آتڻ اکر نه اچهي.

......

۱۵- چورين جا چال: (دنيا جون لالچون)

ڪاڪا نه جهليا ڪاپڙي، سوهيا ڪنهن نه مال،
جي چورين ڏنا چال، ته به لاهوتي لنگهي ويا.

......

۱۵- گنجو ڏونگر: (تڪليفن جو سفر)

گنجو ڏونگر گاءِ، پيهي جن پرو ڙيو،
ڪر تن تمام، لوچي لاهوتي ٿيا.

......

۵- جهنگل ۽ آهيڙي:

نه ڪتا نه ڪوڪار، نه سي سڏ شڪارين،
پتيو ڪٿي پار، جهنگلي آهيڙين ڪي.

......

۵- نانگا ۽ ناني: (اهل دل)

نانگا نانيءَ هليا، لوڪان ڪري لڪ،
ويئي مون وهڪ، آءُ نه جيئندي ان ري.

......

### ٥٦- ٽي ٽنگا:

سنڱيون، سيليون، گبريون، ٽيئي ٽول ٽڳو،
پٺ هٿي پٽ سين، پيري تـن پڳو،
لاهوت جن لڳو، سي مڙهيان مور نه نڱيا.

......

### ٥٧- گر جي گودڙي: (سچي سياست جي محبت)

جا گر ڏني گودڙي، سا ٿئي لاهيندي لڄ،
منڊا تنهن سهڄ، چيو چوندو ڪيترا.

......

### ٥٨- نهائين ۽ نينهن: (رازداري)

نينهن نهائينءَ جان، ڍڪيو ڪوهه نه ڍڪين،
ڄر ڄيري ڄڏي، تـه ڪئن پڇندا ٿانءَ،
سنـڌي ڪنڀاران، ڪن ڪريجا ڳـالهڙي.

......

### ٥٩- سهاڳ ۽ ڏهاڳ: (ڪاميابي ۽ ناڪامي)

ڳهوريو سو سهاڳ، جنهن ۾ پسين پاڻ کي،
ڏوري لهه ڏهـاڳ، جنهن ۾ لاهو داسڙو.

......

### ٦٠- ڪلين ۾ ڪنڍي: (محبت جي ميخ)

ڪنڍي ڪلين وچ ۾، جڏهن هٿين جـن،
مونکي مون پرين، ڪيڻ جي ڪاڻ ڪئي.

......

### ٦١- ڪونجن جي ڪٽڪ:

ڪونجون ٽيون ڪٽڪن، جيڪس هلڻ هاريون،
ٻچا پـــوءِ انـــن، وڃـن وانـــدا ڪنديون.

......

### ٦٢- ماريءَ مير ڪپڙا:

بغل ۾ بندوق، ماريءَ ميرا ڪپڙا،
ماريو مير ملوڪ، لتاڙيو لڪ چڙهي،

......

### ٦٣- اوڏ ويچارا:

چنل ڇڄ هٿن ۾، ڪلهن ڪوڏارا،
پورهيي ڪارڻ پيٽ جي، اٿين سوارا،
اوڏ ٻـــ ويچارا، وڃن لاڳا لـڏيو.

......

### ٦٤- ٽڪ ڏنگي: (انقلابي جا وسائل)

ٽڪ ڏنگي، ور گهٽا، ڪتان ڪچاڙو،
ڪاپي سٽان ڪيترو، آٽيان اڏارو،
جي ور ڏٺي وارو، ته سونهان سرتين وچ ۾.

......

### ٦٥- نيڻن جي نيرن:

تن نيڻن ڪي نيران، جن ساجهر سيڻ سانيينا،
جيءَ، جسي ۽ جان، ڪئر حضوري حج ڪيو.

......

### ٦٦- لوئيءَ جي لڄ: (روايات جو قدر)

سهسين سيبا ڪنجري، لوئي ليڙ ٽيام،
ابائن جي آسري، ڪتي ڪانءِ ڪيام،
جا ڏٺ ڏکيام، تنهن جو پرور پٽ رهائيين.

......

### ٦٧- ڪارا ڪپڙ ڏيهه جا:

ڪارا ڪپڙ ڏيهه ۾، ٻيا واريءَ سنجهه وٽاڻ،
ساٿين ڪي، سيد چئي، ٻريو ڏين ٻياڻ،
عمر ات اماڻ، ثابت رکج سومرا.

......

### ٦٨- سنهي سئي سان سبيو:

(مارن جي محبت عمرڪوٽ جي غلامي)

سنهي سئي سبيو، مون مارن سين ساهه،
ويني ساريان سومرا، گولاڙا ۾ گاهه،
هنئون منهنجو هت ٿيو، هت سنيءَ ۾ ساهه،
پکن منجهه پساهه، قالب آهي ڪوٽ ۾.

......

### ٦٩- ڏٿين پٽين: (دهقاني زندگي)

ڏٿين پٽين ڏير، منهن ساروڻن جا،
پائر سپ پچي پيو، گهر گهاريندي ڪير،
ڪونئين گهاري ڪير، محلين منجهي مون هنئون.

......

**٧٠- سپن جو سير:** (انقلابيءَ جي پتوڪل)

سڪو سڀ سرتيون، سپن ملان سير،
پيو متائي نير، اپيون ابر آسري.

......

**٧١- ٻر جو ٻير (ڪوه):** (مخالفت جو ميدان)

ٻير ڪنيائون ٻر ۾، پياريس پهون،
جنجن سانيڪن تي، وڏيءَ ويسر وهون،
پايو جر جنڊن ۾، ڪوڏان ڪن ڪهون،
ڏينهان ڏينهن ٿئون، مونکي ورهه ويڙهيچن جو.

......

**٧٢- ڏيرا ڏٺارڻ:** (عارضي نفعو)

ڪيئن ڏٺاريان ڏيرا، ويندس ڪنهن نه وهانءِ،
مون مل سارو ناهه، اچا اوڍيان ڪن ڪي.

......

**٧٣- ڪانگل نه ڪوڙو:** (حق جو آواز)

پريان سندي يار جو، ڪانگل نه ڪوڙو،
اچي وچي ۾، ستي در دوڙو،
جو اندر اوسيڙو، سو لاٿائين لطيف چئي.

......

**٧٤- چاريون ۽ ڪاريون:** (عوام جي محبت)

چاريون، ڪاريون، چچ چيريون، جنجي محبت سچيءَ ساڻ،
رهڻ، وهڻ، سر ٻانڌئين، سيئي بدبوءِ هاڻ،
لڌڙن جئن لطيف چئي، پاڻيءَ وجهن پاڻ،
تن سلاحن جو ماڻ، سمي سر ڪيو پانهن جي.

......

**٧٥- پکيءَ جو قالب:** (ڏاڍي جو خوف)

پکي جنهن پڃائيا، تنهن ۾ ساهه نه ماهه،
منجهه ڪرنگهو ڪاٺ جو، متي پکن چاهه،
ويچارن ويساهه، متي پکن آئيو.

# ڀلنامون

| صفحو | سٽ | غلط | صحيح |
|---|---|---|---|
| پ ا ڪ ر | ١٤ | اوناهين | اونهاين |
| ٤ | ٧ | جي | هي |
| ٥ | ٦ | مئيڏنو | معيڏنو |
| ٥ | | ڏٽينڏنو | ڏٽيڏنو |
| ٦ | ١٢ | ناظرينن | ناظرين |
| ٧ | ٣ | موقعي | موقعو |
| ٧ | ٤ | پڦوري | ٻڦوري |
| ١٠ | ٢٧ | نوع | نوح |
| ١١ | ٩ | امرءِ القيس | امرءالقيس |
| ١٠١ | ٢٤ | مئي | مئس |
| ١٧ | ٢٣ | شاهي | شاهه |
| ١٩ | ٩ | ڇڏي | ڇڏيو |
| ٢١ | ٤ | طفرين | طرفين |
| ٢١ | ١١ | لڳا | لڳي |
| ٢٢ | ١٧ | وحد الوجود | وحدت الوجود |
| ٢٤ | ٦ | علمي | عملي |
| ٢٥ | ١٠ | انهيءَ | انهن |
| ٣١ | ١٥ | عائشانا | عاشتانا |
| ٣٣ | ٢٣ | نسطائيت | فسطائيت |
| ٣٦ | ٩ | ظاهري | ظاهر |
| ٤٠ | ٢٣ | سنجزي | سنجري |
| ٤٣ | ١ | ذڪري | ذڪريا |
| ٤٨ | ٣ | پرس | ترس |
| ٥٠ | ١ | ١٣٠ | ١١٣٠ |
| ٥٣ | ١٧ | فقي | فقهه |
| ٥٨ | ٢٦ | خدآباد | خدا آباد |
| ٦٤ | ٤ | منصوعي | مصنوعي |
| ٧٤ | ١١ | پڪين | پڪن |
| ٧٤ | ٢٢ | ابن القوتي | ابن الوقتي |
| ٧٧ | ٢ | جي | جن |
| ٨٦ | ٢١ | سستي | ستي |
| ٨٨ | ١٣ | ٽيندو | ٽيندي |
| ٩٩ | ٢١ | ڪنا | ڪتا |
| ١٠٠ | ٢ | هن جون | هنجون |
| ١٠٠ | ١٧ | ذهين | ذهني |
| ١١٠ | ٢٣ | ڪويج | ڪويچ |
| ١١١ | ١١ | ڪسمپرس | ڪسمپرسي |
| ١١٢ | ٣ | مجيو | مجيا |
| ١١٦ | ٧ | سور | سورهيه |
| ١١٦ | ١٧ | هتي | هستي |
| ١٣٠ | ٢٤ | لائح حيات | لائحءِ حيات |
| ١٣٣ | ١٠ | ڪلاس | ڪلاءِ |
| ١٣٣ | ١٩ | علمي | عملي |
| ١٣٦ | ٧ | تحميل | تحصيل |
| ١٣٦ | ٩ | نماز روح | نمازون |
| ١٣٦ | ٩ | مينن | مٿين |
| ١٤٧ | ٢٦ | ترجيع | ترجيح |
| ١٥٠ | ٢٢ | جي | جو |

| صفحه | ست | غلط | صحيح |
|---|---|---|---|
| ١٥٢ | ٦ | مجموع | مجموعو |
| ١٥٧ | ١٠ | ليبدن | ليعبدون |
| ١٥٩ | ١٩ | ب | چي |
| ١٦٢ | ١٧ | تت | تن |
| ١٦٧ | ١١ | اكيلو | لكيو |
| ١٨٢ | ٨ | كينكاريان | كيكاريان |
| ١٨٢ | ١٧ | كافلي | قافلي |
| ١٨٧ | ٣ | مصيبتن زدن | مصيبت زدن |
| ١٩٥ | ١١ | كال | قال |
| ٢١٩ | ٢٢ | ادين | اداين |
| ٢٢٣ | ١٦ | اعكو | اوكو |
| ٢٢٤ | ١٨ | جوف | خوف |
| ٢٢٨ | ٨ | هن | ان |
| ٢٣٦ | ٢٥ | فاشت | فاشست |
| ٢٣٩ | ٣ | شخصيت | خصوصيت |

# جي - ايم - سيد جا لکيل ڪتاب

| جريان نمبر | ڪتاب جو نالو | ڇپيل يا اڻ ڇپيل |
|---|---|---|
| ١- | محال مانجهندن جو تعليمي ۽ تنظيمي پروگرام | ڇپيل |
| ٢- | انتظامي کاتي کان عدالتي کاتي جي جدائي | " |
| ٣- | پاڪستان ۽ مسلمان (ترجمو) | " |
| ٤-٥ | نئين سنڌ لاءِ جدوجهد (سنڌي ۽ انگريزي) | " |
| ٦- | پيغام لطيف | " |
| ٧- | موجوده سياسي مسئلا | " |
| ٨-٩ | جيئن ڏٺو آهه مون (سنڌي، اردو) | " |
| ١٠- | جديد سياست جا نورتن (سنڌي) | " |
| ١١- | سنڌ جا سورما | " |
| ١٢- | جنب گذاريم جن سان | " |
| ١٣- | رهاڻ - سيد ميران محمد شاهه جا خط | " |
| ١٤- | شاهه عبداللطيف جون ڪافيون ۽ وايون | " |
| ١٥- | سنڌ جي بمبئي کان جدائي | " |
| ١٦- | سيد علي محمد شاهه راشدي جا خط ۽ مضمون | " |
| ١٧- | ساهڙ جا سينگار - علامه آءِ - آءِ - قاضي جا خط | " |
| ١٨- | سنڌي ڪلچر | " |
| ١٩- | بزم صوفيائي - سنڌ جا خطبا | " |
| ٢٠- | محترم جي - ايم - سيد جا چونڊ سياسي مضمون ۽ تقريرون (١٩٦٢ع) | " |

| جريان نمبر | ڪتاب جو نالو | ڇپيل يا اڻ ڇپيل |
|---|---|---|
| ٢١- | جديد سياست جا نورتن (اردو) | اڻ ڇپيل |
| ٢٢- | محترم جي - ايم - سيد جا مضمون ۽ تقريرون (اڄ تائين) | " |
| ٢٣- | " " " ادبي مضمون | " |
| ٢٤- | " " " جديد مشاهير عالم | " |
| ٢٥- | ديار دل ۽ داستان محبت | " |
| ٢٦- | جناح صاحب سان لکپڙھ | " |
| ٢٧- | ورلڊ مسلم ڪانفرنس | " |
| ٢٨- | سنڌ جي مکيہ اديبن جا خط | " |
| ٢٩- | سنڌ ۽ هند جي مکيہ سياستدانن ۽ عالمن جا خط | " |
| ٣٠- | سنڌو ديش ڇو ۽ ڇا لاءِ؟ (سنڌي) | " |
| ٣١- | " " " (انگريزي) | " |
| ٣٢- | پنهنجي ڪهاڻي پنهنجي زباني (جلد پهريون) | " |
| ٣٣- | " " " " " ٻيو | " |
| ٣٤- | " " " " " ٽيون | " |
| ٣٥- | " " " " " چوٿون | " |
| ٣٦- | " " " " " پنجون | " |
| ٣٧- | متياري جي سيدن جي تاريخ ۽ شجرا | " |
| ٣٨- | متفرق مضامين (اخبارن ۾ ڇپيل) | " |
| ٣٩- | متفرق پمفليٽ (مختلف نالن ۾ لکيل) | " |
| ٤٠- | محمد امين کوسي سان لکپڙھ | " |

# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ ”لُڙهندَڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، جُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندَڙُ، ياڙي، ڪانئُو، ياڄوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙَهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنيٰ e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪارِي تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پَڙهندڙ نَسل (پَـنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪـو بـہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهـڙي دعويٰ ڪري ٿو تـہ پَـڪَ ڄاڻو تـہ اُهو ڪُـوڙو آهـي. نـہ ئي وري پَـنَ جي نالي ڪي پئسا گَڏ ڪيا ويندا. جيڪـڏهن ڪـو اهـڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہِ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرح وڻن جا پَـنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَـنَ بہ مختَلِف آهـن ۽ هوندا. اُهي ساڳِئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، ٻَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. ٻيـن لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصي ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نـہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تـہ پَـنَ جا سڀ ڪَـم ڪـار سَـهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪـن آهي تـہ ڪـي ڪـم اُجرتـي بنيـادن تـي بـہ ٿِيـن. اهـڙي حالت ۾ پَـنَ پاڻ هِڪَٻِئي جي مدد ڪَـرڻ جـي اُصـولَ هيـٺ ڏي وَٺُ ڪنـدا ۽ غيرتجـارتي non-commercial رهنـدا. پَـنَ پـاران ڪتـابن ڪـي ڊِجيِٽـائِيز digitize ڪرڻ جي عَمـلَ مان ڪـو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪـرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن ڪي ڊِجيِٽائِيز ڪرڻ ڪان پـو ٻيـو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪـڏهن ڪـو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳـو پَـنَ سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَس پٽاندڙ وڏِ
کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليڳڪَن، ڇپائيندڙن ۽
ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ
کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽ کي نہ مڃن.
شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽ،
پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ
جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:
گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.
... ...
جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو بوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛
... ...
ڪالههَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن:
گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........
... ... ... ...
هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ -
اِن حسابَ سان اٽڃاٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ
”هاٽي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ
وڃايو“ ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر کڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اٿڄاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بڻائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، ڇالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوٺَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

**توهان بہ پڙهڻَ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها، توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.**

> وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو تہ ”منهنجا ڀاءُ
> پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
> - اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)